# پير علي گوهر شاهہ ثانيءَ جو زمانو
## (۱۸۹۰ - ۱۸۹۷ع)

حر تحريڪ جيڪا پير حزب الله شاهہ صاحب جي وفات کان پوءِ پير علي گوهر شاهہ ثانيءَ جي زماني ۾ هلي ان جي تاريخي پس منظر تي روشني وجهندي ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن چيو:

”جڏهن حر تحريڪ هلي تہ ان جا ڪي سبب هئا. سائين (علي گوهر شاهہ صاحب) تي انگريزن پابندي وڌي تہ هن پاسي نہ وڃو، هن پاسي نہ وڃو. انگريزن هاڻي اها پاليسي ناهي تہ هيءَ جيڪا طاقت آهي تنهن کي ختم ڪجي. تنهن لاءِ هنن (انگريزن) انهن ماڻهن جا نالا هٿ ڪيا جن جي لاءِ اها خبر هئي تہ هو فرق رکن ٿا. اها تحريڪ پير صاحب جن جي وڏي فرزند (علي گوهر شاهہ ثاني) جي ڏينهن ۾ شروع ٿي. پير صاحب پاڻ تہ بيمار رهندا هئا، ڪمزور هئا. گادي فرزنديءَ جي حيثيت ۾ انهن سنڀالي پر سمجهجي ٿو تہ انهن ۾ ايتري جسماني ۽ دماغي طاقت ڪانہ هئي جو هھڙي وڏي جماعت کي ڪنٽرول ڪري سگهن. پاڻ فقيريءَ جي رنگ ۾ ويهي وقت گذارڻ ٿي چاهيائون.

(پير صاحب حزب الله شاهہ فرق وارن کي درگاهہ تي اچڻ کان منع ڪئي هئي؛ پر پير علي گوهر شاهہ انهن تان اها پابندي ڪٽي ورتي ۽ کين اجازت ڏنائون تہ پلي درگاهہ تي اچن ۽ پاڻ جڏهن سفر تي نڪرندا هئا تہ انهن جي ڳوٺن ۾ وڃڻ لڳا ۽ انهن جون دعوتون بہ قبول ڪيائون. انگريزن کي اهي سڀئي ڳالهيون خراب لڳيون. ان ڳالهہ مان انگريز تہ اهو انومان ڪڍيو تہ پير ڪمزور آهي، مريدن کي خوش ڪرڻ ٿو چاهي. جيڪڏهن چاهجي تہ اهو انومان بہ ڪڍي سگهجي ٿو تہ پاڻ جيڪا پرورش پير وڏي کان ورتي هئائون ان لحاظ کان فرق وارن تان اهي پابنديون لاهي آزاد خياليءَ جو مظاهرو ڪيائون ۽ انگريزن جي دٻاءَ ۾ اچي پنهنجي مريدن تي سختين ڪرڻ کان انڪار ڪيائون. پر ان جو نتيجو شايد اهو نڪتو جو فرق وارا جيڪي وڏي پير جي چوڻ تي بہ نٽي آيا، تن سندن فرزند جي هدايتن تي هلڻ پاڻ لاءِ ضروري نہ سمجهيو، جو هئائي ارڏا ماڻهو. پر حر تحريڪ ائين ناهن





مان ڪانہ اسري. ان ۾ انگريزن جي ڪن پاليسين جو هٿ هو، جنهن جو ذڪر ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن تفصيل سان ڪيو.)

ڊاڪٽر بلوچ صاحب چيو:

”انگريزن جڏهن ڏٺو تہ پير صاحب علي گوهر شاهہ فقيري رنگ ڏانهن مائل آهي ۽ دنيا جي چڪتاڻ وارين ڳالهين کان پاڻ پري رهي زندگي گذارڻ چاهي ٿو، تڏهن سمجهيائون تہ پارڻ، پارڻ جو وقت اچي ويو آهي. هن کان اڳ جيڪي ڪيو هئائون سو ڪامياب نہ ٿيو هو. هاڻي چيائون تہ اهڙو ڪو پارڻ پارجي جو انهيءَ ڳالهہ کي يڪسر ختم ڪجي جيئن نڪي بانس هجي نڪي بانسري نهي يا وڃي. وڏا پير صاحب گذاري ويا هئا. نوان پير صاحب ضعيفيءَ جي حالت ۾ هئا. جيڪي فقير وڏا هئا تن مان گهڻا گذاري ويا هئا، وچين وهيءَ وارن جوان مڙد فقيرن مان غلام نبيءَ جهڙا فقير ملڪ کان ٻاهر هئا. ٻين فقيرن کي ڦاسيون اچي ويون هيون. ليڊرشپ ڇڻ تہ ڪانہ هئي. ميدان انگريز لاءِ خالي هو تہ جيئن وٽيس تيئن اسڪيمون ناهي، رٿون رٿي. انگريزن وڏي حڪمت عمليءَ سان ائين ڪيو جو پنهنجي عملدارن کي چيائون تہ جيڪي طاقت وارا فقير اجان موجود آهن انهن کي هٿي ڏيو ۽ همٿايو، ڪائن کي ڪڏا ڪم ڪرايو، کين آپاريو تہ قانون جي پڇڪڙي ڪن. جڏهن قانون جي پڇڪڙي ڪن تہ ٻيو ڪجهہ بہ نہ ڪريو، رڳو انهن جا رڪارڊ ناهيندا وڃو. ڇا ڪيائون، ڪٿي ڪيائون، ڪنهن ڏٺو، ڪير شاهد هو. اهي ڳالهيون پاڻ مرادو لکندا وڃو. جڏهن فقير ان معاملي ۾ چڱيءَ طرح ڦاسي وڃن تہ انهيءَ وقت کين پڪڙيو. جنهن صوبيدار جي نظرداريءَ هيٺ اهي ڪم ڪيا هونداٺون سو تيسين بدلي ڪري ڇڏيو. ٻيو نئون صوبيدار جو ايندو تہ رڪارڊ اڳي ئي نهيا رکيا هوندا. جوابدارن کي ڇاپا هڻي پڪڙيو ۽ جيڪي اچا ڪارا چنا حڪومت جي فرشتي اڳي ئي ناهي تيار ڪيا هوندا، انهن جي آڌار تي ماڻهن کي وڃبو پڪڙبو. سندن ڏوهہ اڳيان ڏئي حرن کي آڻي ڦاهيءَ تي سوار ڪبو. ائين ڳالهہ سڄي دٻجي ويندي. اها هئي سڄي سازش جنهن ۾ انگريز جا جيڪي آفيسر سنئون سڌو ملوث هئا (directly involve) هئا، سي صوبيدار جي سطح جا آفيسر هئا جو انهن جو سنئون سڌو عوام سان واسطو هوندو هو. اهڙا عملدار خاص طور چونڊي رکندا هئا جن کي نڪي اڳين جي عزت جو خيال هوندو هو، نڪي پوين جي عزت جو. ڇو جو انهن کان ڪم ئي اهڙا وٺندا هئا جو ٻيو ڪو

غيرت وارو تہ آرڊر قبول ئي ڪونہ ڪندو. (اهڙي قسم جون حڪمت عمليون اڳين زمانن کان هلنديون اچن. اهڙيون ڳالهيون ڪي هرو پرو نيون بہ ناهن جيڪي ماڻهن اچي ويهين صديءَ جي آخري ٻن ڏهاڪن ۾ سکيون هجن.)

انهيءَ ڳالهہ کي چوٽ چاڙهڻ ۾ ٻن ٽن آفيسرن وڏو رول ادا ڪيو. انهن مان هڪڙو صوبيدار هو سانگهڙ جو (يعني ان وقت سانگهڙ جو صوبيدار هو، اصل وينل تہ الائي ڪٿي جو هو) رضا محمد نالو هوس. ٻيو هڪرو آفيسر خيرپور رياست جو ڪو ماڻهو هو، ڪو وڏو آفيسر هو. مٿي ميرپور ماٿيلي جي پاسي جو وينل هو: ۽ هڪڙو لاڙ جو ٽنڊي باگي جي پاسي جو هو. انهن سان گڏ علائقي جا ڪي ڏيهي زميندار ۽ واڏيا بہ شامل هئا، راءِ بهادر ۽ سيٺيون جيڪي هئا، انهن کي انگريز آفيسرن تربيت ڏني، ٽرين ڪري، تيار ڪيو تہ توهان وڏي طاقت وارن فقيرن کي گهرائي انهن مان ههڙي ڪي ههڙي نموني ڪم وٺو. سانگهڙ جو سيٺ مکي انهيءَ ڳالهہ ۾ اڳيان اڳيان هو. پهريائين ڪي ماڻهو موڪليائون جيڪي سانگهڙ جي مکيءَ جون مينهون ڪاهي ويا. حقيقت ۾ مکيءَ پنهنجي هٿن سان پنهنجون مينهون چوڙي ڏنيون. اهي چور مينهون کنهن پاسي ڪدي ويا. پوءِ چيائون تہ چور اهي مينهون خيرپور رياست ۾ ڪٽي ويا آهن. پوليس وارن وڏيڪ ٻرامو اهو ڪيو تہ خيرپور جي هڪ سگهاري ڌر- چٽل خان پرڳڙي- جو نالي تي ڪنيائون تہ اهو مينهون ڪيرائي ويو آهي. انهيءَ ڪان مينهون واپس وٺيون آهن. چٽل خان پرڳڙيءَ کي بہ ڪا اک هٽي ڇڏيائون جنهن پهريون ورهڙو جيڪو سرڪاري پوليس واري سان گڏجي ويو انهن جي بي عزتي ڪري ڪين واپس روانو ڪري ڇڏيو. اهو سڄو ٻرامو اٺين ڪيائون جو فقيرن اهو سمجهيو تہ پوليس وارا ۽ ورهڙي وارا واقعي مينهون موٽائڻ ۾ ناڪام ٿيا آهن. هاڻي سرڪاري ماڻهو، پوليس وارا، آيا فقيرن وٽ. چيائون تہ ”اوهان ڏاڍا مڙس آهيو، اهي مينهون موٽرايو. چٽل پرڳڙي وارن اسان کي منهن نہ ڏنو، الٽو اسان جي بي عزتي ڪئي اٿن. اسان کان ڏاڍا ٿي ويا آهن. اوهان جي مڙسي ڪندؤ تہ انهن سان پڄي سگهندؤ. اوهان کي بندوقون بہ ڏيون ٿا. ماڻهو بہ ڏيون ٿا، جيڪي اوهان سان خيرپور جي حد تائين گڏجي هلندا. ڪي هٿيار اوهان پنهنجا کيو. انهن جي جوءِ مان اهي ساڃيون نہ تہ ٻيون ڪي مينهون اوهان هٽي، موٽائي حد تائين پهچايو پوءِ اوهان چٽل آهيو.“





فقير ويچارا سادا پورڙا ماڻهو، سي سرڪاري ماڻهن جي انهن ڳلتين ۾ اچي ويا. انهن ماڻهن اڳي ڪو چوري چڪاريءَ جو ڪم ڪونہ ڪيو هو، پر همت وارا ماڻهو هئا. چيائون تہ ”ويچاري مکيءَ سان ظلم ٿيو آهي، حڪومت وارا بہ ويٺا منٿون ڪن. انهن تي ٿورو ڪري ڇڏيو تہ وڃائيندو ڪونہ. مڙسن تي مهلون اينديون آهن.“ پوءِ رضا محمد صوبيدار جي چوڻ تي بچو خاصخيلي ۽ پير بخش وساڻ ۽ ٻيا فقير خيرپور ويا. خيرپور جي حد تائين پوليس وارا بہ ساڻن گڏ هليا، ۽ صوبيدار ڪين هر قسم جي مدد يا سپورٽ ڏني. خيرپور ۾ گهڙيا تہ فقيرن پنهنجا ناٽڪ رچايا. بچوءَ کي پير بنايائون ۽ پير بخش ان جو وڏو خليفو ٿيو، ۽ ٻيا ڏهہ ٻارهن چٽا، گهوڙن تي سوار نئين پير جا مريد ٿيا. رات اچي چٽل پرڳڙيءَ جي ڳوٺ ٽڪيا. جڏهن ڳوٺ وارا ماڻهو بي اونا ٿي ستا تہ فقير ڪوٽ ۾ گهڙي ويا. شيطاني ڪم ۾ هيڪر هٽ وجهبو تہ ويندو انگهندو. چٽل پرڳڙيءَ کي ماريائون تہ ڪونہ باقي زيور بہ کي ڪنيائونس، هڪڙي ٻانهن بہ ڪنيائونس ۽ مينهون بہ هٽي آيس ۽ آٽي سانگهڙ جي صوبيدار رضا محمد جي حوالي ڪيائون. سانگهڙ جي مکيءَ جون پنهنجون مينهون تہ الائي ڪيڏانهن ويون هيون. پر ڪيس عيوض ۾ ٻيون مينهون موٽي مليون. پر فقيرن جي نالي هاٽي جيڪي دفتر ڪليا سي ڏينهون ڏينهن ڪارا ٿيڻ لڳا. ماڻهوءَ هيڪر جرم ڪيو تہ ٿيو مجرمن جي لسٽ ۾. جيئن ڏٺڻ ۾ ماڻهو گهڙي، پهريون پير ڏٺڻ ۾ پيو تہ ماڻهو ويندو وڏيڪ گپندو. صوبيدار تي تہ نيٺ بار پوڻا ئي پوڻا هئا. هيءَ تہ هٽ ناٽ هو. سو جڏهن رڪارڊ نهي ويا تہ مينهون ڪٿان آيون، ڪنهن آنديون.

فقيرن کي صوبيدار چيو تہ ”هاڻي مون تي بار پيا آهن. سرڪار چوي ٿي تہ انهن ماڻهن کي پڪڙيو. اوهين ملڪ جا مالڪ آهيو. بيشڪ ڪاٺو پٺو، ڦريو لٽيو. منهنجي طرفان اوهان کي ڪا جهل ڪانهي. نڪي ڪو ٻيو اوهان کي جهلڻ وارو آهي. پاڻ بہ ڪاٺو، اسان کي بہ ڪارايو. پر ايترو ڪيو جو هاڻي اهو اٿو مکي ڍنڍ وارو پيلو. وڃو وڃي اتي رهو، اتي ڪاٺو پيو ۽ موجون ڪيو. رڳو منهنجي حاضري پريندا رهجو. ٻاهر نہ اچجو جيستائين آءٌ اوهان کي نہ چوان.“

فقير سادا ماڻهو هئا، ۽ سرڪاري ماڻهن کي انهن جي سادگيءَ جي خبر هئي. سرڪاري ماڻهن کي اها بہ خبر هئي تہ ان سادگيءَ کي ڪيئن استعمال ڪجي. ڪجهہ عرصي ڪان پوءِ هنن فقيرن کي چيو تہ ”هاڻي اچو ۽ اچي سرڪار

جي آڏو پيش پئو. اسين اوهان کي وڏيڪ بچائي نٿا سگهون. اوهان جي ڏوهن جي سرڪار کي خبر پئجي وئي آهي. اوهان تي ڪيس داخل ٿي ويو آهي."

فقيرن هڪ راجوٽي ڪئي ۽ صوبيدار کي چيائون ته "توسان هي اسان جون راجوٽيون ڳالهيون هيون. چڱا چوندا آهن ته پوءِ پنهنجي ڳالهه تي بيهندا آهن. اوهان پنهنجي زبان سان اسان کي چيو ته هيئن مينهون اسان جي تر مان ڪاهجي ويون آهن اهي ورائجن، نه ته انهن جي عيوض ۾ ٻيون هٽي اچجن. اسان تنهنجي چوڻ تي اهي ڪم ڪيا. تون ته پاڻ حڪمران آهين هاڻي پنهنجي ڳالهه تان ڦرين ٿو. اسان کي چئين ٿو ته سرڪار اوهان کي پڪڙي ٿي. تون اسان کي بچائين ٿو؟ اها وري ڪهڙي ڳالهه آهي؟"

اتاهين شروعات ٿي پهرئين حر تحريڪ جي مارشل لاءِ جي مطلب ته جهيڙي لاءِ ميدان هموار ڪيو ويو، ۽ جهيڙي وڌڻ جو اصل سبب اهو هو. پير صاحب علي گوهر شاهه ثاني ان وقت سجاده نشين هو. فقيرن ڏنو ته سرڪار وارن پاڻ چيو هو هاڻي پنهنجي ڳالهه تي نٿا بيهن ته پوءِ هنن فقيرن جواب ڏنو پوليس وارن وٽ اچڻ وڃڻ ڪان ۽ حاضري پرائڻ ڪان. جيئن قاعدي جي انحرافي ڪبي آهي. تيئن باقاعدي مزاحمت defy ڪيائون يا resistance شروع ڪيائون. پوءِ بچو کي بادشاهه ڪيائون، پيروءِ کي وزير ڪيائون، خميسي کي ڪوتوال ڪيائون، فتلو ڏاهريءِ کي قاضي ڪيائون، ۽ ٻيا جيڪي عهدا ٿيندا آهن، سي ٻين فقيرن کي ورهائي ڏنائون. مڪيءِ جي مورن جو تعداد گهٽ وڌ ٿيندو رهيو، پر پوءِ شاعرن، ملن محمود ۽ ٻين جڏهن انهن کي ڳايو ته ٻارهن چڻن کي ڳايائون.

انگريزن جي صاحبيءِ ۾ چوڏهين صديءِ سير،
پر ڏر اچي پيدا ٿيا بـانـڪـا بـيـنـظـير،
ٻـارهـن جـڻـا ٻـاهـروٽيا هئا مڪيءِ پاسي مير،
بـچـو تـن جـو بـادشـاهـ پـيـرو تن وزير،

اهي بيت آهن جيڪي ان وقت مشهور ٿيا ۽ ميراثي مڱتا، مگڻهار ٻاهرين محفلن ۾ ڳائيندا هئا، ۽ ضائفائون (عورتون) گهرن ۾ رات جو ڳيچن طور ڳائينديون هيون ۽ سرڪار تمام سخت ڪاوڙي انهن بيتن جي ڳائڻ تي. ايتري قدر جو پنهنجا جاسوس اندر موڪلي اهي بيت ۽ ڳيچ لڪرايائون ۽ پوءِ انهن جي ڳائڻ تي سختيءِ سان پابندي وڌائون. جيڪو ماڻهو اهي بيت چوندي يا ڳائيندي





ڏٺو ويندو هو ته ان کي پڪڙي جيل ۾ وجهي ڇڏيندا هئا. سردار محمد يعقوب پنهنجي ٽيهين سيپٽمبر ۱۸۹۸ع واري خط جي انين پيراگراف ۾ ان جو ذڪر ڪيو آهي ته ڪيئن حڪومت پريشان ٿي ۽ پوءِ ڪهڙا قدم کڻي ان ڳالهه کي بند ڪيائون. لکيو: ٻاهروٽيا معنيٰ وٽ ڪان ٻاهر نڪتل، قانون جي حد ڪان ٻاهر نڪتل. يعني Outlaws معنيٰ ته قانون جي دائري ڪان ٻاهر نڪتل. جيئن انگريزن جي ڪائونسل يا ڪيبينيٽ ٿيندي آهي، ان جا ميمبر ٿيندا آهن، تيئن سانگهڙ جي سرڪار پنهنجي ڪيبينيٽ ناهي، جيڪا انگريزن جي حرڪتن کي منهن ڏيندي. پوءِ انهن گهڻو زور ورتو. حڪومت وارن فقيرن کي مارڻ چاهيو. انهن کي ديسي "چغلن" جي طرفان، پيرين (پير کٽي اچڻ وارن) جي طرفان ۽ ٻين وٽان خطرا پيدا ٿيا. پوءِ ٻنهي ڌرين هڪ ٻئي جا ماڻهو ماريا. انگريزن جي چغلن کي ماريائون، جاسوسن کي ماريائون. گلو وساڻ. اسٽيل کي ۱۸۹۴ع ۾ بچوءِ وارن جي چپ جو اطلاع ڏنو. ان کي ڪجهه مهينن ڪان پوءِ حرن ماري ڇڏيو. جانب جي ڏوري جي وڏيري سهڻيين وساڻ کي آگسٽ ۱۸۹۵ع ۾ ماريائون جو ان ڪيرين کي پنهنجي ڳوٺ مان لڏائي ڇڏيو هو. نائڪ جوالسنگهه کي ڀهرمبريءِ جي ميڙي تي ۱۸۹۵ع ۾ ماريائون جو اهو حرن کي مارڻ لاءِ خاص ديوٽيءِ تي آيل هو. تڳيو وساڻ پڳي يا پيري هو ان کي ڊسمبر ۱۸۹۵ع ۾ رات جو گهر سنتي ماري ويا. هڪڙو بلو انڙ نالي همراهه هو جنهن سرڪار جي طرفان جاسوسن جو هڪڙو ٽولو تيار ڪيو. اسٽيل پنهنجي خط نمبر ۴۹۶ مؤرخه ۲۵ مئي ۱۸۹۶ع ۾ ان جي ڪارنامن جون وڏيون کي ساراهون لکيون آهن. اهو بلو آگسٽ ۱۸۹۶ع ۾ گم ٿي ويو ۽ حڪومت وارن کي وري نظر ڪونه آيو. (اسان جي ڳوٺ جي پرسان) ٻسيءِ ۾ وڏيري وارث ناريجي کي ٻن ٻين ماڻهن سميت ۱۸۹۸ع ۾ ماري ويا. اهو واقعو وري ان زماني جو آهي جڏهن ٻيهر حر تحريڪ اڀري پير شاهه مردان شاهه صاحب جي اوائلي زماني ۾.

پير صاحب علي گوهر شاهه ثانيءِ کي حڪومت وارن چيو ته اوهان کي گرفتار ڪنداسون نه ته اوهان انهن ڀهروٽين جون ٻانهون ڏيو. پير صاحب اهو چئي انڪار ڪري ڇڏيو ته رعيت اوهان جي آهن ۽ اوهان جي روپي جي ڪري ائين ڪن ٿا. هاڻي اوهان ڄاڻو اهي ڄاڻن. پوءِ پير صاحب کي گرفتار ڪري حيدرآباد ۾ آڻي نظربند ڪري رکيائون. پوءِ اتي وڏا ٻار جيڪي ٿي سگهن ٿا سي پير صاحب تي

وڃائون. زباني دڙڪن جا بار وڃائون، بين ڳالهين جا، تمام گهڻا ڪي بار وڃائون. پوءِ جڏهن فقيرن کي انهن ڳالهين جي خبر پئي ته چيائون ته "هاڻي هيءُ اسان جو مرشد آهي. سندس طبيعت به نيڪ نه ٿي رهي. سو اهڙي کا ڳالهه ڪجي جو پير صاحب تي بار نه اچي. پوءِ جيڪڏهن اسان کي پيش پوڻ جو حڪم ڪري ته ڪٽي پيش به پئون."

تڏهن چيائون ته پير صاحب اسان کي ڪڏهن پيغام ڪونهي موڪليو ته ڪو اوهان پيش پئو submit ڪيو يا چا. پوءِ فقيرجيڪي وٽن ايندا ويندا هئا انهن جي هٿان مرشد کي چوائي موڪليائون ته اسان ڪنهن به حالت ۾ نٿا چاهيون ته اوهان اتي انهيءَ (نظربنديءَ جي) حالت ۾ هجو. ڪنهن به نموني (حڪومت سان) ناهه ٿئي ته اسان پيش پوڻ لاءِ تيار آهيون. پوءِ پير صاحب جن انگريزن سان ڳالهيون هلايون. پير صاحب ساڻن ناهه ڪيو پر ايترو (چيائون) ته "فقيرن کي سمجهائيندا سون، باقي بي ڪابه ڳالهه نه ٿيندي. اوهان اتي وڃو، وڃي ماڻهن کي جهليو يا بيو جيڪي ڪرڻو هجيو سو ڪو ڪريو. باقي ٽي ماڻهو اسان اوهان کي ڏينداسون. آخر اهي ٽي ماڻهو نڪي چور آهن نڪي ڌاڙيل. اسان جا رڳو مريد آهن. اسان جا غلام يا ٻانها ڪونهن. اسان سان هنن جي روحاني عقيدت جي واٽ آهي. باقي جي لاءِ ڪري اسان هنن کي چونداسون، باقي بي کا وڌيڪ ڳالهه نه ٿيندي."

(ملهار فقير چوي ٿو ته فيصلو اهو ٿيو ته جيڪي ماڻهو پيش پوندا انهن سان نرمي ڪبي، انهن کي جيئن اسلامي ۽ قانوني اصول آهي پيش پوڻ واري جو، ان مطابق ڦاسيءَ جهڙي کا وڏي سزا ڪانه ڏبي باقي بي کا سزا ڏئي سگهبي. پر پوءِ جڏهن ماڻهو پيش پيا ته انهن سان ڪابه نرمي اختيار ڪانه ڪيائون. انهن کي بين مجرمن وانگي سزا ڏنائون، ماڻهن جا ميڙ گهرائي انهن جي وچ ۾ انهن کي ڦاسيون ڏنائون. سردار محمد يعقوب، جيڪو ان زماني ۾ ڊپٽي ڪمشنر هو، پنهنجي خط ۾ لکي ٿو ته حڪومت جي عزت انهيءَ ۾ ڪانهي ته پير صاحب جي چوڻ تي ماڻهو پيش پون. حڪومت جي عزت انهيءَ ۾ آهي ته حڪومت پاڻ انهن ماڻهن سان سختيءَ سان ختم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿئي. تڏهن چئبو ته حڪومت جي بالادستي ٿي، حڪومت جو ڌهڪاءُ دلين تي ٿيندو. سو هي حڪومت وارا پاڻ باهه ڏيارڻ وارا هئا ۽ انهن اهڙيئي نموني ڪاروبار هلائڻ چاهيو ٿي ۽ ائين هلايائون.





مصلحت گهرن ها ته اهڙا قدم کڻن ها جن سان عوام به خوش هجي ها ۽ پاڻ به خوش هجن ها!)

بهرحال پير صاحب هتان (حيدرآباد مان) ڦوٽا ۽ مصري سلامن طور ڏياري موڪليا جيڪي پير بخش وساڻ کي اچي مليا ته فقير هاڻي وڃي سر ڏيو. سر ڏيو جو مطلب چا ته مڪيءَ ۾ هوئنن ته اهي پڳل هٿ ڪونه ٿي آيا. سر ڏيڻ جو مطلب ته "اهڙي هند هٽيڪا وڃي ويهو جو حڪومت وارا چاهين ته اوهان کي جيئرو پڪڙين، چاهين ته اوهان کي مارين. پر اتان پڇي نه وڃجو، گم نه ٿي وڃجو، پڙ تي بينا رهجو." مڪي ته اهڙي جڳهه هئي جو دشمن سان مقابلو ڪرڻ ڪان پوءِ وري به ماڻهو گم ٿي سگهيو ٿي. ته ائين گم ٿي وڃڻ جي اجازت ڪانه هئي. تنهن پهرئين معرڪي ۾ ٽي چڙا هئا. پير بخش وساڻ، تڳيو فقير چانگ، ٽيون گلو پٽ پريو موچي جيڪو نظاماڻين جي ڳوٺ جو هو، اهي ٽي پهرئين معرڪي ۾ ويا. پير بخش چوائي موڪليو ته "قبلا، ڳالهه جيڪا اوهان ڪئي آهي سا اسان کي منظور آهي. اوهان جيئن مهرباني ڪئي جو نياپو موڪليو، اسين سر ڏيڻ لاءِ حاضر آهيون. هاڻي حڪومت وارا اوهان کي ڇڏين، اها خاطري هجي ته اوهان کي ڇڏيندا جو اوهين درگاهه تي اچو. بي ڳالهه ته اسان کي هڪ هڪ ڏڪ جي موڪل ڏيو." پير صاحب چوائي موڪليو ته "ها، هاڻي معاهدو ٿيو آهي ۽ هنن قبول ڪيو آهي ته اسان کي وري درگاهه تي وڃڻ ڏيندا. وڌيڪ اسان کي تڪليف نه پهچائيندا. باقي اوهان ٽن ڄڻن کي ٽن ڏکن جي نه پر (ٽنهي کي گڏي) هڪڙي ڏڪ جي موڪل آهي." پوءِ "جهوڙي جي لئي" ڪري چون ٿا، سانگهڙ ڪان اتر طرف ڏانهن آهي. هاڻي ته اتي ڪو لئو ڪونهي ڪو. مون ڊپٽي ڪمشنر کي چيو هو ته اتي ڪو نشان لڳرائي ڇڏيو جو اهي تمام وڏيون وڏيون ڳالهيون آهن، تاريخي يادگار آهن. پير صاحب حڪومت وارن کي ٻڌايو ته هنن وٽ هڪڙي بندوق آهي: بيو ڪوبه هٿيار ڪونهي ڪو. هڪڙي ڏڪ جي هنن کي موڪل آهي. ليوڪس کي غلام محمد ڪيرئي وڃي اطلاع ڏنو. جولاسنگهه جو پٽ مياسنگهه جيڪو ڪمانڊر هو، لانسر جو يا ڪنهن بئي دستي جو، سو پنهنجي پيءُ جولاسنگهه جو وير وٺڻ لاءِ آيو هو. انهيءَ چيو ته مونکي اجازت ڏيو ته آءٌ پنهنجي پيءُ جو پلاند وٺان. هاڻي خبر هئي ته ٽي ماڻهو آهن. وينا آهن هٿيا، انتظار ۾. هنن وٽ بندوق هڪ آهي، سو مياسنگهه تمام بهادري ڏيکاري ته هاڻي موقعو مليو آهي پنهنجي پيءُ جو ٿو

وجي پلاند وٺان. پوءِ اها پلٽڻ جيڪا موڪلي هئائون تنهن کي ٻڌايو هئائون ته جهوڙي جي لئي هيٺ ٿئي مڙس ويٺا آهن. مياسنگهه گهوڙو ڀوڙائي حملو ڪري آيو. پوءِ هڪڙي ڏڪ جي ته فقيرن کي موڪل هئي. پير بخش فقير هڪڙو ڏڪ هٽي مئي سنگهه کي ليٽائي ڇڏيو.

۽ ٻيا ٿي هڪڙي ٻئي معرڪي ۾ ويا. غلام محمد جي گهٽ جي پريان ڏڪنبي يا ٽڪنڊي وٽ اهو معرڪو ٿيو. پلو پٽ گلو ڳاهو انهن جو اڳواڻ هو. مصري ڳاهو ۽ عثمان هگورجو، بچو فقير جي سهري ڏينوءِ جي هٽان ليوڪس ڏانهن نياپو ڏياري موڪليائون ته اڄ اسين فلاڻي هنڌ ويٺا آهيون. پر غلام محمد ڪيرئي اڳواٽ وڃي ليوڪس کي ٻڌايو هو سو چون ٿا ته پنج هزار سپاهين سان پهچي ويو. ملهار فقير چوي ٿو ته هي جوڏا جوان پاڃ ڪان ويهوٺا سپاهي ماري پاڻ شهيد ٿيا.

بهرحال انهن ڇهن ڄڻن ائين سر ڏنو. فتلو قاضي ڏاهري ۽ سومار ڳاهو نوازئي موچيءَ کي مارڻ ويا، پر پاڻ مارجي ويا. خميسو وساڻ گر ٿي ويو، شايد ڪنهن هنڌ مارجي ويو. راڻو وساڻ وينل ٻاڪوڙو مرشد جي حڪم موجب پيش پيو. ان کي ست سال ٽيپ ڏئي ڪاري پاڻيءَ موڪلي ڇڏيائون. باقي ٻه ڄڻا بچو بادشاهه ۽ عيسو ڏاهري سي ۱۸۹۶ع ۾ پير صاحب علي گوهر شاهه جي حڪم تي پيش ڪونه پيا. ڪي سر ڏنائون. پر ۱۸۹۸ع ۾ پير صاحب شاهه مردان شاهه جي زماني ۾ سندن حڪم مطابق سردار محمد يعقوب وٽ هالا ۽ ميرپور خاص ۾ پيش پيا. سردار صاحب کين ميرپور جي اسپيشل جج ڊيوس جي ڪورٽ ۾ پيش ڪيو جنهن کين ڦاسيءَ جي سزا ڏئي ڇڏي ۽ ٻنهي کي سانگهڙ ۾ آڻي چوسول تي ڦاهي ڏنائون. انهن فقيرن مان جن کي ڦاسيون آيون ۽ جيڪي شهيد ٿيا، ۽ جيڪي جهليا سي سڀ سانگهڙ ۾ دفن ٿيل آهن. اڳي ته تربتون نيون هيون. انهن تي نالا به ڪونه هئا. پوءِ (ڊاڪٽر بلوچ صاحب چيو ته) مون چيومان ته مهرباني ڪري هنن تي نالا هٽائي ڇڏيو. هاڻي ٻڌو اٿم ته نالا هٽائي ڇڏيا اٿن. ٻيا فقير جيڪي هئا سي ڪي ڪٽي ته ڪي ڪٽي ته ڪي ڪٽي.

الغرض ته پير صاحب حزب الله شاهه جي وفات کان پوءِ هڪڙي رٿيل ۽ سٽيل منصوبي تحت اهڙيون حالتون پيدا ڪيون ويون ته جيئن اڳ ۾ ماڻهن کي آيارجي اٿارجي، پوءِ وري انهن کي سندن گناهن جي سزا ڏجي. اهو هڪڙو وڏو





پلان هو. ان ۾ انگريزن جي جيڪا ڪوشش هئس سا گهڻي حد تائين ڪامياب وئي ان ڪري جو گهڻا وڏا فقير جيڪي وڏين همتن وارا هئا سي شهيد ٿي ويا، ڪي ڦاسين تي چڙهي ويا، ڪي جيلن ۾ ويا هليا. پر ان کان پوءِ انگريزن باقاعدي هڪڙو نظام سمجهو ته جاچ (surveillance) جو شروع ڪيو. ۱۸۹۵ع ۾ ڦهريون لوڙهو جانب جي ڊوري ۾ رکيائون جتي سيني چرندڙ پرندڙ ماڻهن کي، جيڪي هنن جي لسٽن ۾ هئا، تن کي آڻي بند ڪيائون. جيڪي ماڻهو هئا تن کي ٻن پاڳن ۾ ورهايائون. هڪڙا اهي جيڪي لوڙهن يا ڪنسنٽريشن ڪيمپن ۾ آڻي رکيائون. ٻيا جيڪي هئا سي ٻئي نموني جا تن جي هسٽري شيٽ کوليائون. لوڙها رڳو هن وقت (۱۹۴۲ع) ۾ ڪونه هئا، پر لوڙها تڏهن کان شروع ٿيا. انهن لوڙهن جي هيئت ۽ صورت ٻي هوندي هئي. چوڌاري لوڙهو ڏنل هوندو هو. ماڻهو انهن جي اندر گهربار اڏي ويهن. ڏينهن جو پرمٽ تي ٻاهر وڃن، ٻاهران ڪمائي اچن، پر رات وري اچي لوڙهن ۾ رهن. رات جو هنن جي حاضري ٿئي. هسٽري شيٽر وري اهي هئا جن لاءِ حاضريءَ جو رجسٽر کوليو ويو ته رات پلي پنهنجي گهرن ۾ رهن، پر ڏينهن جو ٽاڻي تي اچن ۽ اچي حاضري پرائين. رجسٽر ۾ انهن سيني ماڻهن جا نالا داخل ٿيل هوندا هئا. ڀهراڙيءَ ۾ جيئن اسان جي ڀهراڙيءَ وارا ان ڳالهه کي "نشان هٽائڻ يا نشان لڳائڻ" چوندا هئا ته "فلاڻي جو نشان لڳو." اهو انهيءَ ڪري جو انهن ماڻهن کي گهرائي انهن جا پار پتا (سوانح عمري) وٺندا هئا. پوءِ انهن جي آڱرين ۽ آڱوٺن جا نشان وٺندا هئا. مخالفت وارا به حڪومت وارن کي خبر رساني ڪندا هئا ته هي ماڻهو پير صاحب پاڳاري جو مريد آهي. چوندا هئا ته "فلاڻي چئو چائو ڪرائي فلاڻي جو نشان هٽايو." حڪومت وارا انهن کان بيان وٺندا هئا ته هيءُ برابر پير صاحب پاڳاري جو مريد آهي. سندن مجرم هئڻ لاءِ اهوئي ڪافي هو ته هو پير صاحب پاڳاري جا مريد هئا. (ماڻهن جي اچي جو ٻيگهي متي سو پنهنجي مخالفن جا نالا ڏياريو انهن جا نشان هٽايو ڇڏين. هو هتي سرڪار وٽ قابو، پويان سندن ڊور ڊنگهر، زالون ٻار ٻين جي حوالي. خدا ڪان سواءِ، نڪو واهه نڪو وسيلو، نڪو يار نڪو مددگار.)

پاڳاري علي گوهر شاهه صاحب جن شرطن تي پيش پوڻ ۽ سر ڏيڻ لاءِ آماده ڪيو هو سي انگريزن پورا نه ڪيا. مطلب اهو هو ته جيڪي حڪومت وارن جي نظر ۾ ڏوهاري هئا سي جڏهن پيش پيا ته ٻين عام ماڻهن تان ڏولائو لهندو، سختي

گهٽ ٿيندي، ۽ صلح سانت وارو دؤر موٽي ايندو. پر انگريز وٽ صلح سانت جي معنيٰ اها هئي تہ ماڻهو اسان جي قبضي ۾ هجن. اسان جي اجازت کان سواءِ ساهہ بہ نہ کڻن. ان ڪري سورهين ۽ منصورن جي وڃڻ کان پوءِ انگريزن واندو ٿي عام مريدن تي سختيون ڪيون. نڪو ڪو چوڻ وارو هو نڪو ڪو آکڻ وارو. ملهار فقير چوي ٿو تہ پير علي گوهر شاهہ صاحب کي منصورن جي ائين شهيد ٿي وڃڻ جو تمام گهڻو ڏک ٿيو. (لا محالہ انهيءَ ڳالهہ جو ڏک ٿيو هوندن تہ انگريزن جي رويي ۾ مريدن لاءِ نرمي اچڻ بدران سختي وڌي وئي.) انهيءَ ڏک ۾ ئي پاڻ وفات ڪيائون.





# پير شاهہ مردان شاهہ صاحب جو زمانو (١٨٩٧-١٩٢١ع)

علي گوهر شاهہ صاحب جن وفات ڪئي تہ کين ڪو نرينہ اولاد ڪونہ هو. پنهنجي وفات کان اڳ هن صاحب پنهنجي ننڍي ڀاءُ شاهہ مردان شاهہ جي پڳ ٻڌڻ جي وصيت ڪري ڇڏي هئي. انگريز جيئن اڳي بہ ڪري چڪا هئا، مظفر شاهہ صاحب کي آسرو ڏنائون تہ "توهان پريوي ڪائونسل ۾ اپيل ڪريو تہ گادي اوهان کي ملندي." پير حزب الله شاهہ صاحب جي ننڍي هوندي گاديءَ تي ويهڻ وقت بہ انگريزن ڪن ماڻهن کي تيار ڪري اڳيان ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون هيون جن جي ڪري پيرن جا تعلقات انگريزن سان خراب رهيا. اها هڪڙي تلوار هئي انگريزن جي هٿ ۾ جيڪا گادين وارن جي مٿي مٿان ٽنگي رکندا هئا. هين سلسلن جي گادين لاءِ بہ انگريز انهيءَ جنگي هٿيار کي استعمال ڪندا رهندا هئا. انهيءَ مان ٽي فائدا هئا، اول تہ گاديءَ ۾ ٻڌي نہ رهندي، ڏقير رهندو، ٻيو تہ انگريزن کي ٽياڪڙ بنجي ڳالهين کي ٽوڙڻ موڙڻ جو موقعو ملندو، ٽيو تہ ڪنهن بہ وقت جيڪڏهن هڪڙو گاديءَ وارو سندن هٿن مان نڪرندو ڏسڻ ۾ ايندو تہ ٻيو اڳهين تيار هوندو اڳئين جي جاءِ والارڻ لاءِ. ٽياڪڙي دوران انگريزن جي دلچسپي انهيءَ ڳالهہ ۾ هوندي هئي تہ فيصلو هڪڙي پاسي نہ ٿي وڃي جو جو فيصلو هڪڙي پاسي ٿيو تہ پوءِ انگريزن کي ڀڃ ڳهڙ ڪرڻ جو تہ ٻيو ڪو سبب ڪونہ بچندو. ان ڪري فيصلي ڪرڻ ۾ بہ اينگهہ ڪندا هئا. جيئن ڳالهہ ڳڏي پئي هجي، جيئن ماڻهن جو اندروني جهڳڙو جاري رهي. بهرحال، شاهہ مردان شاهہ صاحب جي معاملي ۾ بہ مظفر شاهہ جي تلوار مٿي تي لٽڪائي ڇڏيائون. جيستائين گاديءَ متعلق مريدن جي نقطۂ نظر جو تعلق هو تہ ان لاءِ ڪنهن انگريز جي فيصلي ڪرڻ جي گنجائش ئي ڪانہ هئي، ڇو تہ اصول پڪا ۽ پختا موجود هئا ۽ گادي انهن اصولن پٽاندڙ ورثي ۾ ايندي هئي. جيڪڏهن اڳئين پير کي نرينہ اولاد آهي، پوءِ پلي صغير آهي يا ڪبير آهي، گادي ان کي ملندي. ٻئي ڪنهن ڀاءُ يا چاچي يا ماميٰ جو گاديءَ سان ڪو واسطو ڪونهي. جيڪڏهن نرينہ اولاد هڪ کان وڌيڪ آهي تہ لامحالہ گادي وڏي پٽ وٽ ويندي، سواءِ انهيءَ جي جو موجوده پير پنهنجي زندگيءَ

۾ وفات ڪان اڳ زبانين يا ٻين ماڻهن جي سامهون يا لکت ۾ انهن مان ڪنهن هڪ جي نالي چٽي وڃي. جنهن پير کي نرينهه اولاد نه هوندو اهو پنهنجي حياتيءَ ۾ ضرور ڪنهن نه ڪنهن جي نالي وصيت ڪري ويندو. جنهنجي نالي هن وصيت ڪئي اهو گاديءَ جو حقدار ليکبو. انهيءَ معاملي ۾ مريد يا سلسلي وارا ٻاهرين ڪابه مداخلت برداشت نه ڪندا هئا. مريد چوندا هئا ته هيءَ گادي هڪڙي روحاني سلسلي جي گادي آهي ان جو حڪومت جي ڪورٽن ۾ فيصلن سان ڪهڙو واسطو؟ سا به حڪومت هڪڙي ڪافر غير مسلمان جي، ان جو رڳو ائين چوڻ ئي ماڻهن کي ڪاوڙائڻ لاءِ ڪافي هو ته انگريز فيصلو ڪندو ته ڪير لائق آهي گاديءَ تي ويهڻ جو.)

پاڳارو شاهه مردان شاهه (ڪوٽ ڏڃي) هڪڙو وڏو عالم هو. وڏي علم وارو ۽ داناءُ هو. هن انهيءَ سڄي صورتحال کي جاچيو size up ڪيو ۽ انهيءَ فيصلي تي پهتا ته جيڪي حالتون آهن سي صحيح ناهن. جو هنن ته باقاعدي رجسٽر ڪولي مريدن کي پرمننٽ سرويلنس ۾ رکيو آهي، لوڙهن ۾ رکيو آهي. سڄي ملڪ ۾ جيڪي مريد آهن انهن تي اها سختي جاري آهي. پاڻ انهيءَ فيصلي تي پهتا ته اسين هن وقت اهڙيءَ حالت ۾ ناهيون جو انگريزن جي طاقت کي منهن ڏئي سگهون. انگريزن جي طاقت جيڪا هئي تنهن کي ڏسي اسان کي في الحال سڄي ڳالهه نرمائيءَ سان چپ چاپ ڪرڻ گهرجي. پير صاحب جو خيال هو ته جيستائين ماڻهو پڙهيل لکيل ناهن، educated ناهن تيستائين جيترو به مقابلو ڪندا، resist ڪندا ته اهو ڪري نه سگهندا جيڪو ڪرڻ چاهين ٿا. تنهن جي ڪري پير صاحب انگريزن سان ڳالهايو. انهن سان گويا اهو صلح ڪيو ته اوهان سان اسان جي ڪا لڙائي ڪانهي ڪا. اوهين اسان کي صلح سانت سان، peaceful رهڻ ڏيو. جيڪڏهن اوهان سمجهو ٿا ته مريد پڙهيل لکيل ناهن تڏهن ٿا اوهان جي مخالفت ڪن ته اسين انهن مريدن کي تعليم ڏياريون ٿا، هنن لاءِ مدرسا کوليون ٿا. (جيئن پنهنجي ڪرت سان رهن ۽ اوهان سان مقابلي ۾ نه اچن.) تنهن ڪان پوءِ پير صاحب مڪتبن جو هڪڙو وڏو سلسلو شروع ڪيو. تمام گهڻا مڪتب (اسڪول) کولرايائون. ممڪن آهي ته سڄيءَ جماعت وارن علائقن ۾ ڪي هزار ڪن اهڙا مڪتب هجن، هر ڳوٺ ۾ هڪڙو مڪتب، (جتي به لکيل پڙهيل هو ته ان جي ذميداري ٿي ته مڪتب کولي ٻارن کي پڙهائي. ان لاءِ حڪم ڪيائون ته اتي جيڪي به ڇوڪرا پڙهڻ جيڏا





آهن، ستن يا ڏهن سالن جا هجن تن کي به موڪليو ته اتي وڃي پڙهن. ڊاڪٽر بلوچ صاحب چيو ته هڪڙو مڪتب ڪرم الله ڏاهريءَ جي ڳوٺ شهدادپور تعلقي ۾، جمڙائوءَ واهه جي الهندي پاسي کوليائون. منهنجو چاچو ولي محمد خان، جنهن مونکي پڙهايو هو، اتي پڙهڻ ويو ۽ هڪ درجو پڙهيائين. هڪ درجو ماڳهين. ان مڪتب ۾ هڪ درجي جي پڙهڻ سان، سڄي عمر، ليکا چوکا ڪندو رهندو ۽ چٺيون وغيره ڪيندو هو. چئبو ته انهيءَ مڪتب جي تعليم اهڙي ته ڪا هئي، جو هڪ سال ۾ هنن شاگردن کي ايترو پڙهائي تيار ڪري ڇڏيو! انهن مڪتبن ۾ بنيادي پڙهائيءَ سان سمجهو ته هڪڙو نئون روح ڦوڪجي ويو ۽ پنهنجي سگهه کي (نابود ٿيڻ کان) بچائي ورتائون، پاڻ سنڀالي ورتائون.

انهيءَ کان سواءِ شاهه مردان شاهه صاحب اهو به ڪيو جو اڄان ڪي منصور موجود هئا تن کي پيش پوڻ لاءِ چيائون. بچو بادشاهه ۽ عيسيٰ ڏاهريءَ وارا اڳي پيش نه پيا هئا، سي هاڻي شاهه مردان شاهه جي چوڻ تي اچي پيش پيا. پر انهن سان به انگريزن ڪا رعايت ڪانه ڪئي.

(انگريز ان وقت مخالفن سان ائين ڪندو هو جيئن اڄ اسرائيل وارا فلسطينين سان ڪن ٿا. هوبهو اهو ساڳيو فلسفو آهي. اسلام جو طريقو آهي ته جيڪو پيش پيو ته لڙائيءَ جا سڀ قاعدا قانون بدلجي ويندا ۽ صلح ڏانهن قدم وڌائبو، پر هنن قومن اهو سکيو ئي ناهي ته جيڪو ڪالهه دشمن هو ان کي بخشي سگهجي ٿو، ان سان اڄ رعايت ڪري ڪيس پنهنجو بنائي سگهجي ٿو. اها ڳالهه انهن قومن وٽ اصل کان آهي ئي ڪانه.)

## لوڙها (Concentration Camps)

سائين شاهه مردان شاهه جي زماني ۾ ويتر وڏي پيماني تي سنڌ ۾ لوڙها قائم ڪيا ويا جرمنيءَ ۾ ڪانسنٽريشن ڪيمپس، پوءِ ٿيون، سنڌ ۾ انگريزن اڳ شروعات ڪئي. سانگهڙ، سنجهوري، جهول، ڪاڻ، ڳنگو، ڪلڻ، ڪنگ پٽي، سوراهه، پڙي، جلالاٽي (سڪرنڊ) ۽ دڙي ۾ لوڙها رکيائون، جن ۾ سردار محمد يعقوب جي چوڻ مطابق سنڌ جي يارهن تعلقن مان ١٥١ ڳوٺن مان ٤٨٧٩ بالغ مرد ۽ عورتون (نابالغ ٻار انهن کان سواءِ) ماڻهن کي انهن لوڙهن ۾ آڻي واڙيائون. اهي

لوڙها ڪڍهن گهٽ نه ڪڍهن وڌ، پر پاڪستان نهڻ تائين رهيا. انهن لوڙهن ڪان سواءِ جيڪي وڏا فقير ان زماني ۾ هئا، تن کي ملڪ کان ٻاهر ڪڍي ويا ڪنسنٽريشن ڪيمپن ۾ شروع ۾ ڪي سرحد ۽ پنجاب ڏي به موڪليائون، پر پوءِ گهڻا تڻا دکن، مهاراشٽر ۽ راجستان جي علائقن ڏانهن موڪليائون. ان ڪانءُ سواءِ شاهه مردان شاهه صاحب جي زماني ۾، سردار محمد يعقوب لکيو آهي ته ٽن قسمن جي ڌارين کي آٽي حرن جي علائقن ۾ رهايائون. هڪڙو ته بگٽين جي نواب شهباز خان کي چار هزار ايڪڙ زمين ڏئي آٽي حرن جي علائقي ۾ رهايائون ته انگريزن جي خيرخواهيءَ ۾ حرن سان مقابلا ڪن. محمد يعقوب چوي ٿو ته اهو نواب تمام هوشيار ۽ سگهارو بزنس-لائڪ business-like ماڻهو آهي جنهن تي هر قسم جو پروسو ڪري سگهجي ٿو. نواب صاحب پاڻ سان هڪ سؤ گهر بلوچستان مان وٺي آيو ۽ بگٽين جو ڳوٺ اچي ٻڌايائين جنهن کي ڪوٽ نواب ڪري ٿي سڏيائون. انهن بگٽين کان سواءِ پنجاب جي مسلمان ۽ سک رٽائرڊ فوجين کي زمينون ڏئي آٽي ڪالونائز ڪيائون. ٽيان سنڌ جا رٽائرڊ عملدار هئا، جن کي هتي هتي رهايائون ته جيئن حرن سان رلي ملي وڃن ۽ حڪومت کي خبرون رسائيندا رهن.

وري جڏهن دنيا جي پهرين وڏي جنگ (۱۹۱۴ع) ۾ تي يا اجان ٽيڻ واري هئي ته پير صاحب کي انگريزن آزمائڻ چاهيو ته ڏسون ته اسان سان ڪيتري ٿو وفاداري ڪري. انهيءَ جنگ جي لاءِ به پير صاحب مالي مدد به ڪئي ۽ ڪي پنج سؤ ڪن فقير به فوج ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ڏنا. پر انگريز سمجهندو هو ته وٺڻ هن جو حق هو، ڏيڻ جي ڏينهن ته هو ڇاوائي ڪونه هئا. اهي ڳالهيون ڪي سوليون نه ڪونه هيون. شاهه مردان شاهه صاحب صلح ورائڻ جي ڳالهه تي، حڪومت مريدن تي سختين ڪرڻ تي. ان ڪري جيتوڻيڪ بظاهر انگريزن سان سنا تعلقات رهيا (ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي حد تائين) پر وڏي ليڪي هڪڙي سطح تي ڪشمڪش رهي. ماڻهن تي سختيون رهيون، پر ۱۸۹۳ع واري صورتحال پيدا ڪانه ٿي جنهن ۾ انگريزن حرن کي ديده دليريءَ سان ماريو پئي ۽ حرن انگريزن جي چغلن کي قتل پئي ڪيو. ليڊرشپ جو هئي ته ماڻهو سختيون سهيو ماٺ ڪيو ويٺا رهيا.

پاڳاري شاهه مردان شاهه صاحب (ڪوٽ ڏٺي) ۷ ربيع الاول ۱۳۴۰هه برابر ۸ نومبر ۱۹۲۱ع اڳاري جي ڏينهن تي وفات ڪئي، ايستائين ٽيويهن چوويهن سالن





جو وڏو عرصو ملي ويو مريدن جي سگهه کي بچائڻ جو، ساهه پٽڻ جو، تازي دم ٿيڻ جو (conservation, recuperation, and rebuilding) جو ۽ اهو ڪافي وڏو عرصو هو. چوويهه سال، به نسل ماڻهن جا جڙ ته ٿيا، به پيڙهيون generations، سو وڏي دانائيءَ سان پير صاحب شاهه مردان شاهه جماعت جا داغ مٽايا ۽ سندن ڪمزوريون دور ڪيائون. ۽ هاڻي ماڻهو واقعي ذهني طرح intellectually بيدار ٿيا. اڳي جذباتي طرح (emotionally) بيدار هئا، هاڻي انٽيليڪچولي بيدار ٿيا. (ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن چيو ته ) شاهه مردان شاهه صاحب جي دؤر ۾ جڙ سجاڳي پيدا ٿي وئي هئي ۽ ماڻهن اهو سيڪجهه سمجهڻ شروع ڪيو هو ته انگريز ڪيئن اسان کي ستائي ٿو، ڪيئن اسان کي غلاميءَ ۾ رکي ٿو، ڪهڙيءَ طرح اسان کي هيسائڻ لاءِ طاقت ڪان ڪم وٺي ٿو ۽ ڪيئن هي ٻيا ماڻهو جيڪي مخالف آهن تن کي هٿي ڏئي ٿو، انهن ڪان مخالفانه بيان ڏياري ٿو، مريدن تي نشان هٽائي ٿو، نالي وارن مريدن کي ڏيهه نيڪالي ڏئي دربدر ڪري ٿو ۽ ڪهڙيءَ طرح ٻين وينلن کي ڦاسائي ٿو. اهو شعور ۽ احساس وڏي وقفي ڪان پوءِ انٽيليڪچول انداز تي ٿيو. ائين ته ڪونه هو جو هڪ هڪ ماڻهو ڪو جيل ويو، ٻن ٽن سالن لاءِ جيل ويو ۽ پوءِ ٻاهر نڪري آيو: يا هڪ اڌ ڪو ماڻهو هو جو ڦاسيءَ تي چڙهي ويو. هتي ته پيڙهين جو پيڙهين تائين ماڻهن سان ساڳيون عقوبتون ٿينديون رهيون. نڪي چور نڪي ڌاڙيل، نڪي قاتل نڪي زاني، پر ظالين مڙسين، ٻارين ٻچين لوڙهن ۾ پيا آهن. پوليس وارا بندوقون ڪنيو مٿان بيٺا آهن. بندوقن جي چانو هينان مايون آهن سي پيون ٻار ڄڻين. ماڻهو چاوا به لوڙهن ۾، نبنا به لوڙهن ۾، پرڻو به لوڙهن ۾ ته مرڻو به لوڙهن ۾! (آخر سنڌ جا هي ماڻهو سڀاڳ هئا ۽ ايتري سمجهه هين ته قدرت واري جي طرفان انسان کي لوڙهن ۾ گذارڻ لاءِ پيدا ڪونه ڪيو ويو آهي.) اها پنجويهه سالن تائين يڪي چوڪسي (سرويلنس) ائين لڳاتار رهي. انهيءَ جو عام ماڻهن جي ذهنن ۾ به ديرپا اثر ٿيو، ۽ هو وڏيڪ سمجهدار ٿيا ۽ سجاڳ ٿيا. انگريزن سان روبرو پاڻ به ڳالهائڻ شروع ڪيائون. انهن ڪان ۽ انهن جي چاڙتن ڪان همت ڪري پڇڻ لڳا ته "اوهين اسان سان اهڙو ورتاءُ ڇو ٿا ڪريو. اوهين چئو ٿا ته هي ماڻهو چٽ آهن، مسلمان ناهن. اوهان اچو اسان سان ڳالهايو. اسين لکيل پڙهيل آهيون. اسلام بابت اسان سان ڳالهايو. اسان جي ڪردار کي ڏسو. اسان جي روزن نمازن عبادتن کي ڏسو." انهيءَ قسم جا دليل آرگيومنٽ آيا. اها بيداري پير صاحب شاهه

مردان شاهه جي پڳداريءَ واري عرصي ۾ پيدا ٿي. جيڪي مايون هيون سي ٻه ذهني طور سجاڳ ٿيون. منجهائن ڪي ته پڙهيل لکيل هيون. انهن جا مثال ملن ٿا ته ڪيئن پنهنجي مرشد شاهه مردان شاهه صاحب کي عرض ڪيائون ۽ ڪيئن سرڪاري عملدارن سان سامهون ٿي ڳالهايائون ۽ پڙڪيدار سوال جُواب ڪيائون. پير صاحب جن لوڙهن ۾ ٻه مظلوم مريدن جي پوئواري ڪئي ۽ لوڙهن ۾ پاڻ وڃي ڪين تسلي ڏيندا رهيا. سڪرنڊ واري جلالاٽي لوڙهي يا جمڙائوءَ تي ڪنگ پٽيءَ واري ڪنهن هڪ لوڙهي جي ڳالهه آهي ته پير صاحب شاهه مردان شاهه انهيءَ ڪيمپ تي ويا ته ڏسن ته انهن ماڻهن جي ڪهڙي حالت آهي. پير صاحب جن اتي پاڻ ويا ٿي، اتي وڃي آٿت ٿي ڏنائون، ماڻهن کي سمجهايائون ٿي، دلاسو ٿي ڏنائون. اتي ماين پير سائينءَ کي عرض ڪيو ته ”قبلا! اسان عورتن جو ڪهڙو ڏوهه آهي جو اسان کي هنن لوڙهن ۾ رکيو اٿن؟ “

اها ڳالهه شايد ان زماني جي هجي جنهن ۾ انگريزن پهرين وڏي لڙائي (۱۵-۱۹۱۴ع) لاءِ مدد پئي گهري جو پير صاحب جن کي لوڙهن ڏسڻ جي اجازت ڏني هئاون. پوءِ پير صاحب جن ڪافي تدبر کان ڪم ورتو ۽ پنج سؤ محدود ماڻهن جي پرتيءَ جي اجازت ڏنائون. نتيجي طور سندن پڇاڙيءَ وارن ڏينهن ۾ شايد خلافت تحريڪ وارن ڏينهن ۾ انهن مان ڪي لوڙها ڪنيائون، يعني بند ڪري اتي رهيل قيدين کي يا ته آزاد ڪيائون يا ٻين لوڙهن ڏانهن منتقل ڪري ڇڏيائون) ٻين لوڙهن ۾ رهندڙ قيدين مان ڪن ماڻهن کي لوڙهن مان ڪڍيائون ۽ ڏيهه نيڪالي ڏنل ماڻهن مان ڪن کي واپس ملڪ آندائون. انهن ۾ هڪڙا ته اهي هئا جيڪي پيرسن ٿي ويا هئا، ۽ ٻيا اهي جن انگريزن سان پاڻ وڏي وڃي ڳالهايو ته هيترا سال اسين ڪيمپن ۾ رهيا پيا آهيون، يا هيترن سالن کان اسين نشان لڳل آهيون ۽ حاضريون پيا پريون. اوهان وٽ آهي اسان جي خلاف ڪو ثبوت. ڪا ڳالهه ڪانهي، اسان جو رڪارڊ ڏسو. اسان کي ڇو نٿا آزاد ڪريو؟ (جيڪي نشان لڳل هئا سي پندرهين پندرهين ڏينهن يا هفتي هفتي يا ٽئين چوٿين ڏينهن مقرر ڪيل ٿاڻن تي حاضري ڏيڻ ويندا هئا.)

اڳي ائين ڪونه هو جو لوڙهن ۾ رهي ماڻهو پنهنجي آزاديءَ جي خود گهُر ڪن. اها ڳالهه هاڻي پير صاحب شاهه مردان شاهه جي زماني ۾ پيدا ٿي. اهي جيڪي لوڙها ڪنيائون سي پير صاحب جن جي سياسي تدبر ۽ انگريزن سان محدود





معاون جو نتيجو هئا. ساڳئي وقت خلافت تحريڪ جي شروعات ٿي ۽ انگريز خلافت تحريڪ کان گهڻو ڊنا ٿي. سمجهيائون ٿي ته سندن خلاف هيءَ هڪڙو وڏو سياسي محاذ آهي. خلافت تحريڪ ٻين هند ۾ هئي، سنڌ ۾ ان جو ڪافي اثر هو. ان ڪري انگريزن چاهيو ٿي ته سنڌ جا مسلمان ان ۾ شامل نه ٿين. ڪين ان ۾ شامل ٿيڻ کان روڪڻ لاءِ ڪين ڪجهه سهوليتون ڏيڻ ٿي چاهيائون ته جيئن انهن کي پنهنجو ڪري سگهجي، ان ڪري چيائون ته هاڻي مسلمانن کي وري ٻيو رنگ ڏيکاريون. ڪي ڪي آسانيون به ڪري ڏنائون جيڪي اڳي ڪونه هيون ته جيئن ماڻهو چون ته حڪومت ڪهڙي نه چڱي آهي جو اسان کي آزاد هوا ۾ ساهه کڻڻ لاءِ ڪليو ڇڏي ڏنو اٿس! حالانڪ اهي ماڻهو بيڏوها بي دريافت ۱۸۹۵ع کان پوءِ جيلن ۽ لوڙهن ۾ پيا هئا ۽ انهن چڱيءَ طرح سمجهيو ٿي ته انهيءَ مهربانيءَ جي معنيٰ ڇا آهي. ماڻهن کي پنهنجو ڪرڻ لاءِ ڪي لوڙها ختم ڪيائون ۽ ڪي ماڻهو لوڙهن مان ڪڍيائون. ماڻهن کي خاص طور پير صاحب ۽ ٻين مسلمانن تي اهو اثر وجهڻ جي ڪوشش ڪيائون ته اسين مسلمانن کي پسند ٿا ڪريون. امن ۽ امان قائم ڪرڻ لاءِ ”امن سڀا ۽ ڪاميٽيون“ ناهيائون ۽ خاص طرح سان چيو ويو ته هي ملڪ اوهان جو آهي. اسان انصاف سان حڪومت ڪرڻ چاهيون ٿا. اسين اوهان کي ڪا تڪليف نٿا ڏيڻ چاهيون. پر ائين ناهي ته ڪو پير صاحب پاڳاري سان ڪا خاص مروت ڪيائون. ۽ ائين به ناهي ته (جيئن مائي ساره پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي) ته انگريز پيرن کي ٿي ڪم آيا ۽ پير انگريز کي ٿي ڪم آيا، يا پير صاحب پاڳارا انگريزن جا ڏوڙي پيچي، ساٿياري يا collaborators هئا جيڪي انگريزن جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ سندن هر چڱي مٺي ڪم ۾ سندن مدد ڪندا هئا يا ساٿ ڏيندا هئا.

(ائين بلڪل نه هو. مائيءَ کي الله ڏينهن ڏئي، پر بي انصافيءَ سان حد ڪئي اٿس. آخر حضرت عيسيٰ عليه السلام کي به رومين جي حڪومت هيٺ فلسطين ۾ رهڻو هو. ايڏي طاقت ڪانه هئس جو رومين کي ڪڍي يهودين جي حڪومت ملڪ ۾ بحال ڪري سگهي، جيئن سنڌ جي پيرن فقيرن کي ايڏي سگهه ڪانه هئي جو انگريز کي ملڪ مان ڪڍي سگهن. پوءِ مائيءَ ساره جهڙا هوشيار ماڻهو ان زماني ۾ به هئا. جيڪي دل ۾ وٽ وجهي وٽ واري ڳالهه ڪرڻ ڄاڻندا هئا ۽ پيغمبرن سان به ٺٺوليون ڪرڻ کان نه مڙندا هئا. اهڙا ماڻهو گڏجي حضرت عيسيٰ

عليه السلام کي واٽ تي ڦري آيا. ڪانئس اچي پڇيائون ته "ٽيڪس ڪنهن کي ڏيون؟" هنن جو مطلب هو ته جيڪڏهن چوي ته سيزر کي ڏيو ته چئون ته سيزر جو ساٿياري آهي، ان جو collaborator آهي، جي چوي ته سيزرَ کي نه ڏيو ته باغي ڪري ٻڌايونس. پر حضرت عيسيٰ عليه السلام ساره مائيءِ جهڙن اهڙن ماڻهن جي روح ۾ جهاتي پائي سمجهي ٿي سگهيو ته هنن جي اندر ۾ ڇا آهي، هي چو ٿا اهو سوال پڇن. چو ٿا ائين چون. تنهن ڪري پاڻ ڪيسي مان هڪڙو سڪو ڪڍي پڇندڙن کان پڇيو ته "هن سڪي تي مورت ڪنهنجي اڪريل آهي؟" ماڻهن چيو ته "سيزر جي." پاڻ فرمايائين ته "خدا جو جيڪو مال آهي سو خدا کي ڏيو، سيزر جو جيڪو مال آهي سو سيزر کي ڏيو." انهيءَ مان اڄ مائيءَ ساره جهڙا ماڻهو ائين ڪونه چئي سگهندا ته حضرت عيسيٰ عليه السلام سيزر جو چاڙتو هو، سيزر جو ڏوڙي پيچي هو يا سيزر جو collaborator هو. جيئن حضرت عيسيٰ عليه السلام کي فلسطين جي ڌرتيءَ تي غيرن جي حڪومت ۾ رهڻو هو، تيئن پيرن پاڳارن کي به سنڌ جي ڌرتيءَ تي انگريزن جي حڪومت هوندي به رهڻو هو. ان مان اهو ثابت ڪونه ٿو ٿئي ته جيڪي ماڻهو پنهنجي گهران ڪاٺي پي هڪ سؤ سال انگريزن کي لوهه جا چڻا چبرائيندا رهيا سي انگريز جا ڪوليبوريٽرز هئا. اهو واهه جو انصاف آهي جيڪو مائي اسان کي سيکارڻ آئي آهي. ها، انگريز جا ساٿياري انهن ماڻهن کي سڏي سگهجي ٿو جن انگريزن کي ملڪ ۾ آٽڻ ۾ مدد ڪئي، جيئن نائونمل ۽ آغاخان ۽ انهن جا ماڻهو، يا جيڪي سنڌس حڪومت ۾ شامل ٿي سنڌس آڪيوپيشن کي مضبوط ڪرڻ ۾ هٿ ونڊائيندا رهيا، جيئن پوليس وارا ۽ فوجي ۽ سرڪاري نوڪرين وارا جن انصاف جي واٽ ڇڏي، خدا جو خوف وساري، انگريزن جو پاسو وٺي ماڻهن تي ظلم ۽ زبردستي ٿي ڪئي. جيڪي انگريزيءَ جي غلاميءَ تي فخر ڪندا هئا ۽ ڌارئين حاڪمن جي خوشنوديءَ لاءِ پنهنجي ڏيهي ماڻهن تي ظلم ۽ ستم ڪندا هئا. اهڙن ماڻهن کي انگريز جو ڪوليبوريٽر چئي سگهجي ٿو. اهڙا ماڻهو به گهٽيئي هئا. پر مائيءَ کي اسان جي ڪنهن ماڻهوءَ ۾ چڱائي ڏسڻ ۾ ئي ڪانه ٿي اچي. سنڌس نظر ۾ جيڪڏهن ڪي چڱا ماڻهو هئا ته اهي سنڌس انگريز هئا جيڪي ويچارا هر هر ڏيهي ماڻهن تي سختيون ڪرڻ تي مجبور ٿي ٿي ويا. آخر هنن ويچارن کي ڪيئن به ڪري حڪومت ته قائم رکڻي





هئي. ڪوليبوريٽرن جي سنديس لسٽ ۾ جيڪڏهن ڪنهن جو نالو ناهي ته اهي آهن نائونمل ۽ آغا خان، باقي ٻيو سڀ پير فقير ڪوليبوريٽر هو!)

مزاحمت جو سلسلو سائين صبغت الله شاهه صاحب جي زماني کان هلندو پئي آيو. پاڻ سنڌ ۾ سکن جي مداخلت جي خلاف جهاد ڪيائين، سيد احمد شهيد سان مدد ڪيائين جيڪو بالاڪوٽ ۾ وڃي شهيد ٿيو. ان کان پوءِ سائين حزب الله شاهه صاحب جو دؤر هو، جنهن ٽيتاليهه سال مريدن کي منظم ڪيو ۽ انهن جي اوسر ڪيائين. اهو دؤر development جو دؤر هو، جنهن ۾ مريدن انگريزن ۽ ميرن سان مسلسل مقابلا ڪيا. وري پير علي گوهر شاهه صاحب جي زماني ۾ حرن جي ڪري مارشل لاءِ لڳي، ماڻهن کي پريشاني ٿي، فقير مارجي ويا، ڦاسين تي چڙهي ويا. وري لوڙها ٿيا. هاٿي شاهه مردان شاهه صاحب جو زمانو آيو ته انگريزن جي اهائي سختي رهي، پر سائين شاهه مردان شاهه ماڻهن جي ذهني اوسر ڪئي ۽ مردن توڙي عورتن ۾ پختگي آئي. انگريزن اهو ته ڪونه ٿي چيو ته هاٿي اوهان کي ماريون ٿا، هاٿي اوهان کي ڇڏيون ٿا ته وڃي آرام ڪيو. اڄ اوهان کي هيءُ فائدو ٿا ڏيون ۽ اڄ هيءُ نقصان ٿا پهچايون. انگريزن جي هڪڙي ئي پاليسي هئي. پر اها پير صاحب جن جي دانائي هئي، هوشمندي هئي جو سمجهيائون ته هاٿي هيءُ دؤر آيو آهي، اسان کي هھڙي طريقي سان نه، پر هھڙي طريقي سان هلڻ گهرجي.

(انگلنڊ تي جڏهن رومانين قبضو ڪيو ته آڪيوپيشن جي دؤر ۾ انگريزن هڪ به اهڙو ڪو بهادريءَ ۽ سورهيائيءَ وارو ڪانامو ادا ڪونه ڪيو جهڙا حر هڪ سؤ سالن تائين ادا ڪندا رهيا.)

حرن جي لاءِ انگريزن جيڪي ڪنسنٽريشن ڪيمپون (concentration camps) ٺاهيون تن کي چوڌاري ڪنڊن جي ڏنگهرن جا لوڙها ڏنل هوندا هئا، تنهن ڪري انهن ڪيمپن کي سنڌيءَ ۾ "لوڙها" چوندا هئا. لوڙهن ۾ ماڻهو ٻارين ٻچين رهندا هئا. مرد ته هئائي هئا، پر عورتون به لوڙهن ۾ هونديون هيون. سالن جا سال سيئي اتي زالين مڙسين، ٻارين ٻچين، لوڙهن ۾ رهندا هئا. مرد ڏينهن جو مزوري ڪندا هئا، ڪم ڪندا هئا. سج لٿي سيئي گهر لوڙهن ۾ موٽي ايندا هئا.

سڪرنڊ ۽ ڪنگ پٽيءَ واري موريءَ جي لوڙهن تي جڏهن پير صاحب جن ويا ته ڏسون ته ماڻهن تي ڇا پيو وهي واپري ته اتي جيڪي مايون هيون سي نڪري آيون ۽ پير صاحب سان اچي ڳالهايائون. پير صاحب جن کي ٻڌايائون ته

”ڪيئن ننڍڙا معصوم ٻار بنا ڏوهہ ثواب جي، بنا پڇڻ ڳاڇڻ جي، بنا عدالت ۽ ڪورٽ جي، جمڻ کان وٺي لوڙهن ۾ آهن تہ لوڙهن ۾ وڏا ٿا ٿين. ڪين ٻڍاياڻون تہ ڪيئن عورتون بنا ڏوهہ ثواب جي لوڙهن ۾ رهن ٿيون ۽ لوڙهن ۾ ٻار ٿيون ڄڻين، لوڙهن ۾ جيئن ٿيون ۽ لوڙهن ۾ مرن ٿيون. اهو ڪٿان جو انصاف آهي. انهن ماين، ٻارن، ۽ پوڙهن انگريزن جو ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي جو هنن کي جيلن ۽ لوڙهن ۾ بي دريافتو قيد ڪيو ويهاريو ويٺا آهن.“ ماين چيو تہ ”قبلا، اهي تڪليفون آيون آهن. اوهان حڪومت سان ڳالهايو تہ هي تڪليفون جيڪي آيون آهن سي ڪنهن طريقي سان لهن.“ پير صاحب جن انهن ماين کي آٿت ڏني، اطمينان ڏيارياڻون ۽ چيائون تہ ”صبر کان ڪم وٺو. اهي سڀ تڪليفون لهي وينديون.“

پير صاحب جن وڏيون ڪوششون ڪيون. ماڻهن کي آٿت ۽ اطمينان ڏيارڻ کان سواءِ، انگريزن سان ڊاءِلاگ جاري رکيائون تہ جماعت تي بي دريافتو جيڪي سختيون ٿي رهيون هيون سي بند ٿيڻ کپن. جماعت جي پرگهور ڪيائون. جماعت وارن کي همٿايائون تہ سندن شڪايتن کان حڪومت کي آگاهہ ڪن. ان کان سواءِ جيئن تہ پاڻ وڏا عالم هئا، ان ڪري مڪتب نهرايائون. ان ڳالهہ جي ڪري، جيئن انگريزن جي طرفان ڊپلوميٽڪ نمونو ٿيندو هو تہ ماڻهن کي خطاب ڏئي زير بار ڪندا هئا، تيئن شاهہ مردان شاهہ صاحب کي **شمس العلماء** جو خطاب ڏنائون. اهو خطاب پير صاحب قبول ڪيو. اهو انهيءَ لاءِ تہ ماڻهن تي جيڪي تڪليفون آهن سي لهن. پر ساڳئي وقت انهيءَ جي باوجود جو پاڻ عالم هئا ۽ انگريز جي طرفان لقب مليل جي باوجود جيڪڏهن انگريزن وٽان ڪا زيادتي ٿي ٿي تہ پير صاحب جن انهيءَ جو سخت نوٽس ٿي ورتو. نہ رڳو ايترو پر انهيءَ جي خلاف هڪڙو سخت stand ٿي ورتائون. مقابلي لاءِ تيار ٿي ٿيا.

پير صاحب جن جڏهن گاديءَ نشين ٿيا تہ اڳين حر موومينٽ جا اثرات اڃان باقي هئا. ڪن حرن فقيرن اڃان انگريزن سان مقابلا پئي ڪيا ۽ انگريزن سان وڙهندا رهيا. مريد جيڪي همت وارا هئا ۽ پڳل هئا سي مقابلا ڪندا آيا. پير علي گوهرشاهہ صاحب جي حڪم تي حر پيش پيا، انگريزن انهن کي ڦاسين تي چاڙهي ڇڏيو، پر پوئتي عام خلق خدا جي جيڪا بچي، انهن کي، نوڪلو ڏسي، پڪڙي ڪٽي لوڙهن ۾ وڌائون. اهي عام ماڻهو تہ حڪومت سان مقابلي ۾ ڪونہ





هئا. ضروري اهو هو تہ جيڪڏهن حرن حڪومت سان ناهہ ڪرڻ لاءِ قدم وڌايو هو تہ حڪومت کي بہ ٻين انهن عام ماڻهن سان نرمي ڪرڻ گهرجي ها جيڪي ڪنهن جرم ۾ ملوث نہ هئا. پر ائين نہ ٿيو. حڪومت وارن تان جيئن منصورن جو دٻاءُ لٿو تہ پاڻ شينهن ٿي ويا ۽ اڃا عام مريدن تي سختيون ڪيائون ۽ سختيون تہ نهيو، ظلم ڪرڻ سان بہ حدون ڪري ڇڏيائون. انهيءَ ڪري ۱۸۹۷-۱۸۹۸ع ۾ وري حر اٿيا. اهي بہ وري شاهہ مردان شاهہ صاحب جي حڪم تي وڃي پيش پيا. انهيءَ هوندي بہ پوءِ وري انگريزن لوڙها ناهيا. پير صاحب شاهہ مردان شاهہ جي وقت ۾ ئي اهي لوڙها وڌا هئائون. هڪڙو لوڙهوجانب جي ڊوري وارو ۱۸۹۵ع ۾ وڌو هئائون پير صاحب علي گوهر شاهہ جي زماني ۾. ٻيا سڀ لوڙها پوءِ وڌائون، ۱۸۹۸ع جي سيپٽمبر کان پوءِ (جڏهن سردار محمد يعقوب رٽا ناهي حڪومت کي ڏکي). مطلب تہ انگريزن جي طرفان اها ساڳي سختي هلندي پئي آئي. پوءِ ان وقت بہ ماڻهو پيدا ٿيا پئي جيڪي انهن سختين جي خلاف اٿيا ٿي. ائين ڪٽي چئجي تہ ۱۹۱۰ع واري ڏهاڪي جي اوائل ۽ وچ تائين اهڙا حالات رهيا. مقابلا تہ پوءِ بہ جاري رهيا ۽ ۱۹۲۰ع تائين هلندا رهيا. هيءُ واقعو جيڪو هاڻي اسين ٻڌايون ٿا سو ۱۹۱۳ع کان ۱۹۲۰ع تائين ڪنهن زماني جو آهي، پر مريدن وٽ جيڪي روايتون آهن انهن جي لحاظ کان ليوڪاس جي ڪمشنريءَ جي زماني جي اها ڳالهہ آهي. ليوڪاس انهيءَ کان اڳ هڪڙو ملٽريءَ جو آفيسر هو. وليم هينري ليوڪاس (William Henry Lucas) هو جيڪو ۱۸۹۵-۱۸۹۶ع جي زماني ۾ ڇهن مهينن تائين حر ايريا ۾ ملٽري آپريشنز جو انچارج هو ۽ جهوڙي جي لئي، تڪنبي، ۽ ٻين جڳهين تي حُرَنِ سان انگريزن جا مقابلا ٿيا سي لوڪاس جي اڳواٽيءَ هيٺ ٿيا. اهو ساڳيو لوڪاس ۱۹۱۳ع کان ۱۹۱۶ع تائين سرڪاري طرح سنڌ جو ڪمشنر هو (پر ۱۹۱۴ع کان ۱۹۱۶ع تائين موڪل تي هو جو ان جي جڳهہ تي بئرو (Reginald Pocock Barrow) ايڪٽنگ ڪمشنر رهيو آهي، ۽ ۱۹۱۶ع کان ۱۹۲۰ع تائين لارينس (لارنس آف عربيا جو پاءُ) Henry Stanley Lawrence سنڌ جو ڪمشنر رهيو آهي. انهن ٽن ماڻهن جي ڪمشنرين جي زمانن ۾ مختلف ڳالهيون ٿيون آهن.) باوجود انهيءَ جي پير صاحب شاهہ مردان شاهہ هر طريقي سان ڪوشش ڪئي تہ معاندانہ صورتحال ختم ٿئي ۽ صلح وارو نمونو ٿئي ۽ ماڻهن تان تڪليفون لهن پر انهيءَ انگريز ڪمشنر پير صاحب تي زور رکيو تہ جيڪي

ڀڄل آهن ۽ ٻيا آهن انهن کي تون حڪم ڪر ته اچي پيش پون. تنهن تي پير صاحب ڪمشنر کي چيو ته "جيڪڏهن هو ڀڄل آهن ته اهي اوهان جي پاليسين جي ڪري ڀڄل آهن. اوهان ڪابه اهڙي صورت اختيار نه ڪئي آهي جو ماڻهن ۾ اطمينان ٿئي، ماڻهن کي اوهان تي اعتماد ٿئي. ماڻهن کي اوهان تي اعتماد ڪونهي ڪو. اوهان هڪ طرف آهيو ته هو ٻئي طرف آهن. اوهان بيشڪ ماڻهن تي سختيون ڪيو، جيڪڏهن هو اوهان جي ڏوهه جا ڏوهاري هجن. پر اوهان حد ڪان وڌيڪ سختيون ڪيون آهن. اوهان لوڙها ناهيا آهن. اجان ماڻهن کي ٻي دريافتو سزائون ڏيو پيا، تنهن ڪري آءٌ ڇا ٿو ڪري سگهان. جيڪڏهن اوهين اهي سڀ ڳالهيون ختم ڪريو ته پوءِ آءٌ به ڪجهه ڪري سگهندس، ۽ اهڙي جوابداري پاڻ تي ڪٽندس. باقي اوهين پانيو ته اوهان کي جيڪي وڻي سو اوهين ڪريو، پر مريدن جي ڪمن جي جوابداري يا ذميداري آءٌ ڪٽان، ته اهڙي جوابداري آءٌ ڪونه ڪٽندس. يا اوهين چاهيو ٿا ته آءٌ انهن کي وٺي آڻي اوهان وٽ پيش ڪريان ته ائين ڪونه ٿيندو." هاڻي اهو آهي نهايت سمجهو ۽ داناءُ پير صاحب جيڪو صلح ۾ يقين رکڻ وارو آهي ۽ صلح ۽ ڪمپرومائز compromise جي هر ڳالهه ڪرڻ لاءِ تيار هجي، ان جو احوال آهي اهو جيڪو پاڻ ٿا بيان ڪريون، پير صاحب شمس العلماءُ پير شاهه مردان شاهه جو. تنهن تي پير صاحب جن کي ڪراچيءَ ۾ گهرائي ويهاري ڇڏيائون. قيد بند واري صورت نه، پر (چون ته) ها، اوهان کي سڏيون ٿا. ڪمشنر اڄ اوهان سان ملي ٿو، اڄ نه ته سڀاڻي اوهان سان ملي ٿو. ائين ملي ٿو، ملي ٿو ڪري، ڪوڙا دلاسا ڏئي، پير صاحب کي ويهاري ڇڏيائون. تنهن ڪان پوءِ هڪڙي ڏينهن پير صاحب کي اتي ڪمشنر جي آفيس ۾ گهرايائون سو به اهڙي نموني سان جو وڏو هڪڙو اٿالو پوليس جو (يا فوجين جو) موڪليائون، جڻ ته پير صاحب تي رعب وجهڻ لاءِ ته حڪومت ڪيڏي طاقت واري آهي ۽ ڇا ڪري سگهي ٿي. هيئن به حڪومت ڪري سگهي ٿي. پوءِ اتي پير صاحب جو زباني طور تي ڪمشنر لوڪاس سان وڏو، نهايت ئي وڏو مقابلو ٿيو. ڪمشنر نهايت ئي بدتميزيءَ سان پيش آيو. جيئن هڪڙو حڪمران ٿيندو آهي ۽ هڪڙي رعيت واري معمولي ماڻهوءَ کي حڪم ڪري ته "اسان توهان کي حڪم ڏنو هو توهان اجان تائين ماڻهو نه پهچايا آهن. (اوهان جوابدار آهيو انهن کي حڪومت وٽ پهچائڻ لاءِ





پيش ڪرڻ لاءِ يا انهن جي ڪئي جا.) اوهان انهن جا پير آهيو. اوهان اجان تائين پيش نه ڪيا آهن. اسان توهان کي جوابدار ڪري سمجهون ٿا."

پير صاحب ڪيس جواب ڏنو ته "اسان جي ڪابه جوابداري ڪانهي ڪا. هو اسان جا اسلامي طريقي سان روحاني طريقي سان مريد آهن. اهي ڪي اسان جا غلام ڪونهن ڪي. ڪائڻ پيٺ، اٿڻ ويهڻ ڪو اسان جي چوڻ تي ڪونه ٿا ڪن. اسان جي آڏو هو آزاد آهن، خودمختيار آهن. (جيڪڏهن هنن کي ڪنهن غلام ڪري رکيو آهي ته اهو اوهان ڪري رکيو آهي.) هو جيڪي ڪن ٿا سو اوهان جي ئي سختين جي ڪري ڪن ٿا. پوءِ ڪمشنر پنهنجي ڳالهه تي ته نه، جيئن آءٌ تو چوان. هن پنهنجي حڪومت جو زور تي ڏيڪاريو. زور ڏيکاري پير صاحب کي چوي ته هيءُ ڪاغذ اٿئي هن تي صحيح ڪر، signature ڏي ته اوهين انهن جا جوابدار آهيو. پير صاحب چيو ته "اسين صحيح نه ڏينداسون." پوءِ اتي جيڪي ٻيا پوليس آفيسر وغيره هئا تمام وڏو رعب تاب وارو ڏيکاءُ رکيو هئائون ته پير صاحب کي هيسائي ڪائنس صحيح وٺجي. شايد انهن سان اڳي ئي ڪمشنر جو سِٽ سِٽيل هوندو (اهو بندوبست رکيل هوندو) ته پير صاحب کي ڇا چوٽو آهي ۽ انهيءَ ڪان ڪهڙو ڪم وٺڻو آهي. جيئن اسان چئون ٿا تيئن سڄو معاملو ٿيندو. پوءِ ڪاغذ ۽ قلم پير صاحب جي آڏو رکيائون ۽ پير صاحب کي زوريءَ زبردستيءَ حڪم ڪيائون ته "بس، اوهين صحيح وجهو." اتي جيڪي ٻيا به انگريز جا خيرخواهه ويٺا هئا، انهن مان ڪي ته سنڌ جا معتبر ماڻهو هئا جيڪي پير صاحب جن کي ذاتي طور سڃاڻندا هئا، اهي به ان وقت آيل هئا ۽ اتي ويٺا هئا. پوءِ انهن وري پير صاحب تي زور آندو ته "سائين هاڻي ڏسو، هيءُ ڪمشنر آهي سنڌ جو ۽ هتي اوهان تي سختي ٿي سگهي ٿي (ان ۾ وڌيڪ بي عزتي ٿيندي.) هاڻي هيءُ صحيح آهي (سا مارينديء ڪانه، اها ڪا وڏي ڳالهه ناهي.) اوهان مهرباني ڪري ڪٽي صحيح ڪريو." ڪمشنر لوڪاس آهي يا ڪو ٻيو ڪو آهي. پوءِ پير صاحب سان ايترو مقابلو ٿيو. زباني طور، پر جڏهن ڪمشنر حد ڪان لنگهي ويو. تنهن ڪان پوءِ هيڏو سارو هنگامو ٿيو. هي جيڪي ٻيا ماڻهو ويٺا هئا تن به پير صاحب تي زور پريو ته سائين اوهان صحيح ڏيو. پوءِ پير صاحب صحيح وڌي. پير صاحب جي صحيح وجهڻ ڪان به ٽي ڏينهن پوءِ پير صاحب کي آزادي ملي ته هاڻي اوهين پلي وڃو.

پوءِ پير صاحب کي جيئن ئي آزادي ملي، پوءِ اها انهيءَ ڏينهن جي ڳالهه آهي يا ٻئي ئي ڏينهن جي ڳالهه آهي، پر ستت ئي پير صاحب جن غلام محمد پرڳڙي صاحب کي پاڻ وٽ گهرايو. انهيءَ زماني ۾ غلام محمد پرڳڙي تازو ولايت مان بار ايٽ لا ڪري آيو هو، ۽ تمام گهڻو نيشنلسٽ خيالن جو ماڻهو هو. هڪڙو بهادر ۽ نه ڊڄندڙ. هن اچڻ شرط جيڪي تقريرون ڪيون هيون انهن مان هن اهو تاثر ڏنو هو ته انگريزن جي جيڪا حڪومت ۽ حڪمراني آهي ان کان هو ايڏو مرعوب ڪونهي. تنهن جي ڪري پير صاحب فوراً غلام محمد خان پرڳڙي صاحب کي ماڻهو موڪليو ته مهرباني ڪري اسان سان ملو. پير صاحب جن اُهان ڪراچيءَ ۾ ئي هئا ڳوٺ ڪونه ويا هئا. پوءِ غلام محمد خان پرڳڙي صاحب آيو. ڪيس پير صاحب سڄي ڳالهه جي حقيقت ڪري ٻڌايائون ته هيءَ اسان جو رويو آهي حڪومت سان صلح سان هلڻ جو. اسان سڄي جماعت ۾ مڪتب قائم ڪيا آهن. هي سڀ ڳالهيون آهن. بهرحال هن کي سڄي ڳالهه ڪري ٻڌايائون ته اسان کي شمس العلماء جو لقب ڏنو اٿائون. انهيءَ لقب جي اسان کي ضرورت ڪانه هئي، پر تنهن هوندي به اسان قبول ڪيو ته متان سمجهن ته اسين قبول نٿا ڪريون. اهي سڀ ڳالهيون اسان ڪيون آهن پر حڪومت جو رويو اجان تائين جيڪو آهي سو هن طريقي جو آهي. ۽ هاڻي تازو هيترا ڪيس هيترا ڏينهن اڳ جيڪي ڳالهيون ٿيون آهن سي هن نوعيت جون آهن. صورتحال هيءَ وچي بيٺي آهي جو اسان ڪان زوريءَ صحيح ورتي اٿن. فلاڻا فلاڻا ماڻهو آئي موجود هئاءِ اهي سمورا ماڻهو شاهد آهن ته ڪيئن ڪمشنر صاحب پنهنجي طاقت جو غلط استعمال ڪيو آهي. اتي پوليس جا فلاڻا فلاڻا آفيسر به موجود هئا. حڪومت جا سيئي رعب تاب اسان تي وڌا اٿن، زبردستي حڪم هلائي، اسان ڪان زوريءَ صحيح ورتي اٿن." غلام محمد خان کي چيائون ته "اوهين هاڻي هتي آيا آهيو. جوان مڙس آهيو. همت وارا آهيو. اسان جو ڪيس وٺو. اوهان اسان جي پاران وڪالت ڪريو. جيڪا في اوهان جي هوندي سا اسين اوهان کي ڏينداسون."

پوءِ غلام محمد خان پرڳڙي صاحب چيو ته "آءٌ اوهان جي وڪالت ڪندس. اوهان کان في به آءٌ ڪونه وٺندس. پر مونکي ٻڌايو ته اوهان جو مقابلي ڪرڻ جو ڪيترو ارادو آهي، ۽ اوهان ڪيتري قدر مقابلو ڪري سگهندؤ؟ هڪڙو طريقو هيءُ آهي ته اوهان ڪان آءٌ درخواست لکرايان، اوهين اها صحيح ڪريو ته اها برٽش





پريوي ڪائونسل کي يا هائوس آف ڪامنز جي ڪاميٽيءَ کي موڪلي ڏجي ۽ انهن کي آگاهه ڪجي ته اوهان سان هيءَ ڏاڍائي ٿي آهي، هڪڙو اهو طريقو آهي، جيڪو ڪي قدر تحمل وارو طريقو آهي. ٻيو طريقو اهو آهي ته هنن زبردستي ڪئي آهي، قانون جي خلاف ورزي ڪئي اٿن، انهن تي اوهان ڪيس ڪريو."

پر پير صاحب چيو ته "ها، اسان هنن تي ڪيس ڪنداسين." پوءِ غلام محمد خان اهو ڪيس ناهيو ۽ باقاعدي انهن تي فرياد داخل ڪيائون. ڪمشنر (لوڪاس؟) تي فرياد ٿيو بمبئيءَ جي گورنر وٽ. پوءِ اهي جيڪي ماڻهو هئا جيڪي ڪمشنر جي آفيس ۾ ان ڏينهن ويٺا هئا، انهن کي پاڻ شاهد ڪيائون. پوءِ ڪيس هليو. بمبئيءَ ۾ ان جي انڪوائري هلي. ڪنهن به نموني سان هليو، پاليٽيڪل ليول تي يا ڪورٽ ۾، پر مڙئي ڪيس هليو. نيٺ انهيءَ ڪمشنر کي ڏوهاري ڪيائون ۽ ڪمشنريءَ جي عهدي (تان لاهي) فوراً بدلي ڪري ڇڏيائونس، يا گهر ويهاري ڇڏيائونس، پر سنڌ مان ويو هليو.

(ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن چيو ته "صحيح تاريخن جو هن وقت مونکي صحيح اندازو ڪونهي." پر چيائون ته "اهو تمام مشهور واقعو آهي، سڀني ماڻهن کي جيڪي جيئرا هئا يا آهن انهن کي خبر هئي ته پير صاحب ڪمشنر تي ڪيس ڪيو آهي، ۽ اهو ڪيس پوءِ ڪٽيائون. لوڪاس جي ڪمشنريءَ جي دؤر ۽ غلام محمد خان پرڳڙيءَ جي بار ايٽ لا ڪري واپس اچڻ وارين تاريخن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته اهو واقعو ڪڏهوڪو آهي." تحقيق ڪرڻ مان معلوم ٿيو ته پرڳڙي صاحب ۱۹۰۹ع ڌاري لنڊن مان واپس سنڌ ۾ پهچي چڪو هو. لوڪاس سنڌ ۾ مختلف عهدن تي ۱۸۹۵ع کان رهيو پر ۱۹۱۳ع کان ۱۹۱۴ع تائين سنڌ جو ڪمشنر هو. ۱۹۱۴ع کان ۱۹۱۶ع تائين موڪل تي ويو هو يا ڪنهن انڪوائريءَ هيٺ هو يا ٻي ڪا ڳالهه هئي جو سنڌس جاءِ تي ٻيو ڪو سنڌ جو ڪمشنر هو، مسٽر بئرو. انهيءَ وچ ۾ اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته لوڪاس جهڙي ردي ماڻهوءَ سان گهٽائي ڪي مقابلا ٿيا هوندا. هڪڙو به ڪو واقعو ضرور ٿيو هوندو. پر ٻي شاهدي ملي ٿي ته خلافت تحريڪ جي زماني ۾ (ڪمشنر لارينس جي زماني ۾) گهڻن عالمن ۽ پيرن کان زبردستي صحيحون ورتيون هيئون ته هيءَ انگريز جي حڪومت عين اسلامي حڪومت آهي ۽ هن حڪومت جي حمايت ڪرڻ مسلمان تي فرض آهي. انهيءَ لسٽ تي پهرئين نمبر تي نالو شاهه مردان شاهه صاحب جو ڏنو

هئائون. اهي فهرستون جڏهن ڇپجي ويون ته سڄي ملڪ مان ترديدون آيون ته اسان اهي صحيحون نه ڏنيون آهن يا اسان کان زبردستيءَ صحيحون ورتيون ويون آهن. هيءَ ڊاڪٽر صاحب جيڪو زبردستي صحيح وٺڻ وارو واقعو بيان ڪيو آهي انهيءَ جو ٿي سگهي ٿو ته خلافت تحريڪ واري ان واقعي سان تعلق هجي. ٿي ڳالهه اها آهي ته پير علي محمد راشديءَ جي ڪتاب "اهي ڏينهن اهي شينهن" (جلد ٻيو، ص ٤٩٩) مان معلوم ٿئي ٿو ته غلام محمد پرڳڙي ۽ سيٺ هرچندراءِ وشنداس (آفتاب ۽ ماهتاب) ڪمشنر لارينس جي خلاف هڪڙو ڪيس ڪٺي بمبئيءَ جي گورنر وٽ ويا. انهيءَ سندن ڪا ڳالهه ڪانه ٻڌي ته سڌو لنڊن وڃي پهتا. سيڪريٽري هند سان ملي ڪانئس اهو حڪم ڪرائي آيا ته هيءَ ڪمشنر واپس انهيءَ نوڪريءَ تي نه چڙهي. راشدي صاحب چوي ٿو ته اها ڳالهه ليڊي لارينس پنهنجي ڪتاب Indian Embers ۾ ڄاڻائي آهي. راشدي صاحب اهو ڪونهي لکيو ته ڪمشنر جي خلاف اهو ڪهڙو ڪيس هو. ٿي سگهي ٿو ته اهوئي پير صاحب شاهه مردان شاهه وارو ڪيس هجي، پر علي محمد شاهه راشدي سندن نالو ڪڍڻ مناسب نه سمجهيو هجي. (ٿي سگهي ٿو ته اهو ڪو ٻيو ڪيس هجي. اهو به ممڪن آهي ته اهڙو ڪيس اڳ ۾ لوڪاس تي به ٿي چڪو هجي، جو هن کي به موڪل تي موڪلي وري نوڪريءَ تي نه چاڙهيائون. غلام محمد پرڳڙي صاحب لاءِ جي خلاف موومنٽ هلائي، جنهن ۾ تحقيق ٿي، آفيسرن جي ظلمن ۽ زبردستين جا گهڻا وڪا پڌرا ٿيا، هوخلافت موومنٽ جو سرگرم ڪارڪن هو ۽ سندس تقريرون ۽ خط هندوستان ۾ Transfer of Power جي پيپرن ۾ هاڻي ڇپيا آهن. عين ممڪن آهي ته زبردستي صحيح وٺڻ وارو هيءُ واقعو خلافت تحريڪ سان واسطو رکندو هجي.)

ڊاڪٽر بلوچ صاحب چيو ته جيڪو ڪمشنر تي ڪيس ٿيو، انهيءَ ڪيس جي ڪٽڻ کان پوءِ ڪمشنر جي وڃڻ کان پوءِ پير صاحب جو اميج مريدن ۾ به وڌيو ۽ سنڌ ۾ به وڌيو، ۽ مريدن ۾ هڪڙي خوشي ۽ اطمينان جو جذبو پيدا ٿيو. انهن ڳالهين مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته پير صاحب جو اهو خيال هو ته مصلحتاً گفت و شنيد مان جيڪڏهن ڪم نڪري ۽ وڃي جسماني طرح وڙهڻ جي ضرورت ناهي. هنن (ڳالهه ٻولهه)dialogue تي (يقين) believe ٿي ڪيو، مصلحتاً. هن سمجهيو ٿي ته جماعت ۽ مريدن تي سختيون آيون آهن. انهن جي لاءِ ڪجهه نه





ڪجهه ڪجي. انهن ڳالهين ذريعي انهن کي هيٺ لاهي سگهجي ٿو، انهن کي اطمينان ڏياري سگهجي ٿو. سندن رويو ۽ رخ حڪومت ڏانهن اهو هو.

شاهه مردان شاهه صاحب ١٩٢٠ع تائين ويهن پنجويهن سالن جي عرصي ۾ جيڪي تدبيرون ڪيون انهن جي ڪري جماعت ۾، فقيرن ۾، ۽ مريدن ۾ اطمينان پيدا ٿيو يعني اڳين حر تحريڪن ۾ جيڪي صدما پهتا هئا انهن کي defeat شڪست ڪري نه ورتائون پر چيائون ته اسين وري به مقابلي ڪرڻ لاءِ تيار آهيون. اهڙيءَ طرح شاهه مردان شاهه صاحب جي انهيءَ زماني ۾ هو وڏيڪ مضبوط ٿيا ۽ انهن جو حوصلو بلند ٿيو. ماڻهن ۾ اطمينان ٿيو. اهو سمجهو ته نشاط ثانيه، نئين اوسر يا regeneration جو وقت هو، ۽ انهيءَ ۾ ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان متي ايرڻ ۽ اسرڻ جو طريقو پيدا ٿيو.

اها صورتحال هئي جنهن ۾ پاڻ ١٩٢١ع ۾ وفات ڪئي اٿن، جنهن ۾ سندن فرزند قائم شاهه، صبغت الله شاهه ثانيءَ جي ناليءَ سان گادي نشين ٿيا آهن. اها صورتحال آهي ٻي حر تحريڪ جي شروع ٿيڻ کان اڳ جي جيڪا اسان کي نظر ۾ رکڻي آهي.

# سورهيه بادشاهه
## پير صبغت الله شاهه ثانيءَ جو زمانو
## ۱۹۲۱-۱۹۴۳ع

پاڻ ويني اها ڳالهه ڪئي ته ڪيئن انگريزن هڪڙي وڏي حڪمت عمليءَ ڪان ڪم ورتو، جنهن ۾ پير سائين حزب الله شاهه صاحب جي زماني ڪان وٺي اهڙي قسم جون حالتون پيدا ڪيائون جن ۾ ماڻهن کي هشي ڏئي، انهن ڪان هٿ سان ڪو بهادريءَ جو ڪم ڪرائي، ان کي بعد ۾ ڏوهه قرار ڏئي، پوءِ انهن کي سزائون ڏنائون. اهو به ڏنوسون ته ڪيئن اهو هڪڙو منصوبو هو ته ماڻهن کي اول ته اڻارجي ۽ پنهنجي ڪم ۾ استعمال ڪري، ان ڪان پوءِ وري انهن کي سندن ڪئي جي سزا ڏني وڃي. اهو هڪڙو وڏو منصوبو هو (جنهن جي آري ۾ اچي پير صاحب پاڳارن جي مريدن کي تمام گهڻو ڏک ڏسڻو پيو.) پير صاحب علي گوهر شاهه (محافي ڏٺيءَ) جي زماني تائين اهو سلسلو هلندو آيو. سندن آخري ڏينهن ۾ ۽ پير صاحب شاهه مردان شاهه جي اوائلي زماني ۾ اها ڪوشش ڪئي وئي ته انگريزن سان جيترو ممڪن هجي ناهه وارو نمونو اختيار ڪيو وڃي. حڪومت سان ڳالهيون ٻولهيون ٿيون. جيتوڻيڪ اهڙين ڳالهين جي سلي ۾ پير صاحب شاهه مردان شاهه کي شمس العلماء جو خطاب ڏنو ويو، پر پير صاحب پاڻ پنهنجي حياتيءَ ۾ ڏنو ته جماعت جي هر طرح صلح جي وائي وارڻ جي باوجود ماڻهن تان تڪليفون نه لٿيون. رهيل منصور جيڪي اجان پڳل هئا سي پير صاحب جي حڪم مطابق اچي پيش پيا، پر انهن سان وعدي مطابق ڪابه رعايت نه ڪئي وئي. رعايت ڪرڻ جي بدران ڪين ڦاسيون ڏنيون ويون. شاهه مردان شاهه صاحب جي گاديءَ جي اوائلي زماني ۾، سيپٽمبر ۱۸۹۸ع ۾، خانبهادر سردار محمد يعقوب جي ڪيل سفارش تي مئي ۱۹۰۰ع ۾ حرن کي مجرم قبيلو قرار ڏنو ويو ۽ انگريزن جي هٿراڏو ناهيل، غير فطري قانون، ”ڪرمنل ٽرائبز ايڪٽ“، تحت ڪين لوڙهن ۾ بند ڪيو ويو. لوڙها مئي ۱۹۰۰ع ڪان جو شروع ٿيا ته وري اپريل ۱۹۵۲ع ۾ ختم ٿيا. ٽيونجاهه سال پير صاحب پاڳارن جا مريد ٻارين ٻچين اهڙين عقوبتن هيٺ رهيا. اڳتي هلي جڏهن کي ڏورانهان لوڙها جيڪي بمبئي، پوني، احمد نگر،





عيساپور (ويساپور) ۾ هئا، سي ڪنيائون ته به ٻيا لوڙها جيڪي سنڌ ۾ هئا سي گهٽ وڌ تعداد ۾ ۱۹۵۲ع تائين قائم رهيا. ڳڳو، ڪلڻ، ڪنگ پٽي، سوراهه، پڙي، سنجهورو، سانگهڙ، جهول، ڪاڇ، جلالاڻي (سڪرنڊ جي پرسان)، ۽ ڏڙيءَ وارا لوڙها ڻاهيا ويا جن ۾ پهرئين سٽ اٽنديئي سرڪاري انگن اکرن مطابق ۴۸۷۹ بالغ مرد ۽ عورتون قيد جي حالت ۾ رکيا ويا هئا. جيڪڏهن انهن پنجن هزارن ڙالن مردن سان گڏ سندن ٻارن کي ڳڻيو وڃي جيڪي ۱۸ سالن ڪان گهٽ عمر هئڻ ڪري سرڪاري انگن اکرن ۾ ڳاڻاٽي ۾ شامل نه ڪيا ويا هئا ته پنجن هزارن شادي شده بالغن جي پويان اسان جي اندازي مطابق اٺ هزار ٻار ضرور هوندا. اهو جملي تيرهن هزار آدم ٿيو جيڪو اوائلي لوڙهن ۾ قيد رهيو ۽ ۱۹۵۲ع تائين وارن اهڪن زمانن ۾ اهو تعداد وڌيو هوندو پر گهٽيو ڪونه هوندو. اهي لوڙها پوءِ به قائم رهيا انهيءَ جي باوجود جو سائين شاهه مردان شاهه صاحب حڪومت سان ناهه جا نمونا ڳوليندا رهيا. اڳتي هلي پوڙها ۽ بيمار جيڪي مرٽينگ حالت ۾ هئا، انهن مان ڪن کي، سندن درخواست ڪرڻ تي، جيڪڏهن ڪٿي آزاد به ڪيائون ته به ٻيا هزارين مرد، عورتون ۽ ٻار بي دريافتا لوڙهن ۾ ۽ جيلن ۾ پيا رهيا. اهو ڏاڍ فقط انهيءَ ڪري قائم رهيو جو اهي ماڻهو پير صاحب پاڳاري جا مريد هئا ۽ انگريزن ۽ سندن عملدارن جي اکين ۾ ڪنڊي وانگي هئا. عوام الناس جي عام بي ڏوهي ماڻهن کي رڳو انهيءَ ڪري ساڳين سختين ۾ رکيو ويو جو هو اتفاق سان اهڙي قبيلي ۾ ڄاوا هئا جنهن جي انگريزن سان نٿي پئي. بچو بادشاهه واري زماني ۾ حرن مان، ڪٿي چئجي ته، ٿيهه ماڻهو اهڙا هئا جن جو حڪومت سان مقابلو هو. انهن ٽيهن مان ڪي پيش پيا ۽ ڦاسين تي چڙهي ويا ۽ ڪن پاڻ کي بنا مقابلي واري مقابلي ۾ مارڻ لاءِ پيش ڪيو ۽ مارجي ويا. انهن ٽيهن ماڻهن جي پڳل هئڻ ڪري پوءِتي رهيل سڄي جماعت کي مجرم سڏيو ويو ۽ سڄي قوم تي ”مجرم قبيلي وارو ايڪٽ“ لاڳو ڪيو ويو هو، ماڻهن کي ۱۸۹۸-۱۹۰۰ع ۾ ناهيل لوڙهن جي صعوبتن ۾ رهڻو پيو. انگريز جيڪي پاڻ – مرادو، پنهنجي ليکي، پاڻ کي مهذب ۽ محڪوم قومن کي غير مهذب سڏڻ ۽ سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪندا هئا. ۽ جيڪي اڄ تائين دنيا جي قومن جي انساني حقن جي ڳالهه ڪندا رهن ٿا، پنهنجي ملڪ ڪان هزارين ميل پري طاقت جي نشي ۾، وڏي فخر سان ۽ ڏنو وائنو، ڏينهن ڏٺي جو، تمام وڏا انسانيت سوز ڪلور ڪري رهيا هئا. ۽ اهي ماڻهو

پنهنجي ڪئي تي لڄي ٿي نٿي ٿيا، انهيءَ ڪري جو ڪين رڳو هڪڙي ڳڻتي هئي، پنهنجي سلطنت ڪيئن ٿه ڪري قائم رکڻ جي. پر اها سلطنت ظلم ۽ استبدال جي بڌل بنياد تي سدائين قائم رهڻي نه هئي. نيٺ ته ڀڄڻي هئي. (جيئن الله تعاليٰ فرمايو ” وَمَكْرُ اُولٰئِكَ هُوَ يَبُورَ“ (۽ مڪر، سو ته ڀڄڻو آهي). ۽ اهو نيٺ وقت اچڻ تي ڀڄو، پر هر شيءِ جو وقت، اجل مقرر آهي.)

انهيءَ وچ ۾ دنيا جي پهرين وڏي جنگ شروع ٿي جنهن ۾ هندوستان جي بين ماڻهن وانگر پير صاحب پاڳاري شاه مردان شاه جن انگريز جي جنگ ۾ پئسن ۽ ماڻهن سان مدد ڪئي، پر ان ڪان پوءِ به جماعت جي ماڻهن تي سختيون وري به قائم رهيون. جنگ جي زماني ۾ انگريز سڄي هندوستان جو اناج ميڙي سيڙي يورپ ڪٽي ويا ۽ هتي پوئتي ڏڪار پيا. حرمين شريفين (حجاز) ۾ ماڻهن کي انگريزن ۽ سندن هٿان اٿاريل عرب قوم پرستن جي هٿان آزار پهتا ۽ ماڻهو بکن وگهي مرڻ لڳا. سائين شاه مردان شاه صاحب اناج هٿ ڪري حجاز موڪلڻ جي ڪوشش ڪئي پر انگريزن جهازن مهيا ڪرڻ ڪان انڪار ڪيو. هيڏانهن پوئتي به انگريزن جي پاليسي اها رهي ته اناج جو ڪٽو به هتي ماڻهن لاءِ نه ڇڏيائون. اهڙين حالتن ۾ پير سائين شاه مردان شاه صاحب حجاز لاءِ گڏ ڪيل اناج ۽ پنهنجي بيت المال ۾ جيڪو اناج موجود هو سو ڪٽائي ڏڪر وارن علائقن ۾ پهچاريو ۽ ماڻهن ۾ ورهايو. وري اڳتي هلي ترڪيءَ جي خلاف انگريزن جي ڪارروائن جون خبرون پهتيون، جن جي نتيجي ۾ سڄي هندوستان ۾ خلافت تحريڪ هلي. انگريزن ان کي دٻائڻ لاءِ ديسي پيرن فقيرن ۽ مولوين ڪان ڪم ورتو. زوريءَ زبردستيءَ انهن عالمن ۽ پيرن فقيرن ڪان صحيحون وٺي اهو مشهور ڪيو ويو ته اهي سڀ ملا ۽ موراڻا توڙي پير فقير، ڏکيءَ توڙي سکيءَ ۾، انگريز سان هر طرح شامل هئا. جڏهن نالن جون لسٽون پترين ٿيون ته گهڻن ماڻهن ترديدون ڪيون ته هنن ڪنهن به اهڙي سرڪاري ڪاغذ تي صحيح ڪانه ڪئي هئي جنهن ۾ انگريزن جي حمايت ۾ يا خلافت تحريڪ جي مخالفت ۾ بيان ڏنا ويا هجن.

ملڪ ۾ اهڙيون حالتون هيون جو پير صاحب صبغت الله شاه جن ١٣ صفر ١٣٢٧هه مطابق ٦ مارچ ١٩٠٩ع ڏاري ڄاوا ۽ چوڏاري جاري ۽ ساري اهڙين ملڪي





حالتن ۾ نپنا ۽ وڏا ٿيا تان جو ڪوٽ ڏتي شاه مردان شاه صاحب ستين ربيع الاول ١٣٤٠هه مطابق ٨ نومبر ١٩٢١ع تي رحلت ڪئي ۽ صبغت الله شاه صاحب ٻارهن سالن جي ننڍي عمر ۾ پڳ ٻڌي.

## صبغت الله شاه صاحب

## جي ننڍپڻ وارا ڏينهن ۽ سندن تربيت

پير صاحب شاه مردان شاه (ڪوٽ ڏتي) جماعت جي ڳوٺن ۾ مدرسا وجهرايا ته تعليم کي عام ڪيو وڃي. هڪ خاص مدرسو درگاه شريف تي قائم ڪيائون ۽ انهيءَ وقت جا جيڪي بهترين عالم هئا تن منجهان صدر مدرس مقرر ڪيائون. سندن صاحبزادن قائم شاه (پير سورهيه بادشاه) ۽ راحم شاه کي به بين شاگردن سان گڏ ان مدرسي ۾ تعليم پرائڻ لاءِ وهاريائون. ان ڪري ڇئي سڱهجي ٿو ته پنجن سالن جي ڄمار ڪان وٺي پير صاحب جن جيستائين گاديءَ تي ويٺا تيستائين پاڻ انهيءَ مدرسي يا مڪتب ۾ پڙهيا. ان ابتدائي تعليم ۾ (جيئن اڳي سنڌ جي عالمن اهو دستور ڪري ڇڏيو هو) پهريائين قرآن شريف ۽ سنڌي پڙهائيندا هئا ۽ پوءِ فارسي. ابتدائي فارسي ڪان پوءِ فارسي ادب ۾ شيخ سعدي جي گلستان ۽ بوستان ۽ اجان اعليٰ سطح تي ديوان حافظ، جاميءَ جي زليخا ۽ مولانا روميءَ جي مثنويءَ تائين چونڊ ٽڪرا ٽڪرا پڙهائيندا هئا. ايستائين پير صاحب جن (گاديءَ تي ويهڻ ڪان اڳ ۾) تعليم ورتي هئي. گاديءَ تي ويهڻ ڪان پوءِ به اهڙي تعليم جاري رهي جيئن پير حزب الله شاه سائين جي تعليم سندن گاديءَ تي ويهڻ ڪان پوءِ به جاري رهي.

درگاه تي پير صاحب پاڳارن جي خاندان جو جيڪو ماحول ۽ دستور هو، هي ٻار ان ماحول ۾ پلجڻ لڳا. وڏا پير سائين جن وڏو اسر ڏئي تهجد لاءِ اٿندا هئا. اهو نمونو صاحبزادن کي به ننڍي هوندي ڪان ورثي ۾ مليو ۽ ان کي اهڙو اختيار ڪيائون جو وڏي هوندي گهر ۾ توڙي سفر ۾، آزاديءَ جي حالت ۾ توڙي قيد و بند جي حالت ۾، سندن اها عادت رهي ته صبح جو اٿي تهجد پڙهندا هئا، صبح جي نماز پڙهي، پوءِ ورزش ڪندا هئا. ٻي ڳالهه ته درگاه تي قرآن ۽ حديث جي درس جو وقت مقرر هو ۽ ان ۾ مريدن سان گڏ صاحبزادا به شامل ٿيندا هئا. روضي ڏتي

سائين محمد راشد شاھ صاحب جي زماني کان بلڪ ان کان بہ اڳ وچينءَ جي نماز کان پوءِ مثنوي شريف پڙھي ويندي ھئي ۽ ان جي تشريح ڪئي ويندي ھئي. مثنوي کي ھٿڻ ۽ ان جي صوفي رمزن سمجھڻ لاءِ صاحبزادا بہ شامل ٿيندا ھئا. اھڙي علمي، ادبي، مذھبي ۽ روحاني پرورش سان گڏ پاڻ راندين روندين ۾ بہ گھڻو حصو وٺندا ھئا. ان کان سواءِ پوڪ، ٻني ٻاري، ڍڳين ۽ مينھين، سواري جي جانورن (اٺن گھوڙن) ۾ گھڻي دلچسپي وٺندا ھئا ايتري قدر جو جڏھن وڏا ٿيا تہ پنھنجي گذر سفر لاءِ گھر جي ضرورت جي لاءِ پاڻ پاڄيون پوکيندا ھئا ۽ ھيون پوکون بہ ڪندا ھئا. مينھين جا وڳ وٺي پنھنجي راضپي وارن ماڻھن کي چارڻ ۽ سنڀالڻ لاءِ ڏنا ھئائون (جيئن اڳتي معلوم ٿيندو.)

سائين صبغت الله شاھ جي ننڍي ھوندي جا جيڪي سنگتي ھئا، ٻار، جيڪي ساڻن راند روند ڪندا ھئا، انھن سان پوءِ پير صاحب جن جو خاص محبت جو رستو رھيو. اھي سنڌن شھر جا ٻار ھئا ۽ مختلف ذاتين مان ھئا. انھن مان ھڪڙا ميمڻ، ٻيا دايا، ۽ ڪي ٻيا. بھر حال ھن ٽن مختلف ذاتين جا ھئا. پير صاحب پاڻ ننڍڙا صاحبزادا ھئا ۽ مدرسي ۾ گڏ پڙھڻ کان سواءِ سنڌن انھن ٻارڙن دوستن سان راند روند بہ ڪندا ھئا. جڏھن پاڻ پڳ ٻڌائون، راند روند ڇڏيائون، وڏا ٿيا، تہ بہ ننڍي ھوندي جي انھن سنگتين سان پيار محبت وارو رستو قائم رکيائون. انھن ٻارن سان ھڪڙو ھو ابراھيم ميمڻ! اڳتي ھلي حڪومت وارن ان ابراھيم کي پير صاحب جن جي خلاف استعمال ڪيو. ابراھيم کي حبس بي جا ۾ رکڻ جو ناھ ناھي، اھو ڪيس ھلايائون. جڏھن انھيءَ سازش مان سنڌن مقصد حاصل نہ ٿيو تہ ابراھيم جي ماءُ کي قتل ڪري ان جي لاش کي ڪوٽ جي ٻاھران، پير صاحب جي مھمان خاني ۾ اندر اڇلارايائون. اھڙيءَ طرح پير صاحب کي ملوث ڪرڻ لاءِ ان ابراھيم کي استعمال ڪيو ويو. اھي ڪيس جڏھن نہ بيٺا تہ نيٺ ھٿيار ۽ گولابارود رکڻ جي ڏوھ ۾ پير صاحب جن کي جيل موڪليو ويو.

سنڌن ننڍي ھوندي جي انھن ٻارن مان ڊاڪٽر بلوچ صاحب ٻن کي ڳولي لڌو ھڪ قمرالدين دايو ۽ ٻيو والي ڏنو ميمڻ جيڪي ١٩٨٧ع تائين زندھ ھئا. ١٩٩٣ع واري انٽرويو ۾ ڊاڪٽر صاحب جن اسان کي ٻڌايو تہ قمرالدين خيرپور شھر لڳ ٽنڊي لقمان ۾ رھندو ھو جنھن سان ١٩٩٠ع ڌاري ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن جي





تفصيلي گفتگو ٿي. ان اھي اڳيون ڳالھيون ٻڌايون تہ اسان پير صاحب کي ڪھڙي نموني ڏٺو، ڪيئن ڏٺو ۽ ڇا ڏٺو.

اھي ڳالھيون جيتوڻيڪ سڌي طرح حر تحريڪ سان تعلق نٿيون رکن تہ بہ ان مان پير صاحب جن جي ذاتي شخصيت تي روشني پوي ٿي تہ ھو ڪھڙين خوبين خصوصيتن جا مالڪ ھئا. ڪيتري قدر ملڻا جلڻا ھئا، ۽ زندگيءَ جي ڏيتي ليتيءَ بابت سنڌن ڪھڙا ويچار ھئا.

قمرالدين ٻڌايو تہ پير صاحب ننڍي ھوندي کان ٻاراڻي وھيءَ ۾ بہ نھايت دلير ۽ طاقتور ھو. ھو پنھنجي وھيءَ کان وڏن ٻارن کان بہ وڌيڪ طاقت وارو ھو. نھايت بي پرواھ پر منصف مزاج ۽ انصاف وارو ھو. چيائين تہ ھيون بہ رانديون ڪندا ھئاسون پر خاص رانديون بہ ھيون، ھڪ ٻڍ-ٻڍوڙي ۽ ٻي ملھ. پھرين راند بابت چيائين تہ ڇا ڪندا ھئاسون جو جڏھن ڪو ھارائيندو ھو تہ اھو ٻين ڪٽڻ وارن کي پٺيءَ تي ڪٽندو ھو ۽ ھڪ مقرر جاءِ تان ڪٽي وجي ٻي مقرر جاءِ تي لاھيندو ھو. اھو مقرر ٿيل ھوندو ھو تہ ھتان پٺيءَ تي يا ڪلھي تي ڪٽي وجي فلاڻي جاءِ تي ڇڏبو. چيائين تہ پوءِ ائين راند پئي ڪئي سون ۽ آڳ بيٺل ٻارن پئي ٻين ڪنيو، تان جو ھڪ پيرو آڳ اچي پير صاحب تي بيٺي. ھاڻي جڏھن وارو آيو پير صاحب جي ڪٽڻ جو تہ اسان چيو تہ "نہ، اوھين اسان کي نہ ڪٽو." اسان ادب ڪيو تہ پاڻ صاحبزادو آھي، پيراڻو ٻار آھي. اسين ڪيئن ھن کان پاڻ ڪٽايون؛ ھيءَ اسان کي ڪٽي، اھا ڳالھ ٺھي ڪانہ ٿي. تنھن تي صاحبزادي اسان کي تمام گھڻو دٻايو ۽ چينيو. چيائين تہ "ھيءَ راند آھي. اوھين مون سان راند ٿا ڪريو. ان ۾ اوھين مون کي ڪٽو ٿا ۽ جڏھن منھنجو وارو اچي تہ آءٌ اوھان کي نہ ڪٽان! اھو ڪيئن ٿو ٿي سگھي؟" اسان ھڪڙي ڳالھ تي ۽ ھو ٻيءَ ڳالھ تي. پر آخرڪار، اسان سان وڙھڻ لاءِ تيار ٿي ويو. چيائين تہ "راند جھڙي طرح ڪبي آھي تيئن ڪبي، جيڪڏھن ائين نہ ڪيو تہ مان اوھان سان وڙھندس." چيائين تہ "اوھان کي خبر آھي تہ مان شينھن آھيان، مان ھاٿي آھيان، مان مست اٺ آھيان. ڇا اوھان کي خبر ڪانھي تہ مان ائين ڇڏڻ وارو ناھيان. راند جيئن ٿيندي آھي اوھان کي تيئن ڪرڻي پوندي." اھي سنڌن پنھنجا لفظ ھئا جيڪي بلڪل ائين چيائون. اسان ڪٽي چپ ڪئي. پوءِ جتان ڪٽڻو ھو اتان ھر ھڪ کي ڪنيائين ۽ مقرر جاءِ تي ھر ھڪ کي پھچايائين. ٽي چار ڇوڪرا ھئاسون ۽ اسان سڀني کي ڪنيائين. جيئن اسان

ڪٽندا هئاسون. اسان جڏهن سندس ڳالهه مڃي ته اسان سان تمام سٺي نموني هليو.

اهڙي طرح صاحبزادي (پير صاحب) جو برابريءَ واري اصول تي يقين رکڻ واري ڳالهه جو بيو مثال ملهه واري راند مان بڌايائين. قمرالدين چيو ته ملهه به وڙهندا هئاسون. اسان مان ڪي عمر ۾ هاٿي ڪانيءَ ۾ ڪجهه وڏا به هئا، پر پاڻ ايڏا سگها هئا جو اسان کي زوريءَ زبردستيءَ جاڻنا ٻاڻنا هٽي وجي دسيندا هئا. اسان مان هڪ ڇوڪرو والي ڏنو ملهه ۾ سيني ڪان تکو هو. واليءَ ڏني کي پهرين ملهه مارايائين. پر بي ملهه هن صاحبزادي کي دسي، ۽ زمين هئي پڪي، سو هيٺ ڳوڏو لڳو ته ڳوڏي تان چمڙيءَ جو ٽڪر رهڙجي رتائجي ويو. جيستائين راند جي ميدان تي ٻارن سان گڏ هئا تيستائين صاحبزادي ان رهڙ ۽ رت جي ڪا ڳالهه ئي ڪانہ ڪيائون. پر جڏهن گهر ويا ته رات جو جيئن ڏک نريو ته گهٽو سور ٿيو ۽ ڪين ننڊ ڪانہ آئي. سندن والد صاحب، وڏي پير، پير صاحب ڪوٽ ڏٺيءَ کي خبر پئجي وئي. سو پير صاحب جن بابت بئي ڏينهن پڇا ڪرائي ته ڪين ڏک ڪيئن لڳو. تڏهن پير صاحب کي بڌايائون ته ”صاحبزادو ٻارن سان ملهه ٿو وڙهي، تنهن ۾ ڪيس ڏک لڳو آهي.“ تنهن تي پير صاحب جن چيو ته چئوس ته ”آئندي ملهه نہ وڙهي.“ چيائونس ته وڏو پير صاحب هيئن ٿو چوي. چيائين ته ”نہ، آءُ ملهه وڙهندس ۽ جنهن مون کي دسيو آهي تنهن کي دسيندس.“ پير صاحب کي بڌايائون ته صاحبزادو هيئن ٿو چوي. تنهن تي وڏي پير صاحب جن چيو ته ”پوءِ جتي ملهه ٿا وڙهن اتي اڌ فوٽ هيٺ زمين کوٽائي واريءَ سان پرائي ڇڏيو.“ ماڻهو آيا جو اندر تلاءَ جي پرسان منجهند ڪان اڳ ۾ ئي ان ميدان جي وڏي حصي کي کوٽائي ان ۾ واري پرائي ڇڏيائون. قمرالدين چيو ته ”اسين جڏهن شام جو راند لاءِ گڏ ٿياسون ته اها سڄي جاءِ واريءَ سان پريل هئي. اسان جي پڇڻ تي پير صاحب جن بڌايو ته ”بابا سائينءَ ملهه وڙهڻ لاءِ واري وجهرائي آهي. سو اسان جي ملهه ساڳئي نموني هلندي رهندي.“.

قمرالدين چيو ته صاحبزادو (پير صاحب) ارادي جو تمام پڪو هوندو هو. ارادو ڪبو ته پوءِ مڙبو ڪونہ. بيو چوندو هو ته ”جيڪا مون سان ٿيندي سا بين سان به ٿيندي ۽ جيڪا بين سان ٿيندي سا مون سان به ٿيندي. يعني هڪجهڙائي ضرور ٿيندي نہ ته ڳالهه نہ نهندي.“





قمرالدين چيو (۽ پوءِ واليءَ ڏني به ان جي تصديق ڪئي) ته پوءِ اتي ملهه وڙهياسون. صاحبزادي واليءَ ڏني کي ڌمڪائي چيو ته تون ملهه ۾ منهنجو ڪو لحاظ نہ ڪجان. امير بخش ميمڻ، ايوب ميمڻ ۽ ستار شيخ ٽنهي کي صاحبزادو دسي ويو. واليءَ ڏني کي پهرين دسيائين ۽ بي هو دسي ويو. بين سيني جي عمر ڏهه سال ڪن هئي. واليءَ ڏنو به سال وڏو هو. صاحبزادي چيو ته ”به وري وڙهنداسون ۽ مان توکي دسيندس.“ ان وقت وڏو پير صاحب پاڻ اچي روبرو بيٺو هو.

واليءَ ڏني بڌايو ته صاحبزادو اسان تي وڏو مهربان هو. مون کي ۽ امير بخش کي ۽ ايوب کي ۽ ستار کي وٺي هلندو هو هڪ خاص دڪان تي. حڪم ڏيندو هو ته هي هي مٺائي ڪٽو ۽ اسين ڪٽندا هئاسون. واڻئي کي اسان چوندا هئاسون ته پنهنجون شيون آڌو توري رک؛ صاحبزادو حڪم ڏيندو ته ڪٽنداسون.“ (واڻئي کي سندس بڌايل تور موجب پئسا ملندا هئا). واليءَ ڏني چيو ته اسان سيني مان بن جو ابراهيم ميمڻ سان ۽ ڪن بين جن سان صاحبزادي رانديون ڪيون، تن سان پاڳاري ٽيڻ ڪان پوءِ به ساڳيو پيار قائم رکيائون. چيائين ته ڪي سال گذريا جو منهنجو پٽ گذاري ويو. پير صاحب جن رات جو اڪيلي سر، اجرڪ جي ٻٽ بڌي منهنجي گهر آيا ۽ اچي فاتح پڙهيائون.

ڪيٽيءَ ۾ ڪم ڪندڙ ڪن فقيرن ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن کي بڌايو ته پير صاحب نهايت سگهارا ۽ طاقتور هوندا هئا. زمين تان جيڪي ڪٽڪ جون گوٽيون اينديون هيون، انهن کي سٽ ڪري رکبو هو. هڪ پيري ڪٽڪ جون گوٽيون آيون. پوءِ فقير اڪيئن ڏني اها ڳالهه ڪئي ته اسان گوٽيون پئي سٽيون. پهرين گوٽين جي سٽي ته سولائيءَ سان ٿي وئي. پوءِ جيئن تيئن تيئن ڪري ٿي گوڻ جي سٽي رکي سون. جڏهن چوٿين گوڻ رکڻ جو وارو آيو ته اسان بن بن ڄڻن گڏجي پئي هڪڙي مٽي اچلائي. مڙئي ڪنهن نموني سان گوٽيون رکيونسين پئي ته پير صاحب جن آيا ۽ اسان جي اها حالت ڏسي اسان کي چيائون ته ”فقيرؤ، اوهان به به ٿي ٿي ڄڻا ٿي هڪڙي گوڻ کي چنبڙيا پيا آهيو. گوڻ کي ڇا ڪٽي سگهو ڇا؟“ چيوسون ته ”سائين، ڪٽي ته سگهون ٿا پر هاڻي سٽي مٿي تي وئي آهي. ان ڪري به به ڄڻا ٿي هڪڙي گوڻ کي مٿي ٿا اچلايون.“ پير صاحب جن چيو ته ”مان تو اوهان کي گوڻ سٽي ڏيکاريان.“ پوءِ ور ڪٽي مٿي ڪنيائون ۽ هٿ وجهي اڏائي

مٿي ڳوٺ کي ڪٽي مٽي سٽيءَ تي اهڙي نموني تي اڇلايائون جو ٽن ڳوٺين جي سٽيءَ تي چوٿين ڳوٺ جي سٽي تي نهي. فقيرن جو چوڻ آهي ته اهڙيءَ طرح ويهه ٽيهه ڳوٺيون لاڳيتيون مٽي سٽي ڪيائون. پوءِ فقيرن کي چيائون ته "ائين همت ڪريو. ٻه ٻه ٽي ٽي ڄڻا لڳا پيا آهيو هڪڙي ڳوٺ کي."

ڊاڪٽر صاحب چيو ته ڪيس معلوم ٿيو ته احمد علي ناريجي کي ڪيٽيءَ ۾ پيرصاحب گهرائيندو هو. سو ان جي ڳوٺ وڃي ان جي پاڻتي کان احوال ورتائين. جنهن چيو ته احمد علي پٽ قائم جو هو. ڏاڍو مڙس هو. درياءَ جي پرسان ماڻهن جا مال هٽي ايندو هو. پير صاحب جي ڪيٽيءَ کان ٻاهر پرسان، ڪٽي رهندو هو. پير صاحب کي جڏهن سندس ڪارنامن جي خبر پئي ته ڪيس پاڻ وٽ گهرايائين. جڏهن احمد علي ناريجو وٽن آيو ته ڪيس چيائون ته "ڏاڍ مڙسي جيڪا آهي سا چوريءَ ۾ ڪانهي. ڏاڍمڙسي دل جي بهادريءَ ۾ آهي." چيائونس ته "تون چوريءَ واري ڳالهه ڇڏ، ۽ تنهنجي ڏاڍ مڙسي جيڪا آهي سا تون مون سان ڳنڍ. آءٌ ٻه ڏاڍو مڙس آهيان. تون مون سان اچي بيهه. باقي چوريءَ واري ڳالهه کي ڇڏ." چيائن ته "سائين، آءٌ ٻچڙيوال ماڻهو آهيان. منهنجو گذر سفر ڪيئن ٿيندو؟" چيائون ته "ها، توکي مينهون وٺي ٿا ڏيون. تون اهي چار ۽ سنپار. تون پوءِ پلي پنهنجون ٻه مينهون وٺ." پوءِ احمد علي ناريجي کي مينهون وٺي ڏنائون. پوءِ فقط اهوئي ناريجو هوندو هو جنهن لاءِ اهو حڪم هوندو هو جو ڪيس اجازت هئي ته هن جون مينهون پلي ته پير صاحب جي ڪيٽيءَ ۾ چرن، ۽ پير صاحب جن انهيءَ ماڻهوءَ سان ڏاڍيون ڪچهريون ڪندا هئا.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن ٻڌايو ته ان احمدعليءَ جي پاڻتي سان ٽي سال اڳ (يعني ۱۹۹۰ع ڌاري) سندن ملاقات ٿي هئي، جنهن اهي سڀ ڳالهيون ٻڌايون. ڊاڪٽر صاحب چيو ته اسان ان ناريجي کان پڇيو ته پير صاحب جن فقيرن سان ڪهڙيون ڳالهيون ڪندا هئا؟ تنهن تي هن چيو ته پيا جيڪي فقير اتي هوندا هئا سي مريد هوندا هئا ۽ ادب وچان نڪي.پاڻ ڳهٽي حجت ڪري ڪا ڳالهه پڇندا هئا نڪي پير صاحب جن پاڻهئي ڪا ويهي حجائتي ڳالهه ساڻن ڪندا هئا. پر هن ناريجي سان (جيڪو مريد ڪونه هو) پاڻ ڪچهري ڪندا هئا ۽ ڪانئس سندس زندگيءَ جي ڏاڍمڙسيءَ جون ۽ ٻيون ڳالهيون پڇندا هئا. جڏهن پاڻ فارغ هوندا هئا يا ڪين واندڪائي هوندي هئي ته ناريجي کي گهرائي ونندا هئا ۽ ساڻس ويهي





ڪچهريون ڪندا هئا. هيڪر ڪانئس پڇيائون ته "احمد علي، تون جو چوريون ڪندو هئين ته ڪڏهن ڪو جهلجي به پئين؟" چيائين ته "هائو، هڪڙي هنڌ مون کي جهلي ورتائون." پڇيائونس ته "پوءِ ڇا ٿيو؟" چيائين ته "پوءِ آءٌ لنيون هٽي نڪري آيس." پوءِ پير صاحب جن چيو ته "پلا هاڻي اها ڳالهه وري ٿا ڪريون. اهو واقعو وري ٿا دهرايون. تون ڪاهه مينهون. اسين ٿا توکي جهليون. پوءِ تون لنيون هٽي نڪر. ڏسون ته ڪيئن ٿو نڪرين." چيائين ته "هائو سائين."

پوءِ ڪانئس پڇا ڪري بلڪل هن جي چوڻ مطابق پڙ مقرر ڪيائون. چيائون ته "جيڪي اسان جا وڏي اهميت وارا فقير آهن، انهن کي ته آءٌ ڪونه ٿو چوان. باقي جيڪي هتي ڪم ڪن پيا، اهي توکي جهليندا." پوءِ باقاعدي اهو پروگرام ناهيائون، پڙ مقرر ڪيائون، اوترين مينهون آنداءُون جيترين هن چيو ٿي ته هن ڪاهيون هيون. پوءِ جيئن ڳالهه ڪيائين ٿي ته هيئن ٿيو هو، هيئن مونکي جهليو هئائون، بلڪل ائين ڪيائون. فقيرن کي چيائون ته "هيئن هيءَ همراهه ايندو ۽ هيئن مينهون ڪاهيندو، پوءِ اوهان هن کي جهلجو." اهي ماڻهو اوترا (جيترا اصل واقعي ۾ هن چيو ته هئا) آنداءُون. سڄي ڳالهه انهيءَ طريقي سان ٿي. پوءِ برابر هو مينهون ڪاهي، ورهڙي کي لنيون هٽي، پاڻ ڇڏائي پڄي ويو. ڊاڪٽر صاحب چيو ته ناريجي جي پاڻتي کان اسان پڇيو ته پلا پير صاحب جن وٽ هتي ڪيٽيءَ ۾ ڪي تربيت يافته (ٽرينڊ) ٿيل، بندوق يا ڪنهن ٻئي معاملي وارا به رکيل هئا؟ چيائين ته برابر هڪڙو پاسو جيڪو هو ڪيٽيءَ جو تنهن تي وڏو مڙسئون تار لوڙهو آيل هوندو هو. اتي پير صاحب جن شڪار ڪندا هئا. اتي وڏيون ڪانئون، جن کي منگها ٿا چون، سي ڪتل هونديون هيون. پوءِ جيڪڏهن ڪي جانور اتي رات جو صبح تائين ايندا هئا، سوئر، ڦاڙها، يا پيا جانور، ته اهي ٻاهر نه نڪري سگهندا هئا. پوءِ هڪڙو پاسو وري اهڙو هو جنهن کي هڪ ٻيو لوڙهو ٻه آيل هو. اها جاءِ جيڪا هئي سا مخفي هئي جنهن ۾ ڪنهن ٻه ٻاهرين ماڻهوءَ کي داخل ٿيڻ جي اجازت نه هئي جيستائين پير صاحب ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪنهن خاص ڪم لاءِ نه سڏائي يا نه موڪلي. اتي هٿيار هوندا هئا ۽ اتي ڪي ماڻهو اهڙا هئا جيڪي باقاعدي هٿيار وغيره (ناهڻ ڄاڻندا هئا). پر اتي وڃڻ جو ڪنهن کي ٻه حڪم ڪونه هو. فقير چوندا جيڪي هئا جن کي ڪا اجات نه هئي، وقت سر، ڪنهن ڪم سان ڪنهن فقير کي اجازت ملندي هئي.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن چيو تہ ”پوءِ مون ڪانئس پڇيو تہ ”اها جيڪا ڪيٽي هئي اتي هٿيارن ناهڻ جو يا هٿيارن کي سمجهڻ جو ڪو نمونو هو يا هٿيارن استعمال ڪرڻ جي ڪا ٽريننگ ملندي هئي، جيڪڏهن اهڙي ڪا ڳالهہ هئي تہ پير صاحب جن کي پڇاڙيءَ ۾ جيڪا تڪليف آئي ۽ انگريزن جا ڪامورا هر هنڌ پهچي ويا هئا تہ پوءِ اها جاءِ، اهي نشانيون، اهي ثبوت انگريز کي هٿ آيا هوندا؟ پر اهڙي تہ اسان کي ڪا خبر ڪانهي ڪا. اهڙي تہ ڪا ڳالهہ ڪانہ ٿي آهي تہ اتي ڪيٽيءَ ۾ اهڙي ڪا جاءِ هوندي هئي جتي هٿيار هوندا هئا. “ تنهن تي ناريجي چيو تہ ڳالهہ ائين آهي تہ انهيءَ ڳالهہ جو ڪو ثبوت هٿ نہ آيو جو انهيءَ سال جنهن سال پير صاحب جن کي تڪليف ٿي اچي ۽ گرفتاري ٿي ٿئي پئي، اها سڄي زمين جڏهن اوائلي درياءَ جو چاڙهہ ٿيو تہ درياءَ ڪائي ويو. اها ايڪڙ ٻيڪڙ زمين جيڪا هئي ڪيٽيءَ جي درياءَ ڪٽي ويو. پير صاحب کي گرفتار ڪيو اٺن اگسٽ ۾. پوءِ اها ڳالهہ بلڪل سچي آهي. اهو ٽڪرو جيڪو مخفي هو ۽ جتي ڪنهن کي وڃڻ جي اجازت نہ هئي اهو سڄو ٽڪرو پائينڊڙ پائي ويو. يڪا ايڪڙ بہ ايڪڙ زمين جا درياءَ ڪٽي ويو.

ناريجي جي پائٽي اها بہ ڳالهہ ٻڌائي تہ پير صاحب جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ تي اعتماد رکندا هئا تہ ان کي گهٽو پائيندا هئا. احمد عليءَ تي پير صاحب جو تمام وڏو اعتماد هو. ايتري قدر جو سانگهڙ يا کپري جي پاسي جو ڪو همٿ پريو فقير هو تنهن کان ڪا چڪ ٿي وئي. چڪ تہ الائي ڪهڙي ٿيس، اها خبر ڪانهي ڪا. پر جڏهن ڪو ماڻهو غلط ڪم ڪندو هو يا ڪو غلط قدم کڻندو هو تہ پير صاحب جن نهايت سختي ڪندا هئا. پاڻ اهڙن ماڻهن کي ٻڌائي چڏيندا هئا، اتي جو اتي جماعت ۾ ۽ پاڻ ئي ان کي سزا ڏيندا هئا. انهيءَ ماڻهوءَ کي بہ دستور مطابق ٻڌائي چڏيائون. پاڻ حڪم ڪيائون تہ هن کي ٻڌو هتي. انهيءَ فقير کي خبر هئي تہ احمد علي ناريجو جيڪڏهن پهچي وڃي ۽ سائينءَ کي سفارش ڪري تہ سزا مان جان ڇٽندي. سو اتان ماڻهو پڄايائون تہ وڃي ناريجي کي چئو تہ تون مهرباني ڪري اچ. اهڙيءَ طرح ڪنهن ڪاوڙ- چڙهيل ماڻهوءَ جي سفارش ڪو گهٽ ڪندو هو ان ڪري جو ماڻهو پير صاحب کان تمام گهڻو ڊڄندا هئا. پر چيائون تہ جيڪڏهن ناريجو اچي ويو تہ پير سائين جن ناراض بہ ڪين ٿيندا ۽ بخشي ڇڏيندا. سو ناريجي ڏانهن ماڻهو پڄايائون جو وڃي ڪيس وٺي آيو. پير صاحب





جن اجان ان ٻيءَ منزل تي هئا تيسين ناريجو بہ اچي رسيو. جاڻ ڪرايائون تہ احمد علي ناريجو آيو آهي. پير صاحب چيو تہ وٺي اچوس. ناريجي سان مليا ۽ ڪانئس پڇيائون تہ تون (خيرپور مان کپري ۾) هتي ڪيئن آيو آهين. چيائين تہ ”سائين معافي ملي، آءٌ هتي سفارش لاءِ آيو آهيان.“

چيائونس تہ ”تون سفارش لاءِ آيو آهين؟ ڪهڙي آهي سفارش تنهنجي؟“ چيائين تہ هو جيڪو فقير آهي، ان تي اوهان جي ناراضگي آهي. هن جو ايترو ڏوهہ بہ ڪونهي ڪو، پر مونکي چيو اٿن تنهن ڪري آءٌ اوهان وٽ آيو آهيان. هن کي معافي ملي.“

تنهن تي پير صاحب چيو تہ ”نيڪ آهي ٻڌوسون. پوءِ حڪم ڪيائون تہ فقير کي چوڙي ڇڏيو.“ ناريجي کي چيائون تہ ”هاڻي تنهنجي ڳالهہ قبول ٿي. هاڻي تون ترسندين يا ويندين؟“ تنهن تي هن ورندي ڏني تہ ”آءٌ پوئتي ويندس، ترسندس ڪونہ.“ فقيرن کي حڪم ڪيائون تہ موٽر ۾ ويهاري ناريجي کي فلاڻي هنڌ (شهدادپور يا ٻئي ڪنهن هنڌ) ڇڏي اچو (تہ اتان ريل ۾ ويهي خيرپور پهچي.)

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن چيو تہ اها ڳالهہ دائي ٻڌائي تہ جنهن ماڻهوءَ تي سندن اعتماد هوندو هو تہ ان کي تمام سنو ڪري ڄاڻندا هئا ۽ ان کي گهٽي عزت ڏيندا هئا. جن ماڻهن تي پير صاحب جن جو اعتماد هو انهن جي امتحان جو وقت وري تڏهن آيو جڏهن ١٩٤١-١٩٤٣ع وارو ڪيس ٿيو. پير صاحب سنڌ جي ڪافي معزز ماڻهن کي چوائي موڪليو تہ اوهان اسان کي چڱيءَ طرح سڃاڻو ٿا. اوهان اچي اسان جي پاران مارشل لاءِ جي ڪورٽ ۾ شاهدي ڏيو. انگريزن جي دٻ ڪان کي تہ چريائي ڪونہ، گهڻا شاهديءَ ڏيڻ لاءِ تيار ٿيا جن کي پوليس ذريعي ڌمڪائي روڪيو ويو. جن رڪجڻ جي نہ ڪئي تن کي ڪوڙن ڪيسن ۾ ڦاسائي دربدر ڪيائون ۽ جيلن ۾ موڪليائون. (ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن چيو تہ اهڙن بن ٽن معززن سان منهنجي ملاقات ٿي جن کان مون احوال پڇيو.) لاڙ ۾ هڪڙو سنهڙي جو سيد وڏل شاهہ رضوي، ۽ اتر ۾ ميرپور ماٿيلي جو پتافي سردار خدا بخش خان جن ٻنهي کي انگريزن گهڻيون تڪليفون ڏنيون ۽ شاهديءَ لاءِ اچڻ کان روڪي ڇڏيو. فقط هڪ شخص جيڪو انگريز جي ڏڙڪن کان نہ ڊنو سو هو محمد ايوب صاحب کهڙو، جنهن وڃي پير صاحب جي پاران شاهدي ڏني. انهن ماڻهن جو تفصيلي ذڪر اڳتي ڪيس وارن صفحن تي ڪنداسون.

ڪيتيءَ ۾ ڪم ڪندڙ فقيرن چيو تہ پير صاحب ماني جوئر جي ۽ ساڳ سرهہ جو شوق سان ڪائيندا هئا يا ٻي ڪا ڀاڄي هوندي هئي سا ڪائيندا هئا. ماني ڪڻڪ جي نہ پر جوئر جي ٿلهي ماني ڪائيندا هئا ۽ لسي شوق سان پيئندا هئا.

اتي جيڪي فقير سندن خدمت ۾ هوندا هئا تن ٻڌايو تہ پير صاحب جن سمهڻ کان اڳ چوندا هئا تہ "فقيرؤ! اوهان هاڻي فلاڻيون ڪي فلاڻيون ڪافيون ڳايو." انهن مان ڪي ڪافيون عبدالله فقير جون هونديون هيون، ڪي ٻين شاعرن جون. پوءِ فقير اهي ڪافيون ڳائيندا هئا، ۽ پاڻ ٻڌندي ٻڌندي سمهي پوندا هئا. پر ننڊ تمام ٿوري ڪندا هئا. سمجهو تہ اڌيءَ رات کان پوءِ اٿندا هئا. وضو وغيره ڪري تهجد جي نماز پڙهندا هئا.

## پڳ تان انگريزن طرفان مداخلت

جناب شاهہ مردان شاهہ (ڪوٽ ڌڻيءَ) ڪي ٽي فرزند هئا: حسين علي شاهہ وڏو، ۽ ٻہ ننڍا قائم شاهہ ۽ راحم شاهہ. جيڪڏهن وڏو حسين علي شاهہ ان وقت زندهہ هجي ها تہ شرعي ۽ دستوري لحاظ کان گاديءَ جو حقدار اهو ٿئي ها. پر حسين شاهہ پاڻ پهرين محرم ۱۳۳۵هہ تي وفات ڪري چڪو هو ۽ ان جو فرزند جيئل شاهہ زندهہ هو. جيئل شاهہ عمر ۾ شاهہ مردان شاهہ جي باقي ٻن صاحبزادن کان وڏو هو ۽ شاهہ مردان شاهہ صاحب جي زماني کان وٺي پير صاحب پاڳارن جي اسٽيٽ جي ڏيتي ليتيءَ جو سڄو ڪاروبار سندس هٿ ۾ هو، ۽ خود شمس العلماء جي زماني ۾ انگريزن ۽ انهن جي عملدارن سان اٿڻ ويهڻ بہ سندس حوالي هو. پر جيئل شاهہ جو مسئلو هيءُ هو تہ هو پڳ ڌڻي شاهہ مردان شاهہ صاحب جو پٽ نہ، پر پوٽو هو. پير سائين شمس العلماء شاهہ مردان شاهہ جا ٻئي پٽ جيتوڻيڪ عمر ۾ جيئل شاهہ کان ننڍا هئا، پر اڳئين پڳدار سائينءَ جا پٽ اهي ئي هئا. وڏي پٽ جو نالو قائم شاهہ هو ۽ ننڍي پٽ جو نالو راحم شاهہ. اهي ٻئي صاحبزادا سلامت هئا.. جو پير صاحب ڪوٽ ڌڻي ۷ ربيع الاول ۱۳۴۰هہ اگاري جي ڏينهن مطابق ۸ نومبر ۱۹۲۱ع تي وفات ڪئي. هاڻي انگريزن ۽ سندن آفيسرن جو خيال هجي تہ جيئل شاهہ کي پڳ ٻڌائجي ۽ اهو تخت تي ويهي. پير سائين جن جي پنهنجي راءِ اها هئي تہ سندن فرزند، قائم شاهہ گاديءَ تي ويهندو، جيئن دستور آهي. ڊاڪٽر





بلوچ صاحب جن جو خيال آهي تہ پير سائينءَ جن جو پنهنجو خيال بہ اهوئي هو ۽ جماعت بہ ائين ئي چاهيو. ملهار فقير بہ پنهنجي ڪتابن ۾ لکيو آهي تہ مريدن جي راءِ اها هئي.

(دستور بہ اهو هو تہ جيڪڏهن گاديءَ واري پير جي وفات کان پوءِ ان جو پنهنجو فرزند موجود آهي تہ اهو تخت يا گاديءَ تي ويهندو، اهوئي پڳ ٻڌندو. وري جيڪڏهن هڪ کان وڌيڪ فرزند موجود آهن تہ سڀني کان جيڪو وڏو هوندو اهوئي پڳ ٻڌندو يا وري اهو جنهن حق ۾ اڳيون پڳدار وصيت ڪري ويو هجي. پوٽئي فرزند نہ هئڻ جي صورت ۾ دستور اهو هو تہ پوٽئي رهيل مائٽن مان جنهن جي نالي پڳ وارو ڌڻي پنهنجي حياتيءَ ۾ وصيت ڪري ويو هجي اهوئي تخت تي ويهندو. انگريزن ۽ ميرن کان اڳ اهوئي دستور هو. پر سنڌ فتح ڪرڻ کان اڳ يا ان زماني ۾ هندوستان جي ٻين راجائن ۽ مهاراجائن جي باري ۾ انگريزن هڪڙو قانون ٺاهيو هو جنهن مطابق اهو ضروري هو تہ گاديءَ تي ويهندڙ ماڻهو انگريزن جي مرضيءَ وارو هجي يعني انگريز جي مرضيءَ سان ئي اميدوار تخت تي ويهي سگهيو ٿي. جيڪڏهن انگريز جي مرضي ڪنهن اميدوار سان شامل نہ هوندي تہ ان گاديءَ کي انگريز ڪنهن ٻئي اميدوار جي حوالي ڪري سگهيا ٿي. راجائن ۽ مهاراجائن جي تخت نشينيءَ بابت انگريزن جي سوچ اها هئي ۽ راجائن کي پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ لاءِ ناهيل اهو قانون هنن پيري مريديءَ وارين گادين تي بہ هلائڻ ٿي چاهيو چو تہ اهي پيري مريديءَ وارا سلسلا بہ اڻ سڌيءَ طرح طاقت جا سرچشما هئا، ۽ طاقت جي سڀني سرچشمن کي انگريزن پنهنجي هٿ هيٺ رکڻ ٿي چاهيو. ان ڪري انگريزي راڄ جي دؤر ۾ سنڌ جي مڙنئي پيراڻين گادين تي حڪومت جي طرفان اها مداخلت رهي. پوءِ ڪٿي حڪومت وارا پنهنجي مرضي ٺاڦڻ ۾ ڪامياب ٿيا ٿي تہ ڪٿي نہ بہ ٿيا هوندا، پر ڪوشش ضرور ڪيائون ٿي ۽ سندن عام پاليسي اهائي هئي. ان پاليسيءَ جي برعڪس پير صاحب پاڳارن (توڙي ٻين گادين جي) مريدن سمجهيو ٿي تہ پيري مريدي وارو سلسلو راجا مهاراجا واري بادشاهيءَ جي سلسلي کان الڳ هو ۽ اهڙن روحاني ۽ ديني سلسلن تي انگريز جو قانون نہ، پر قدرت واري جو قانون ٿي هليو. يعني پڳ جنهن کي الله تعاليٰ ڏياري ان لاءِ حالتون پاڻ هموار ڪري ٿو. انهيءَ معاملي ۾ مريد انگريز جي ڪنهن بہ مداخلت کي برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئا.

گادين تي ورتي وارا اهڙا جهڳڙا ته اڪثر بادشاهن ۽ پيرن بزرگن جي خاندانن ۾ هلندا آيا آهن ۽ گذريل زماني ۾ پير صاحب پاڳارن جي خاندان ۾ به وقت بوقت اٿندا رهيا هئا پر اهڙن معاملن کي منهن ڏيڻ لاءِ اڳئين زماني ۾ هڪڙو چاتل سڃاتل دستور هو جيئن مٿي عرض ڪيوسين ۽ ماڻهو ان دستور موجب پنهنجي مسئلي جو حل ڳولهي لهندا هئا. حڪومتن جي طرفان خير ڪا مداخلت ٿيندي هئي. انگريزن کان اڳ واريون سنڌ جون مسلمان حڪومتون اهڙن معاملن ۾ سڌيءَ طرح مداخلت ڪرڻ کان پاسو ڪنديون هيون. انهن کي دستور جي خبر هئي ۽ ڪم ائين هلندو رهندو هو. پر جيئن انگريزن ١٨٤٣ع ۾ سنڌ تي قبضو ڪيو ته انهن ملڪ ۾ موجود طاقت جي مختلف سرچشمن تي نظر رکي ۽ انهن کي پنهنجي قبضي ۾ آڻي ڪين پنهنجي آڱرين تي نچائڻ جا طريقا ڳولڻ شروع ڪيا. پير صاحب پاڳارن جي گاديءَ تي به سندن مداخلت ڪرڻ جي ڪوشش شروع ڪان رهي. انهيءَ مداخلت جي سبب ڪري پير صاحب پاڳارن ۽ سندن مريدن جا حڪومت سان هميشه اختلاف رهيا ۽ ان ڪري اڪثر مقابلي واري صورتحال رهي.

مثال طور ڏسجي ٿو ته پير صاحب پاڳاري علي گوهرشاه اول جڏهن ١٨٤٧ع ۾ وفات ڪئي ته نئين پڳ ٻڌائڻ جي سلسلي ۾ فوراً انگريزن جي طرفان مداخلت شروع ٿي. انگريز سرڪار پير صاحب حزب الله شاه جي ٻئي ڪنهن چاچي کي تخت تي ويهارڻ جا سانباها ڪيا، جو جو پير صاحب حزب الله شاه ان وقت ڇهن پنجن سالن جو صغير بار هو. انگريزن جي اها مداخلت هتان جي رسم ۽ رواج جي خلاف هئي. خليفو نبي بخش ان وقت زنده هو ۽ ٻيا همت وارا خليفا ۽ عام فقير انهيءَ ڳالهه تي پڪا ٿي بيٺا ته اڳئين پڳدار جو جيڪڏهن فرزند موجود آهي ته پڳ جو حقدار اهو آهي پوءِ پلي اهو صغير هجي يا ڪبير. خليفي نبي بخش جو پوٽو غلام نبي ننڍڙي پير سائين حزب الله شاه جو همعمر هو ۽ ساڻن گڏ پڙهيو هو ۽ رانديون رونديون ڪيون هئائين. ان ڪري اڳتي هلي جڏهن پير صاحب جي ٻين مائٽن وٽان، انگريزن وٽان، ۽ ميرن ٽالپرن (مير علي مراد خان) يا ٻين ماڻهن وٽان سازشون ٿيون يا سازشن جا خطرا ڏسڻ ۾ آيا ته فقير مقابلي لاءِ تيار ٿيا. مريدن کي جڏهن اهڙا خطرا خود پير صاحب جي ٻين ويجهن عزيزن مائٽن مان ڏسڻ ۾ آيا ته خليفي غلام نبيءَ جي طرفان ”فرق“ وارو سلسلو شروع





ٿيو جنهن جو مقصد اهو هو ته تخت تي ٻين اميدوارن جي همت نه وڌي ۽ تخت واري جي موجود هئڻ جي صورت ۾ ٻيا مٽ مائٽ پاڻ کي وڏي چوائڻ يا مٿي ڪرڻ جي ڪوشش ۾ نه لڳا رهن. پير ۽ سندس ٻين مائٽن ۾ فرق ڪرڻ ڪري سندن فرقي جو نالو ئي ”فرق“ وارا پئجي ويو ۽ ”سلام فقط پير کي آهي“ جو نعرو بلند ٿيو جنهن جو مطلب اهوئي هو ته پير پلي صغير هجي يا ڪبير هجي پير اهوئي آهي ۽ ان جي حفاظت ڪرڻ مريدن جو فرض آهي. جيئن ڀائرن، چاچن، مامن ۽ ٻين مائٽن مان تخت جا ٻيا دعويدار يا اميدوار پيدا نه ٿين يا پير صاحب تي حاوي ٿيڻ جي ڪوشش نه ڪن يا مٿس اثر انداز ٿيڻ جي ڪوشش نه ڪن.

سائين حزب الله شاه جي وفات کان پوءِ جڏهن پير علي گوهر شاه ثاني محافي ڏٺي تخت تي وينو ته ان جي مٿان به انگريزن ٻين اميدوارن جي حق جي تلوار لٽڪائي ڇڏي. محافي ڏٺيءَ جي ضعيفيءَ جي بهاني جي آڙ وٺي ٻين اميدوارن کي اڳتي آنداٺون ۽ انهن کي تخت جي دعويٰ لاءِ همٿائيندا رهيا. وري جڏهن پير صاحب علي گوهر شاه ثانيءَ وفات ڪئي ته جيتوڻيڪ پاڻ علي گوهر شاه صاحب جن شاه مردان شاه صاحب کي پڳ سونپي ويا پر انگريزي آفيسرن مان ڪي عملدار وري مظفر شاه کي آسرو ڏيندا رهيا ته پڳ توکي ٽا وٺي ڏيون، تون رڳو همت ڪر. جيتوڻيڪ انهن مان ڪي پير صاحب شاه مردان شاه جا حامي ٿيا پر ان زماني ۾ اهڙين ڪيترين دعوائن وانگر پڳ جي هيءَ دعويٰ به فيصلي لاءِ پريوي ڪائونسل تائين پهتي. حالانڪ انگريز کي خبر هئي ته پير صاحب علي گوهر شاه صاحب ، شاه مردان شاه جي حق ۾ وصيت ڪري ويو آهي ۽ جماعت ٻئي ڪنهن کي پير ڪري ڪانه مڃيندي. انگريز جي ڪم جو اهو طريقو هو ته هڪڙا عملدار هڪڙي اميدوار جو پاسو وٺندا هئا ته ٻيا آفيسر ٻئي اميدوار جو پاسو وٺندا (۽ ٻئي ڌريون حڪومت جي اجازت سان ائين ڪنديون) ته جيئن سياست جي راند سدائين متل هجي. سرسي نيٽ ان جي ڪرائيندا هئا جيڪو سندن آڏو گهڻو جهڪيو هوندو حڪومت وارا اهڙي طرح ٻنهي ڌرين سان حامي ۽ مددگار رهندا هئا. اها انگريز جي پاليسي هئي ۽ اهي عملدار اهڙا ڪم مٿان کان مليل اهڙن حڪمن مطابق ڪندا هئا. انگريز جي اهڙي پاليسيءَ جو مطلب اهو هو ته ڪو به پير فقير ائين نه سمجهي ويهي ته هيءَ جا پڳ مونکي ملي آهي ته هاڻي آءٌ انگريز جي ڪنٽرول يا ضابطي کان آجو ٿي ويو آهيان. انگريز جي

هٽ ڪئونس ڪان مٿي ٿي ويو آهي. انگريز وٽ اهڙي پاليسيءَ جو مقصد اهو به هو ته جيڪڏهن هڪڙو ماڻهو حڪومت سان چڱيءَ طرح نه هلي، حڪومت جي چئي کان ٻاهر نڪري وڃي، يا حڪومت کي سندس وفاداريءَ ۾ شڪ پوي ته وقت اچڻ تي ٻيو اهڙو نعم البدل اميدوار هجي جنهن کي آڏي تخت تي ويهارجي. هينئر هن موجوده زماني ۾ به ڏسبو ته آمريڪا جهڙا ملڪ ٻين ننڍن ملڪن ۾ هڪڙن کي حڪومت هٿن ۾ ڏين ٿا ته ٻين کي انهن جي خلاف پالي وڏو ڪن ٿا. جڏهن مرضي پوندي اٿن ته وقت جي حڪومت کي بدلائي ان جي مخالفن کي آڏي تخت تي ويهاريندا آهن. اڳئين زماني ۾ به سياست جو گُر اهو ساڳيو هو.

هاڻي شمس العلماء شاهه مردان شاهه جي وفات کان پوءِ وري انگريزن پنهنجي مداخلت جو عمل شروع ڪيو. چيائون ته "هي ٻئي شهزادا (قائم شاهه ۽ راحم شاهه) ٻار آهن، صغير آهن. جيئل شاهه وڏو به آهي، علم وارو به آهي، اثر رسوخ وارو به آهي، اسان سندس طبيعت مان واقف به آهيون. انهيءَ ڪري جيئل شاهه کي پڳ ملڻ کپي." اهڙيءَ طرح جيئل شاهه کي همٿايائون ته تون وارو ڪر، تخت جي دعويٰ ڪر. اهڙيءَ طرح خاندان ۾ جهيڙو شروع ڪرايائون.

راشدي خاندان مان سائين جيئل شاهه جي پاسي وارن مان جيڪي (والده جي طرفان) عزازت ۾ ويجها هوندا تن کي ضرور اها ڳالهه وڻي هوندي. پوءِ اڳتي هلي ١٩٣٠ع ۾ جڏهن سائين صبغت الله شاهه (ثاني) تي ڪيس ٿيا ته خبر پئي ته جيئل شاهه جي ڏاڏي صاحب (شاهه مردان شاهه جي گهر واري ۽ حسين شاهه جي والده) اجان زنده هئي ۽ ڪوٽ کان ٻاهر جيئل شاهه وٽ رهندي هئي جنهن وٽ ايمٽان، گلان، ۽ نوران اچي ترسيون هيون ۽ جيئل شاهه جي گهر واري اتي انهن ماين سان ملي هئي. معنيٰ ته پيرن جي خاندان ۾ ٻيا به ڪي ماڻهو هوندا جن جيئل شاهه جي پٺ ڀري هوندي. جيئل شاهه جي انهن خيرخواهن انگريزي عملدارن جي انهيءَ ڳالهه جي پنيرائي ڪئي ته پڳ جيئل شاهه کي ملڻ کپي ۽ انهن سيني گڏجي ڪوشش ڪئي ته پلي جيئل شاهه تخت تي ويهي. پر جماعت اها ڳالهه قبول نه ڪئي. جماعت وارن وٽ هڪڙو اصول هو ۽ انهيءَ کان ٽڙڻ هنن کي هرگز منظور نه هو. انهن جو چوڻ اهوئي هو ته "جيڪڏهن فرزند وينو آهي ته پوٽي جو ڪو حق ڪونهي. ٻي ڪا ڳالهه ٿيڻي ناهي." هنن اهو به چيو ته "پلا جيڪڏهن پير سائين ڪوٽ ڏٺي صاحب جن پاڻ پوٽي (جيئل شاهه) جو حق ڪن ها يا ان کي گادي ڏيارڻ





چاهين ها ته شمس العلماء هئا، سڀ ڪجهه ڄاڻندا هئا ۽ وفات کان اڳ اهڙي ڪا وصيت ڪري وڃن ها ته منهنجي گادي جيئل شاهه کي ملي (جيئن حضرت روضي ڌڻي محمد راشد صاحب جن پير صبغت الله شاهه جن جي حق ۾ گادي ۽ پير محمد ياسين شاهه صاحب جي حق ۾ جهنڊي بابت وصيت ڪري ويا هئا؛ يا پير صاحب علي گوهر شاهه محافي ڌڻي شاهه مردان شاهه صاحب جن جي حق ۾ وصيت ڪري ويا هئا.) ماڻهن اها ڳالهه سائين جيئل شاهه کي سمجهائي. چيائونس ته "سائين، اوهان انهيءَ ڳالهه کي ڪري ڇڏيو. برابر توهان وڏا آهيو ۽ اوهان پڙهيل به آهيو ۽ صاحبزادو قائم شاهه اوهان کان ننڍو آهي. اهي سڀ ڳالهيون نيڪ آهن. پر پڳ ۽ جي گاديءَ جو حقدار ضرور پٽ ئي ٿيندو. ٻيو ڪوڪونه ٿيندو." اهو فرق وارو اصول هو سو پوءِ به قائم رهيو ته "سلام پير کي آهي پوءِ ننڍو هجي ته ڇا وڏو هجي ته ڇا." پوءِ جيئل شاهه ٻاهرين ظاهري طرح جيئن ڏيندو آهي اها ڳالهه قبول ڪئي. ان وقت بظاهر ڪليو ڪلايو پنهنجي گاديءَ جي دعويٰ ڪانه ڪيائين. ائين به ڪونه چيائين ته مريدن جي اها ڳالهه آءٌ قبول ڪونه ٿو ڪريان. پر اندروني طور وري به انگريزن جي سلسلي سان وڏيڪ وابسته رهيو ۽ وقت ۽ موقعي جو انتظار ڪرڻ لڳو.

جڏهن صاحبزادي قائم شاهه کي پير صاحب پاڳاري صبغت الله شاهه ثاني پڳ ٻڌائي ڇڏيائون ته انگريزن جي عملدارن بظاهر ڪٽي ماٺ ڪئي. جيتوڻيڪ ٻاهرئين ٻني صبغت الله شاهه جي پڳ کي سور مرندي قبول ته ڪٽي ڪيائون پر مٿس پابنديون اهڙيون وجهڻ لڳا جن جي پوئواري ڪرڻ سان جماعت ۽ حڪومت جي ماڻهن جا تعلقات وڏيڪ خراب ٿيا.

پير صاحب سان انگريزن جا جيڪي معرڪا ٿيا تن ۾ اول ته سندس گاديءَ تي ويهڻ جي مخالفت وارو معاملو هو. جماعت جو فيصلو اهو هو، انگريزن ان جي مخالفت ڪئي هئي. اها ڳالهه ننڍڙي صاحبزادي پير جي دل ۾ ويهي وئي هوندي. ان کان پوءِ پير صاحب جي جيڪا تعليم ٿي سا دين اسلام جي هئي. اسلامي دنيا ۾ ان وقت جيڪي وهيو واپريو پئي ان جو ضرور مدرسي ۾ ذڪر آيو هوندو، ۽ صاحبزادا جيڪي تمام ذهين ۽ حساس هئا سي ضرور انهن ڳالهين جو اثر وٺندا رهيا هوندا.

انگريز جڏهن ٻهرئين معرڪي ۾ ڪامياب نہ ٿيا تہ ٻيو ڪم اهو ڪيائون جو جماعت وارن ننڍڙي پير کي پڙهائڻ لاءِ جيڪي استاد رکيا هئا انهن کي هٽائي پنهنجي مرضيءَ جا استاد رکيائون جن جو ڪم هو تہ ننڍڙي پير کي انگريز سان وفاداري سيکارين. ساره انصاري ان زماني جي سرڪاري عملدارن جي لکپڙهہ جو جيڪو حوالو ڏنو آهي انهن مان اهي ڳالهيون واضح ٿين ٿيون تہ انگريزن کي ڪيڏي ڳڻتي هئي تہ ننڍڙي پير جي آڏو بقول انگريزن جي "چاپلوس" يا خوشامندڙين sycophantic صلاحڪار ماڻهن جي بدران حڪومت سان وفاداري سيکارڻ وارا "علم وارا" ماڻهو هجن جيڪي سندن تربيت ڪن.

حڪومت وارن جي اها ناداني هئي جو سمجهيائون ٿي تہ اهڙين پابندين مڙهڻ سان اڳلو مرعوب ٿي حڪومت جي هر مناسب توڙي نامناسب حڪم تي آمنا صدقنا چئي اطاعت ڪندو، ياڻ تي اهي سختيون برداشت ڪندو.

جڏهن انگريزن کي رپورٽون پهتيون تہ هيءُ پير انهن هتراڌو استادن ڪان نٿو پڙهي تہ ڪين تمام گهڻي ڪاوڙ آئي ۽ سفارشون ڪيائون تہ ننڍڙي پير کي نابالغ هئڻ جي ڪري ڪورٽ پنهنجو وارڊ (ward) بنائي پنهنجي تحويل ۾ وٺي ۽ ڪيس انگلنڊ يا ٻي ڪنهن ولايت ۾ پڙهائڻ لاءِ موڪلي. انهيءَ سفارش تي گهڻو سوچ ويچار ٿيو ۽ گهڻي لک پڙهہ هلي پر انگريزن نيٺ اهڙي قدم کي قابل عمل نہ سمجهيو. ٿي سگهي ٿو تہ ان مان وڏو ڪو خطرو محسوس ٿيو هجين جنهن کي اپارڻ لاءِ ان وقت جا آفيسر تيار نہ هجن.

جڏهن پير صاحب لاءِ وارڊ بنائي ٻاهر تعليم لاءِ موڪلڻ واريءَ انهيءَ رٿ تان هٿ کنيائون تہ کين زير بار ڪرڻ لاءِ ۽ پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ جون ٻيون چالون سوچڻ لڳا. سگهوئي هڪڙو ڪم اهو ڪيائون جو پير جي ڳوٺ جي پرسان منگهن واڙيءَ وٽ نئون پوليس ٿاڻو وڌائون جيڪو پير جي ڳوٺ کان ٽي ميل ۽ خيرپور کان چار ميل، ٻنهي وسندين جي وچ تي هو. اڳي صوبيداري خيرپور ۾ هئي، هاڻي اها آڻي پير جي ڳوٺ ۾ رکيائون. پوليس جي موجودگي (پريزنس) جيڪا اڳي ڪانہ هئي سا هاڻي ٿي ۽ ان مان ماڻهن لاءِ تڪليف گهڻي ڪانہ پر پاڻ وڌي. انهيءَ ٿاڻي جو مقصد اهو هو تہ پير صاحب جن وٽ يا درگاهہ تي ايندڙن ويندڙن تي نظر رکي سگهجي. اهي ٿاڻي وارا درگاهہ ڏانهن ايندڙ مردن توڙي عورتن کي روڪيندا هئا حالانڪ اهي ماڻهو سالم جماعت جا هوندا هئا.





حزب الله شاهہ صاحب پنهنجي زماني ۾ فرق وارن کن حرن کي درگاهہ تي اچڻ کان منع ڪئي هئي. انگريزن چاهيو ٿي تہ اهو حڪم فرق واري سچي حر جماعت تي اڄان بہ جاري هجي. اتي خاص صوبيدار مقرر ڪيائون جنهن جو ڪم اهو هو تہ هو پير صاحب جي باري ۾ خبر چار رکي ۽ هفتي يا ٻن هفتن ۾ جيئن بہ سلسلو رکيو هونداڻون، مٿي بالا آفيسرن کي اطلاع پهچائيندو رهي. ظاهر آهي تہ آفيسر اتي اهڙا چوندي چوندي ٿي رکيائون جيڪي پيرن واري ڏر سان هونئن ئي الله واسطي جو وير رکندا هئا پر انگريز سان پنهنجي وفاداري ثابت ڪرڻ لاءِ پير صاحب جي خلاف فائلن جي مٿان فائل تيار ڪندا رهندا هئا.

جيڪا ٻاهہ جي ڊونهين ائين سرڪار جي طرفان دکندي ٿي رهي تنهن کي ويتر جيئل شاهہ وارن جي پاسي کان ٻارڻ ملندو رهيو ۽ ڊونهينءَ کي پيڙ بنائڻ لاءِ راشدين وٽان هوا ملندي رهي. جن جي ماڻهن جي معرفت اندر ٻاهر جون خبرون دستوريءَ وڌاءَ سميت حڪومت وارن کي پهچنديون رهيون.

انهن طريقن اختيار ڪرڻ کان پوءِ بہ جڏهن انگريزن جي چاڙتن جي من جي مراد پوري نہ ٿي ۽ حڪومت جي دل جي تسلي نہ ٿي تہ پير صاحب جي گشت تي پابنديون وڌائون تہ فلاڻن فلاڻن علائقن ۾ (مثلاً ڪپري، سانگهڙ يا شهدادپور ۾) جتي حر رهن ٿا پير صاحب گشت تي نہ وڃي، ۽ جڏهن گشت تي وڃي تہ حڪومت جا سپاهي قافلي سان شامل هجن. اهڙين چڪتاڻن جي ماحول ۾ اٺ سال گذري ويا، جن ۾ حڪومت وارن گهڻيون ئي ڪوششون ڪيون تہ ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان جماعت جي اتحاد يا ٻڌيءَ کي توڙي پير صاحب جي طاقت کي ڪمزور ڪجي پر ان ڏس ۾ جيڪو بہ تير ٿي هنيائون سو گسي ٿي ويو ۽ جيڪو بہ قدم کنيائون ٿي سو ٻي سود ٿي ٿيو. اهڙيءَ طرح جڏهن حڪومت وارن کي پنهنجي ارادن کي عملي جامي پهرائڻ ۾ هر طرح ناڪام ٿيندي ڏٺو تڏهن وٽ ٿي ڪاڏائون ۽ ڪنهن وڏيڪ مؤثر قدم کڻڻ جون رٿون ٿي رٿيائون.

مائي ساره انصاري پنهنجي سڄي ڪتاب ۾ انگريزن جي ڪارڪردگيءَ جي پنيرائي ڪئي آهي ۽ سندن ڪمن جو دفاع ڪيو آهي ۽ حرن تي ٿيل سختين کان اک- ٽار ڪئي اٿس. پنهنجي وڏڙن (انگريزن) جي ظلمن جي ڪمن تي پردي ڏيڻ لاءِ سچو قصو اهڙيءَ طرح بيان ڪيو اٿس جو چڻ تہ ديسي سڀ پير فقير امير غريب انگريز جي سازباز ۾ شامل ملڪ جا غدار (collaborators) هئا ۽ انگريزن

ويچارن جڏهن به ڪو سخت قدم ٿي کنيو ته ويچارن مجبوريءَ جي حالت ۾ رڳو پنهنجي حڪومت هلائڻ لاءِ ٿي کنيو. مائيءَ سڳوريءَ حرن کي انهن سختين جو مستحق ڪري ڏيکاريو آهي. سڄي ڪتاب ۾ رڳو هڪڙي هنڌ انگريزن جي "غلطي" ڏانهن اشارو ڪيو اٿس جيڪا هنن پنهنجي ڪارڪردگيءَ جي ڪاميابيءَ ۾ وڏين توقعات رکڻ ۾ ڪئي. انگريزن ۽ پيرن جي خراب تعلقات جي حوالي سان چوي ٿي ته اهو انگريزن جي "غلطين جو نتيجو" هو جو هو حرن کي منهن ڏيڻ ۾ حد کان وڌيڪ خوشفهميءَ ۾ مبتلا رهيا (يعني انگريزن پانيو هو ته هو جيئن ماڻهن تي سختيون ڪندا ته حر پيش اچي پوندا. ان خوشفهميءَ ۾ رهڻ جي غلطي ڪيائون. يعني ان خوشفهميءَ ۾ نه رهن ها، بيو ڪو اپاءُ ٿي وڌيڪ سخت تدارڪ ڪن ها. جيڪي ظلم ۽ ڏاڍ سنڌ جي ماڻهن تي ڪيائون مائي ساره انصاري انهن کي غلطي ڪانه ٿي چوي.) مائي لکي ٿي ته انگريزن کي معلوم ٿي ويو هو ته جماعت جي ٻڌيءَ کي ڪنهن ديرپا نموني ٽوڙڻ انگريزن لاءِ ناممڪن هو. . . !

But the British found it impossible to break the unity of the Hurs in any lasting way… It was, in part, the result of mistakes by the authorities who were at times over-optimistic in their handling of the Hurs… (p.130)

اسين چئي سگهون ٿا ته انگريزن ۽ سندن عملدارن کي جيڪڏهن عقل هجي ها ته گذريل سؤ سالن جي تاريخ جي مطالعي مان اهو هڪڙو نقطو سمجهي وڃن ها ته هنن حرن تي جيتري سختي ڪئي اوتروئي هي ماڻهو هٿن مان نڪري ويندا ۽ حڪومت جو زوردار مقابلو ڪندا. سختيءَ جي آڏو جهڪڻ ته هي ماڻهو ڄاڻندا ئي ڪونه هئا. پر انگريز جنهن نموني سان حاڪم ٿيا هئا ۽ جنهن نموني حڪومت ڪيائون ٿي، ۽ جهڙيءَ طرح هندوستان جي ٻين علائقن ۾ سندن پاليسيون اثرائتيون ثابت ٿيون ٿي تنهن مان انگريزن اهو سکيو هو ته مصلحت، رواداري، انسانيت پسندي، يا صلح پسنديءَ واري ڪا ڳالهه محڪوم قوم سان ڪرڻي ناهي. انساني همدرديءَ سان معاملي کي ڏسڻ نڪي سندن سٽيءَ ۾ هو نڪي سندن تربيت ۾ هو. سندن حڪومت جو سڄو ڪاروبار طاقت جي زور تي ٿي هليو ۽ حرن کي به هنن طاقت جي زور تي جهڪائڻ ٿي چاهيو. پر حرن الله تعاليٰ، ان جي رسول صلي الله عليه وسلم، ۽ پنهنجي مرشد جي حڪم کان سواءِ ٻيءَ ڪنهن طاقت جي آڏو جهڪڻ سکيو ئي نه هيو. غيرالله جي آڏو جهڪڻ واري ڳالهه وري





نڪي هنن جي سٽيءَ ۾ هئي، نڪي ٿڄ ۾ هئي نڪي تربيت ۾. هيءَ ٻن متضاد تهذيبن جو ٽڪراءُ هو. انگريزن ۽ سندن چاڙين پورا هڪ سؤ سال لڳايا پر انهيءَ ننڍڙيءَ ڳالهه کي سمجهي نه سگهيا. اهڙا هنيلا نيٺ ملڪ مان نڪرڻا نڪري ويا پر ڳالهه سمجهه ۾ ڪانه آين.

جماعت جي ماڻهن کي ته انگريزن جون اهي مداخلت واريون ڳالهيون ڏکيون لڳنديون هيون، پر نوجوان پير صاحب کي به اهي ڳالهيون ڏکيون لڳنديون هونديون ته:

- هڪڙا ڌاريا ماڻهو آهن جيڪي اسان جي ملڪ تي ههڙيءَ طرح قبضو ڪيو ويٺا آهن،
- ههڙيءَ طرح منهنجي پڳ تي اچڻ جي مخالفت ڪن ٿا،
- اهي پٽرا ۽ ڳجها جاسوس رکي مون تي نظرداري رکن ٿا،
- منهنجي هر ذاتي معاملي ۾ مون تي پابنديون وجهن ٿا،
- منهنجي مريدن کي درگاهه تي اچڻ کان روڪين ٿا،
- مونکي منهنجي مريدن ڏانهن مسافريءَ ۾ وڃڻ کان منع ڪن ٿا،
- ۽ هر نموني سان منهنجي هتڪ يا بي عزتي ڪرڻ چاهين ٿا.

يعني انگريز آهي جيڪو ديسي چاڙتن جي مدد سان اهي سڀ ڳالهيون ڪري ٿو ۽ مون تي نظر رکي ٿو. پير صاحب کي اها ڳالهه سمجهندي هئي ته انگريز جي اصل مرضي ڪانه هئي ته پاڻ گاديءَ تي ويهن. هاڻي جو انگريزن جي مرضيءَ جي خلاف جڏهن زوريءَ پاڻ گاديءَ تي ويٺو آهي ته هنن مٿس هي جوڪسيون ويهاريون آهن ۽ ٻيون پابنديون لڳايون اٿن.

اهڙيءَ طرح پير صاحب جن جو انگريزن ڏانهن هڪ خاص رخ ۽ رويو نهندو ويو ۽ ڏينهون ڏينهن پختو ٿيندو ويو. اهو رويو اڳي ئي باهمي نفرت وارو هو سو انگريزن جي اهڙي رويي جي ڪري ڏينهون ڏينهن سخت ترين نفرت ۾ تبديل ٿيندو رهيو.

حڪومت وارن جون اهڙيون سختيون جيئن هڪ ٻئي جي پٺيان وڌنديون ويون ته پير صاحب جن آهستي آهستي اهو سمجهندا ويا ته سندن جيڪا به طاقت آهي سا سندن مريدن سان آهي ۽ سندن پنهنجي ۽ سندن مريدن جي ڀلائي انهيءَ

ڳالهه ۾ آهي ته هڪ هجن ۽ انگريز جي چئي ۾ نه اچن. انهيء ڪري پنهنجي انتظام ۾ ڪي اهڙا قدم کنيائون جن انگريزن کي وڏيڪ ڏمرايو.

اول ته اهو ڪيائون جو ذاتي طور تي جن مريدن کي سڃڻندا هئا ته چڱا ماڻهو آهن، همت وارا آهن، طاقت وارا آهن، وفادار آهن، انهن تي پنهنجي شفقت جو هٿ رکيائون. انگريزن جي چاڙتن کي اها ڳالهه پسند نه آئي جو چيائون ته درگاهه تي اهڙا ماڻهو اچن ٿا جن کي حڪومت پسند نٿي ڪري. مريدن جي آزادانه اچ وڃ کي روڪڻ لاءِ نئون ٽاڻو اچي ڪوليائون جنهن جو ذڪر مٿي ڪيوسون.

پير صاحب صبغت الله شاهه پيو هڪ خاص نظام رکيو جيڪو اڳين پيرن صاحبن وٽ ايترو نه هو. پير صاحب جي ذاتي نوڪرن کي عام اصطلاح ۾ ”ڪامي“ چئبو هو. اڳي ڪامي جيڪي ڪندا هئا ته ان تي پير صاحبن جي نظرداري گهٽ هئي. مثلا ڪنهن ڪان ڪا شيءِ گهرايائون يا ڪو پئسو ورتائون ته پوءِ اهو ڪيڏانهن ڪيائون، ڪيئن خرچ ڪيائون، ڪيترو پهچايائون، ڪيترو لڪايائون، صحيح سلامت پهچايائون يا ڪا خيانت ڪيائون، يا ڪنهن سان ڪا ڏاڍائي ڪيائون، ان کي ضابطي ۾ آڻڻ جو اڳي ڪو واضح طريقو ڪونه هو. پير صاحب جن هاڻي اهو انتظام رکيو ته ڪوبه ماڻهو ڪاميءَ کي ڪابه شيءِ نٿو ڏئي سگهي. ڪاميءَ کي ڪوبه حق ناهي ته ڪا شيءِ مريدن ڪان گهري يا وٺي. شروع وارين انهن ڳالهين مان خبر پوي ٿي ته پير صاحب انتظامي نقطئه نظر ڪان سجاڳ ۽ باصلاحيت هو.

ٻي ڳالهه اها ڪيائون جو پنهنجي ”ڪيٽيءَ“ تي گهڻو شوق ڪيائون. ڪيٽي معنيٰ ته اها زمين جيڪا درياهه جي پرسان هجي، درياهه جڏهن ڪيٽ ڪري ويندو آهي ته پوءِ ان ۾ ٻيلا ٿيندا آهن، وڻ ٿيندا آهن، مختلف فصل ٿيندا آهن. پير صاحب جن جي ڪافي زمين ڪيٽي واري هئي ۽ اها شروع ڪان وٺي وڻن هئي ۽ اڄ تائين پير صاحب جي ڪيٽي سڏبي آهي. اها ڪنگري شهر جي اولهندي پاسي ۾ آهي. پير صاحب کي ان زمين تي گهڻو شوق هوندو هو. انهيءَ ڪيٽيءَ سان گهڻو چاهه هوندو هون. جيڪو به وقت فراغت جو هوندو هون ته اهو وقت وڃي ٻاهر ڪيٽيءَ ۾ رهندا هئا. اتي ٻنيون پوکرائيندا هئا ۽ پاڻ به پوکيندا هئا. اتي شڪار جو بندوبست به ٿيندو هو ۽ ٻيون ڪچهريون ۽ محفلون به اتي ٿينديون هيون. . . .





انگريزن کي پنهنجي جاسوسن جي معرفت اها خبر پوندي رهندي هئي ته پير صاحب جو رويو ڏانهن ڪهڙو هو ۽ ساڻن ڪهڙي نموني سان هلڻ چاهي ٿو. يعني انگريزن جي حڪومت کي پسند نٿو ڪري ۽ انگريزن جي چاڙتن کي عزت جي نظر سان نٿو ڏسي. ان زماني ۾ سکر جي ڪليڪٽر ۽ سنڌ جي ڪمشنر جي لکپڙهه جي حوالي سان ساره انصاري پنهنجي ڪتاب ۾ چوي ٿي ته ۱۹۲۸ع تائين پير صبغت الله شاهه کي حڪومت وارا ”عوامي خطرو“ (public danger) ڏئي چڪا هئا. هنن فيصلو ڪيو هو ته مٿس اهو ثابت ڪن ته نڪي هو قانون ڪان مٿاهون هو نڪي حڪومت جي وٽ (پڪڙ) ڪان پرانهون هو. پر انهيءَ ڳالهه ثابت ڪرڻ لاءِ هاڻي ڇا ڪجي؟

ان ڪري اول ته کين ميٺ محبت سان پنهنجو ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائون. سکر جي ڪليڪٽر پير صاحب کي پاڻ وٽ گهرايو. پير صاحب پنهنجي خليفي احمد لغاريءَ کي موڪليو ته ڪليڪٽر سان وڃي ڳالهائي اچي. ڪليڪٽر چيو ته حڪومت پير صاحب کي خطاب ۽ تلوار يا بندوق انعام ڏيڻ چاهي ٿي. پير صاحب چوائي موڪليو ته اسان کي پير پاڳاري جو خطاب الله تعاليٰ وٽان ۽ پنهنجي مريدن وٽان مليل آهي، ٻئي ڪنهن خطاب جي اسان کي ضرورت ڪانهي. بندوقون ۽ تلوارون اسان جي وڏن جي زماني ڪان وٺي اسان وٽ پيون آهن. وڌيڪ ڪنهن بندوق جي اسان کي ضرورت ڪانهي. ڪليڪٽر جيڪو گجرات جو پارسي هو تنهن خليفي کي چيو ته پير صاحب غلطي ٿو ڪري. اهڙي جواب مان حڪومت ناراض ٿيندي ۽ پير صاحب کي باغي سمجهندي.

ميٺ محبت ۽ لالچ سان ڪم نه نهيو ته ڏڪي دهمان سان کين زير ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائون. سوچيائون ته چو نه پير صاحب کي دربار جي ڪرسيءَ ڪان محروميت جو ڏڪو ڏجي. پر پوءِ ڏٺائون ته جڏهن ڪان پيرصاحب صبغت الله شاهه گاديءَ تي ويٺو آهي هو ڪڏهن به دربار ۾ نه آيو آهي. ان ڪري جيڪڏهن ڪرسي کسجڻ جو ڪيس ڏڪو ڏبو ته ان مان ڪوبه فائدو ڪونه ٿيندو.

انهن ٻنهي طريقن آزمائڻ ڪان پوءِ به جڏهن پير صاحب جڏهن انگريزن جي چوڻ تي نه هليو ته وڏي پيماني تي پير صاحب کي سوگهي ڪرڻ جي رٿ رٿيائون. انهيءَ گهات ۾ رهيا ته ڪو وجهه ڏئي ته مٿس قانوني ڪارروائي ڪري ڪيس جيل ۾ بند ڪجي. هنن سوچيو ٿي ته پير صاحب نندو آهي، ڪنهن نه ڪنهن طريقي

سان ڪيس ڪنهن معاملي ۾ ملوث ڪري وٺندا. پر پير صاحب کي انڊين پينل ڪوڊ جو سڄو قانوني ڪتاب بر زبان ياد هو ان ڪري ڳهڻين ڪوششن جي باوجود ڪيتري وقت تائين هو ڪجهه به ڪري نه سگهيا.

پوءِ سوچيائون ته هٿيار رکڻ جا جيڪي نوان قانون نهيا هئا، پير صاحب کي ڦاسائڻ لاءِ استعمال ڪجي. جنهن ماڻهوءَ کي اڳي هٿيار رکڻ جي اجازت هئي ان وٽ ضرور ڪجهه نه هٿيار هوندا. جولاءِ ١٩٢٩ع ۾ پير صاحب کي حڪومت وارن خط مڪو (ڪيس مليو يا نه مليو اهو ڪورٽ ۾ ثابت نه ٿيو) ته اوهان کي بنا لائسنس هٿيارن رکڻ جي جيڪا رعايت مليل هئي سا حڪومت واپس ٿي وٺي، رعايت واپس وٺڻ واري انهيءَ حڪم نامي ۾ اٿين چوڻ جي ضرورت ڪانه هئي ته اڳيان هٿيار سرڪار وٽ پيش ڪجن يا نه. پير صاحب جي مرضيءَ تي ڇڏيل هو ته ان خط جي ڪهڙي معنيٰ وٺي ۽ انگريزن جي آفيسرن جي مرضيءَ تي وري اهو ڇڏيل هو ته ضرورت جي وقت ان رعايت واپس وٺڻ جي هو ڪهڙي تا معنيٰ وٺن. پير صاحب لاءِ سرڪار وٽان اهو هڪڙو معمولي خط هو سو موڪليو ويو ۽ پير صاحب جن کي پهتو يا نه ۽ جي پهتو ته وٽي ڪنهن ڪٺد پاسي ۾ رکي ڇڏيو هونداٺون ۽ ڳالهه آئي وئي ٿي وئي. حڪومت وارا اهو خط موڪلي ايندڙ چال جي بندوبست ۾ لڳي ويا.

انهيءَ وچ ۾ جڏهن ڏٺائون ته ٻاهر جي ڪنهن ٽڪ ساٺ سان قانوني چاره جوئي ٿيڻ جو امڪان گهٽ هو ته پير صاحب جي اندروني حلقي مان ڪاٺ هٿڻ جي ڪوشش ڪيائون. پير صاحب جي ويجهڙائپ واري حلقي مان ڪن اهڙن ماڻهن جي تلاش ڪيائون جن کي پير صاحب جي خلاف استعمال ڪري سگهجي. جڏهن گهر جي اندر جا ٻاتي غير سان شامل هجن ته اهڙن ماڻهن کي ڳولي لهڻ ۾ وقت ڪونه لڳندو. اهڙا ڪم اڳي به ٿي چڪا هئا ١٨٩٠ع ۾ پير سائين حزب الله شاهه جي چپن تائين زهر پاٺهئي ته ڪونه پهتو هوندو. ضرور اندروني حلقي جا ڪي ماڻهو هوندا جن اهو ڪم ڪيو هوندو. اهڙا ماڻهو هن وقت به حڪومت وارن کي هٿ اچي ويا. جيئل شاهه ۽ سندس هر خيال ماڻهن جي مدد سان ڪيترا ڪيس تيار ڪيائون. علي محمد راشديءَ به ان ڪم ۾ اڳواٽي ڪئي.

اول ته ٿي ٻانهيون، نوڪراڻيون، يا پير صاحب جي گهر ۾ ايندڙ ويندڙ مايون (ايمٽان، گلان ۽ نوران) هٿ ڪيائون. ايمٽان، گلان ۽ نوران کان بيان ڏيارايائون ته





پير صاحب ڪين ماريو ڪٽيو آهي ۽ هو ڪوٽ مان جان بچائي ڀڄيون آهن ۽ جيئل شاهه جي گهر ۾ اچي پناهه ورتي اٿن. جيئل شاهه جي والده ۽ گهرواريءَ سان سندن ملاقات ٿي جيستائين پوليس ڪين حفاظت ۾ ورتو. پر بيان ۾ اهو به چونديون ويون ته پير صاحب جي تهه خاني ۾ هٿيار ۽ بارود پريو پيو آهي.

ٻيو ته ابراهيم ميمڻ کي ريهي ريبي انهيءَ ڳالهه تي آنداڻون ته چوي ته ڪيس پير صاحب حبس بيجا ۾ رکيو آهي.

ٽيو ته اڳتي هلي ان ابراهيم جي ماءُ کي مارائي سندس لاش پير صاحب جي مهمان خاني ۾ اڇلرائي ڇڏيائون ۽ ڪيس ڪيائون ته پير صاحب ان مائيءَ کي مارايو آهي.

چوٿون ڪم اهو ڪيائون ته جيئل شاهه ۽ ساٿين همدردي رکڻ وارن جي مدد سان پير صاحب جي تهخاني ۾ موجود پراڻين بندوقن ۽ بارود جي متعلق اطلاع هٿ ڪيائون ۽ انهيءَ تي ڪيس ٻڌائون.

پنجون ته جيئل شاهه ۽ ساٿين همدردي رکڻ وارن جي مدد سان اهو به بندوبست ڪيائون ته هيڏي پهري هوندي ڪوٽ ۾ ڪيئن داخل ٿجي. حڪومت وارن هيڪر جو هن شينهن مڙس جي عزت ۾ هٿ وڌو ته پڪ ڪرڻ ٿي چاهيائون ته هو ڪنهن نه ڪنهن قلم ۾ ڪيس جيل موڪلي ساهه پٽيندا. ان ڪري هاڻي هڪڙو ڪيس نه، پر ڪيئي ڪيس تيار ٿيا.

پوءِ ڪامورن ائين ڪيو جو اهي ڇوڪرا جيڪي پير سائينءَ جي ننڍپڻ جا ساٿي هئا ۽ جن مان ڪي وٽن خدمت ۾ هئا، تن سان سندن مائٽن مٽن جي معرفت ملي انهن کي پنهنجي طرف ريهي ريبي آڻڻ جي ڪوشش ڪيائون. ڪنهن ڇوڪري جا مائٽ مثال سکر ۾ آهن يا لاڙڪاڻي ۾ ته جڏهن ڪو اهڙو موقعو هجي شادي مراديءَ جو جڏهن اهي مائٽن وٽ انهيءَ شهر يا ڳوٺ ۾ ملڻ وڃن ته حڪومت جا ڪارندا ٻين مائٽن جي معرفت سڄاڻپ پيدا ڪري وجهو انهن جو پاسو وٺن ۽ ڪين لاڙي، distract ڪري، ڪانئن پير صاحب جون خبرون پڇن ۽ ٻيا حال احوال وٺن جن کي آئي وقت استعمال ڪري سگهجي. پوءِ انهن مان ڪهڙن تائين حڪومت وارا پڄي سگهيا ڪهڙن تائين نه پڄي سگهيا؛ سا ته خبر ناهي پر انهن جي اسٽرٽجي strategy وڄي بيٺي ابراهيم ميمڻ تي. ابراهيم جا مائٽ لاڙڪاڻي ۾ هئا ۽ لاڙڪاڻي ۾ ڪي راشدي به هئا جيڪي وري جيئل شاهه جا مائٽ هئا. پوءِ

اهو equation وجي ائين ناهيائون ته ڪنهن نه ڪنهن بهاني سان ابراهيم کي هو اتي بن ٽن ڏينهن لاءِ ڪنهن طرح لاڙڪاڻي ۾ آڻجي. لاڙڪاڻي ۾ انهيءَ مقصد سان آڻجي ته ٻه ٽي ڏينهن رهي، ماڻهن سان ملي ڪين خبرون چارون ٻڌائي. حڪومت وارن سمجهيو ٿي ته خيرپور ڪان لاڙڪاڻو تمام پري آهي ان ڪري لاڙڪاڻي ۾ ان سان لهه وچڙ ۾ اچجي ۽ اتي ڪانئس خبرون چارون ونجن جيئن پير صاحب کي انهيءَ ڳالهه جي ڪڙڪ نه پوي. پوءِ خدا تو ڄاڻي ته ابراهيم لاڙڪاڻي مان شادي ڪئي هئي يا اتان شادي ڪرڻ وارو هو يا ڪنهن ٻئي مائٽ جي شاديءَ جي ڳالهه هئي، پر مڙئي ڪنهن نه ڪنهن بهاني سان ابراهيم کي تڪڙو تڪڙو لاڙڪاڻي ونيو وڃن. ائين ڪو ڪافي دفعا ٿيو ۽ اها ڪڙڪ پير صاحب کي پوندي رهي ته ابراهيم جڏهن لاڙڪاڻي وڃي ٿو ته ڪهڙن ماڻهن سان ملي ٿو ۽ انهن ماڻهن جو ابراهيم کي لاڙڪاڻي وٺي وڃڻ يا ان سان ملڻ جو اصل مقصد ڪهڙو آهي.

اڳي جڏهن ابراهيم لاڙڪاڻي ويندو هو ته پير صاحب کان موڪلائي ويندو هو. ظاهر آهي ته ههڙي بادشاهي دربار ۾ پير صاحب کان موڪل وٺڻ جو ضرور ڪو مؤدباڻو طريقو هوندو هو ۽ ڪو طريقو اهڙو هوندو جيڪو ههڙيءَ دربار ۾ غير مؤدباڻو سمجهيو ويندو هوندو. جيڪي ماڻهو اهڙي ماحول ۾ نپجن ٿا وڏا ٿين ٿا انهن کي خبر هوندي آهي ته اتي ڪهڙي ڳالهه ڪيئن ڪبي آهي. مثلاً ادب ۽ لحاظ جي تقاضا اها هوندي ته پير صاحب کي عرض ڪبو ته مون کي فلاڻي هنڌ فلاڻو يا فلاڻو ڪم آهي، جيڪڏهن اوهان اجازت ڏيو ته آءٌ اتان ٿي اچان. ابراهيم به اڳي ائين ڪندو رهندو هوندو. اهڙي وقت پير صاحب جن ڪيس چوندا هوندا ته وڃين ٿو ته ڀلي وڃ، پر هيترن کي هيترن ڏينهن ۾ وري موٽي اچج. مثلاً چوندا هوندا ته "توکي ٻن يا ٽن ڏينهن جي موڪل آهي پر پوءِ سيگهه سان موٽي اچج."

آهستي آهستي سرڪاري ڪامورن جي ابراهيم تي گرفت وڌندي وئي ۽ پير صاحب کي خبرون پهچنديون رهيون. پوءِ نيٺ اهڙو وقت آيو جو پير صاحب جن ابراهيم کي منع ڪئي ته تون لاڙڪاڻي نه وڃ. پوءِ هڪڙو ڏينهن خدا جو اهڙو آيو جو ابراهيم پير صاحب کي چيو ته "آءٌ پنجن يا ڏهن ڏينهن لاءِ وڃان ٿو." يا چيائين ته "هاڻي آءٌ وڃان ٿو." پير صاحب جن جي خدمت ۾ رهندڙ فقير جيڪي اتي موجود هوندا انهن جي ڪنن کي ابراهيم جو اهڙي نموني مدعا بيان ڪرڻ عجيب لڳو هوندو. پر فقيرن کي اها خبر ڪانه هئي ته ڪا ڳالهه چوٽ چڙهي وئي آهي ۽





انگريزن کو وڏو بندوبست ڪري ڇڏيو آهي. ابراهيم کي ڪو ائين چيل هو ته تون چئجانءِ ته ڏسون ته ان جو رد عمل ڪهڙو ٿو ٿئي، ڇا ٿو ٿئي. هيو ڪيس اهو ٻه چيل هو ته فلاڻيءَ رات اسين ٻه اتي اينداسون ۽ تون اها ڳالهه ڪجانءِ ته پير صاحب ڪان مون هيئن موڪل گهري، مون هيئن چيو، پر پير صاحب مون کي زوريءَ روڪي رهايو آهي. اهو سڄو ڊرامو ڪيائون ته جيئن بيجا بند (حبس بيجا) جو مقدمو قائم ٿي سگهي.

پوءِ جيڪا پروگرام واري رات هئي، ٢٦ مارچ ١٩٣٠ع ان رات پروگرام مطابق جيئن ابراهيم کي سمجهايل هو ان ائين چيو ته "هاڻي آءٌ وڃان ٿو." پير صاحب ڪيس چيو ته "هاڻي تون نه وڃ. (وڃڻ جي) ڪا ضرورت ڪانهي ڪا. اتي رهه ڪا ڳالهه ڪانهي ڪا." وغيره.

انهيءَ رات انگريزن سڄو بندوبست ڪري ڇڏيو هو. انگريزن جي پوليس جو پروگرام اهو هو ته انهيءَ رات ڪوٽ جي اندر، حويليءَ اندر، پوليس گهڙي ايندي، ۽ پير صاحب جن کي رنگيل ڏوهن ۾ گرفتار ڪندي. ڪيس به ڪيئي هٿا هڪڙو ڪونه هو.

ان پروگرام واري رات کان ٻه ٽي ڏينهن اڳ ٽن ماڻهن کان بيان ڏياريا ويا هئا ته پير صاحب ڪين مارڪٽ ڪئي هئي. انهن بيانن ۾ ماڻهن ڪان اهو به چورايو ويو هو ته هٿيارن جي لائسنس رد ٿيڻ کان پوءِ پير صاحب گهڻا هٿيار ۽ بارود خريد ڪيا آهن ۽ انهن کي زمين ۾ هڪڙي صندوق ۾ پوري رکيو اٿس ۽ ماڻهن جي ڪوٺ مان پڇڻ ڪان اڳيئن رات اها صندوق هنن ماڻهن جي روبرو مٽي گهرائي وئي هئي ۽ ان ۾ هڪڙو تازو خريد ڪيل روالور رکيو ويو هو. اهو بيان ۾ پڇيو ويو ته ماڻهن پنهنجي اکين سان پير صاحب کي ان صندوق ۾ وجهندي ڏٺو.

ان سلسلي ۾ عقل ۾ نه اچڻ جهڙي جيڪا ڳالهه آهي سا اها ته ڪيئن ۽ جو مرداني علائقي جي تهخاني ۾ رکيل هيءَ تمام ڳري صندوق هنن ماڻهن جي روبرو مٽي آندي وئي صرف انهيءَ مقصد سان ته ان ۾ هڪڙو روالور رکيو وڃي. ڏسڻ ۾ ائين اچي ٿو ته جڻ روالور خود ايڏو ڳرو هو جو پير صاحب جن خود يا سندن نوڪر ان کي تهخاني ۾ نٽي ڪٽي وڃي رکي سگهيا. ان کي ٽانيڪو ڪري رکڻ لاءِ ضروري هو ته صندوق کي تهخاني مان مٽي آندو وڃي (ته جيئن ايمٽان، گلان ۽ نوران ڏسي سگهن.)

در اصل اهو بيان جيئل شاهه جي پنهنجو هو. جيئل شاهه کي سچي خبر هئي ته گهر ۾ ڪهڙي شيءِ ڪٿي رکيل آهي ۽ ان ۾ چاچا آهي جو جو جيئل شاهه هن گهر جو ڪل مختيار رهي چڪو هو ۽ اندر ٻاهر جي سچي ننڍي وڏي ڳالهه سندس هٿان ٿيندي هئي. ۽ ڪيس ناهڻ جو عقل سچو صوبيدار غلام اڪبر جو هو ۽ پوليس جو انسپيڪٽر ان وقت شايد غلام رسول شاهه هو جيڪو ۱۹۴۱ع واري ڪيس وقت خيرپور پوليس جو ناظر ٿيل هو. جج سرڪاري ڌر سان ايڏو ڏوڙي پيچي مليل هئا جو جڏهن وڪيل صفائيءَ جي طرفان انهن ڪيسن جي دشمنيءَ تي ٻڌل هئڻ ڏانهن توجهه ڇڪايو ويو ۽ بيانن ۾ موجود اهڙين عقل ڪان بعيد ڳالهين ڏانهن اشارا ڪيا ويا ۽ انهن ڪوڙن ناهه هئڻ جا اعتراض ڪيا ويا ته ججن سڀورن تمام گهٽيءَ حقارت سان انهن اعتراضن کي رد ٿي ڪيو. جيئل شاهه جي صلاح سان، غلام رسول شاهه ۽ سپرنٽنڊنٽ پوليس جي سرڪردگيءَ ۾ جڏهن ڪوٽ تي حملو ڪيو ويو ۽ صوبيدار غلام اڪبر جڏهن اهي ڪيس ويهي ناهيا هئا ته هنن نٿي چاهيو ته ڪنهن قلم جي ڪا وٿي رهجي وڃي. انهيءَ ڪري جو جاتائون ٿي ته هيڏي وڏي ماڻهوءَ جي عزت ۾ هٿ وجهڻو هو ته ضرور ڪيس اهڙو ناهجي جو هڪڙي قلم مان جيڪڏهن پير صاحب نڪري وڃي ته ٻئي ڪنهن نه ڪنهن قلم ۾ ضرور ڦاٿو پيو هجي نه ته سچي سرڪاري عملي جي بي عزتي ٿيندي. جڏهن سرڪار جي سچي مشنري ڪنهن ڳالهه کي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ۾ هجي ته پوءِ ڀيو ڪو ماڻهو ڇا ڪري سگهندو؟ انهيءَ ڪري تمام وڏا بندوبست ڪري حڪومت وارن پير صاحب جي ڪورٽ ۾ داخل ٿيڻ جو پلان بنايو.

علي محمد راشديءَ (اهي ڏينهن اهي شينهن، جلد پهريون، ص ۲۱۲ تي) لکيو آهي ته غلام اڪبر نالي سکر جو صوبيدار هو جنهن هيءُ ڪيس ناهيو هو. اهو ساڳيو ماڻهو آهي جنهن پوءِ مرحوم خانبهادر محمد پناهه ڏکڻ جي ڪيس جي جانچ ڪئي ۽ خانبهادر محمد ايوب کهڙي کي خانبهادر الهه بخش سومري جي قتل جي سلسلي ۾ رجوع ڪيو. پنجاب مان آندل هن صوبيدار جا ڪارناما اهڙا ته انگريزن کي وڻيا جو سگهوئي پوليس سپرنٽنڊنٽ جي عهدي تي وڃي پهچايائونس.

ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ جو ڪم ايڏو آسان نه هو. تنهن ڪري ان لاءِ وڏي پيماني تي رٿا ڪرڻ جي ضرورت هئي. ڪوٽ کي هڪڙو ته شاهي دروازو ايرندي





طرف ڪان هو جتان سڀ مريد ۽ ٻيا سڄو ڏينهن ۽ رات پيا ايندا ويندا هئا. اتان پوليس وارن جي داخل ٿيڻ جو سوال ئي ڪونه ٿي اٿيو. ڪين خبر هئي ته جيڪڏهن شاهي دروازي تان داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ته لازمي طور انهن داخل ٿيندڙن کي روڪيو ويندو ۽ پير صاحب کي اڳواٽ اطلاع به ملي ويندو. ان ڪري اهو شاهي دروازو ته پلان مان خارج ڪيائون. ٻئي جاچ ڪيائون ته ٻيو طريقو ڪهڙو آهي. الهندي طرف ڪان وري ٻيو دروازو هو جيڪو ڪيٽيءَ جي طرف ڪان ڪلندو هو اتان عام ماڻهن جي اچ وڃ ڪانه هئي. پر اتي دروازي تي چوڪي ڏيڻ وارا مريد موجود هوندا هئا. پوءِ فيصلو اهو ٿيو ته جڏهن داخل ٿيڻو هجي ته انهيءَ الهندي واري دروازي ڪان داخل ٿي سگهبو.

پوءِ جاچ ڪيائون ته دروازي تي ڇا ٿو ٿئي، ڪيئن ٿو ٿئي، ڪير ماڻهو چوڪيءَ تي ٿا ويهن، دروازو ڪير ٿو کولي، ڪيئن ۽ ڪهڙن سببن سان ٿو کلي. پوليس وارن اها جاچ رکي هوندي، پر جيئل شاهه ۽ راشدين جي ٻين سيني ماڻهن کي اڳيئي سڄي ڳالهه جي چڱيءَ طرح خبر هئي ته انهيءَ دروازي تي ڇا ٿو وهي واپري. ٿيندو هيئن هو جو پير صاحب اسر جو تهجد لاءِ اٿندا هئا، پوءِ فجر جي نماز پڙهي موٽر ۾ چڙهي صبح جو سويري ڪيٽيءَ ڏانهن ويندا هئا. گهڻو ڪري جيڪو شاهي دروازو آهي، اوپرندي پاسي کان اتان نڪري ويندا هئا. پوءِ جيڪڏهن ڪيٽيءَ ڏانهن ويندي ڪا ڳالهه ياد ايندي يا ڪيٽي پهچڻ ڪان پوءِ ڪنهن شيءِ جي ضرورت پوندي هئي ته يا ته پاڻ ئي موٽر ۾ واپس الهندي واري ننڍي دروازي ڪان واپس ايندا هئا ۽ اها شيءِ شگل ڪٽي ويندا هئا يا ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ کي موٽر تي موڪليندا هئا ته اهو اچي اها شيءِ ڪٽي ويندو هو يا ڪو نياپو ڏيڻو هوندو هو ته اهو نياپو ڏئي ويندو هو ته هيءَ شيءِ وسري وئي آهي يا هيءُ حڪم آهي.

پوين دروازو ته هونئن اڪثر بند رهندو هو. پوءِ اتاهين داخل ڪيئن ٿجي. پوءِ ڇڪاس ڪئي هوندائون ته ڇا ٿو ٿئي. انهن کي معلوم ٿيو ته چوڪيءَ وارا جڏهن پير صاحب جي موٽر پري ڪان ئي ايندي ڏسندا آهن ته وڃي دروازو کوليندا آهن. پلا جيڪڏهن چوڪيءَ وارا اندر هوندا آهن ۽ موٽر کي ايندي نه ڏسندا آهن ته هارن ڏبو ته چوڪيءَ وارا وڃي اچي دروازو کوليندا آهن.

ڪوٽ ۾ درگاهه تي چوڪين جو دستور اهو هو جو جماعت جي ٻارهن چوڪين (سنگتن) مان هر هڪ چوڪي (سنگت) هڪ مهيني لاءِ ڪي همت پريا ماڻهو چوڪيءَ جي ڪم لاءِ درگاهه تي موڪليندي هئي. پوءِ اهي ٻاهران آيل ماڻهو هڪ هڪ مهينو اتي چوڪيءَ تي هوندا هئا. هن مهيني فلاڻي جماعت جا ماڻهو ته ٻئي مهيني ٻيءَ ڪنهن جماعت جا ماڻهو. اهڙيءَ طرح اتي ڪي پڪا دائمي ويهندڙ چوڪيءَ وارا ڪونه هئا جو ايندڙ ويندڙ ماڻهن مان هر هڪ کي چڱيءَ طرح سڃاڻن. چوڪيءَ وارن کي رڳو اها خبر هئي ته ڪيٽيءَ ڏانهن پير صاحب جي موٽر ويندي آهي يا اتاهين واپس ڪوٽ ڏانهن ايندي آهي. چوڪيءَ وارن جو ڪم اهو آهي ته جڏهن اها موٽر اچي ته اتي دروازو کولين. موٽرون موٽرن جهڙيون ڪئين (گهٽيئي). هنن اٽپڙهيل ٻهراڙيءَ جي ماڻهن کي اها خبر ته ڪانه هئي ته ڪو ساڳئي رنگ روپ واريون موٽرون ٻيون به ٿي سگهن ٿيون يا اهو ته موٽرن کي نمبر وغيره سان سڃاڻبو آهي. نڪي ماڻهن جي وهم يا گمان ۾ اهڙي ڪا خطري جي ڳالهه هئي جو اهي پير صاحب جي ڪوٽ ۾ داخل ٿيندڙ موٽرن کي شڪ جي نظر سان ويهي چڪاسين.

پوءِ حڪومت وارن جو فيصلو وڃي اهو بيٺو ته جيڪڏهن انهيءَ پوئين دروازي کان داخل ٿيڻ چاهبو ته آسانيءَ سان داخل ٿي سگهبو. داخل ٿيڻ کان اڳ سڃي جاچ ورتائون ته چا ٿيندو آهي ۽ پوليس وارن کي ڇا ڪرڻو آهي. هيءَ جو چيائون ٿي ته پير صاحبُ اتاهين موٽر تي ايندو آهي ۽ ان لاءِ دروازو کلندو آهي سو پوليس وارن کي اها رٿ ٻڌايل هئي ته جيئن دروازو کلي ته اوهين گهڙي پئجو.

پوءِ پوليس وارن ڪا موٽر هٿ ڪئي. اها موٽر ڏٺي ٿو ڄاڻي ته ڪنهن پوليس آفيسر جي هئي يا ڪنهن سول آفيسر جي هئي. ان جي پويان ٿي سگهي ٿو ته پوليس وارن جو ڪو ورهڙو ٻيءَ ڪنهن لاريءَ وغيره ۾ هجي. دروازي کان ٻاهر اچي هارن ڏنائون. بچل شاهه جهڙا ڪي سونهان ماڻهو به پاڻ سان ڪنيا هئائون ته جيڪڏهن هوئن اندر داخل ڪان ڪا ممانعت ٿئي يا روڪ ٿئي ته بچل شاهه کي ڏسي فقير دروازو کولين. هارن وڄڻ تي جيئن ئي دروازو اندران کليو ته هي ماڻهو موٽر سوڌا اندر گهڙي آيا. فقير جيڪي وينا هئا دروازي تي سي ايڏا ڪي هوشيار ته ڪونه هئا جو پڇن ته اوهين ڪير آهيو يا ٻيهي ايندڙن کي روڪين. بچل شاهه ۽ مسٽر انگلنڊ کي مشير يا شاهد ڪري پاڻ سان آندو هئائون. مسٽر





انگلنڊ ڪو انگريز سول آفيسر هو ۽ بچل شاهه راشدين مان ڪو سيد هو جو دروازي تي به سونهون ٿيو ۽ اڳتي به ٻڌايائين ته ڪيڏانهن وڃڻو آهي ۽ ڇا ڪرڻو آهي،

هنن کي خبر هئي ته پير صاحب هن وقت ڪٿي هوندو. اتي اچي پهتا. محمد ابراهيم اتي ويٺو هو سو بالآخر ان کان رٿيل منصوبي مطابق پڇيائون. تنهن چيو ته مون پير صاحب کان موڪل گهري آهي پر مون کي موڪل نٿو ڏئي ۽ مون کي روڪي رکيو اٿس. (خدا ٿو ڄاڻي ته هن ان وقت ائين چيو يا پوءِ ڪانئس اهڙو بيان ڏياريائون. پر ان جو اهڙو بيان ٿيو ۽ شاهدي وري بچل شاهه ۽ مسٽر انگلنڊ کان ڏياريائون ته برابر اسان ڏٺو ته محمد ابراهيم حبس بيجا ۾ بند ڪيل هو. پوءِ اخبارن ۾ وري اها ڳالهه وڌائي ڏياريائون ته محمد ابراهيم صندوق ۾ بند ۽ ان صندوق کي مٿان تالو آيل هو.

پوءِ پير صاحب کان تهخاني جون چابيون گهريائون جيڪي سندن حڪم تي هڪڙو خادم وهاٽي هيٺان ڪٽي آيو. انهن چابين سان تهخاني جي دروازي کي کوليو ويو. جنهن صندوقن جي پوليس کي تلاش هئي انهن جي مٿان رليون، سوڙيون ۽ ٻيا اهڙا ٿپڙ رکيل هئا. اهي ٿپڙ ٽاڙي لاهي صندوقن جو تالو کوليو ويو. صندوق ۾ ارڙهن هٿيار رکيل هئا جن مان پندرهن بندوقون (گنز)، به رائفلون هيون، ۽ هڪڙو روالور هو. بندوقن مان پنج بريچ لوڊنگ (breach loading) واريون هيون ۽ باقي ڏهه مزل لوڊنگ (muzzle-loading) واريون. ٻين صندوقن ۾ پراڻي قسم جون تقريباً پنجويهه هزار گوليون هيون. بچل شاهه ۽ مسٽر انگلنڊ پنهنجي بيانن يا مشيرنامن ۾ شاهدي واري ته هٿيار ڇاٽايل بارود اسان جي موجودگيءَ ۾ پير صاحب جي تهخاني مان هٿ ڪيو ويو.

ليمبرڪ جي لکت مان معلوم ٿئي ٿو ته پوليس وارن ڪوٽ ۾ گهڙڻ کان اڳ ابراهيم جي ماءُ کان اغوا ۽ بيجا بند جا بيان لکرائي ورتا هئا ته سندس پٽ کي پير صاحب بيجا بند ۾ قيد ڪري رکيو آهي. سائين رڪئي جي زباني پنهنجي ڪتاب "ٽيررسٽ" (صفحو ٢٢-٢٣) ۾ چوي ٿو ته "هڪڙي نياڻي عورت سکر جي پوليس ڪيپٽين جي آڏو شڪايتون ڪندي ٿي رهي ته پير صاحب سندس پٽ کي ڪنگريءَ جي ڪوٽ ۾ قيد ڪري رکيو آهي." سائين رکيو ابراهيم جي ڪوٽ ۾ هئڻ واريءَ ڳالهه جي تشريح ڪندي چوي ٿو ته "در حقيقت اهو ڇوڪرو پير صاحب

جو خادم هو ۽ پڇي ويو هو. ان ڪري پير صاحب ڪيس گهرائي پاڻ وٽ رکيو هو، ان ڪري جو ڪيس پائيندو هو." پر سائين رکئي جي واتان ليمبرڪ وڌيڪ چورائي ٿو ته "پر پوڙهي پئي گهٽين ۾ رلندي هئي ۽ وقلندي هئي ان ڪري فقيرن جي برداشت کان ٻاهر ٿي وئي ۽ پورو ڪري ڇڏيائونس."

اسان کي خبر آهي ته ابراهيم جي ماءُ انهن ٽن عورتن ايمڻان، گلان ۽ نوران کان سواءِ چوٿين عورت هئي ۽ سندس نالو مريم (بيبي) هو. ڪوٽ تي هيءُ حملو ڇڻ ته ابراهيم جي ماءُ جي ان پڪار ۾ ڪيو پئي ويو ته سندس پٽ کي اغوا ڪري حبس بيجا ۾ رکيو ويو آهي. اڳتي هلي اهي ڳالهيون وري وڏاء سان گڏ اخبارن ۾ روز ڇپبيون هيون. ڪي لکندا هئا ته چوڪرو پيتيءِ ۾ بند هو ۽ متانئس تالو ڏنل هو. جڏهن ته پنهنجي ججمنٽ ۾ ائين لکيو آهي. ساره انصاري به پنهنجي ڪتاب ۾ چوڪري کي پيتيءِ ۾ بند ڪرڻ واري ڳالهه ائين جاڻائي آهي جيئن سرڪار ان وقت مشهور ڪرڻ ٿي چاهي. ليمبرڪ وري سائين رکئي جي واتان چرائي ٿو ته ماڻهن ٿي چيو ته "جيئن ڪڪڙ کي کڏيءِ ۾ پوري رکبو آهي اهڙيءِ کڏيءِ جهڙي پڃري (hutch) ۾ بند ڪري رکيو هئائونس."

ڊاڪٽر بلوچ صاحب چيو ته "اسين تڏهن ننڍا هئاسين. پڙهندا هئاسين، پر اسان کي چٽي يادگيري آهي ته اخبارن ۾ ڏيکاريائون ته پير صاحب ان چوڪري کي هڪڙيءِ پيتيءِ ۾ بند ڪرائي متان تالو هڻائي ڇڏيو آهي. يعني خبر پلي کهڙي به ڪوڙي هجي پر سنسني خيز هجي." ڊاڪٽر بلوچ صاحب چيو ته "هاڻي ڏسو ته جي پير صاحب جن جو هو ننڍي هوندي جو دوست هئو ۽ ڪيس پائيندا هئا ته عقل ۾ اچڻ جهڙي ڳالهه آهي ته اهڙي ماڻهوءَ کي پيتيءِ ۾ وجهي متان تالو ڏئي ڇڏڻ جو حڪم ڪيائون. ان کان سواءِ اچرج جهڙي ڳالهه اها آهي ته هيڏا وڏا ڪوٽ ڇڙهيا پيا آهن، هيڏا ماڻهو وينا آهن، ۽ هيڏيون چوڪيون پيون هلن، انهن جي باوجود هڪڙي ماڻهوءَ کي پيتيءِ ۾ بند ڪري متان تالو ڏئي ڇڏيو! چا جي لاءِ؟ چا رڳو انهيءَ جي لاءِ ته متان ڀڄي وڃي؟"

بهرحال پوليس ابراهيم ميمڻ کي جيڪو اتي پير صاحب وٽ ڪوٽ ۾ موجود هو پاڻ سان وٺي وئي ۽ ان کان بيان وٺي پير صاحب جي خلاف ڪيس اغوا ڪرڻ ۽ حبس بيجا ۾ رکڻ جا ڪيس ناهيا ويا.





پير صاحب کي گرفتار ڪري جيل ۾ رکيو ويو ۽ جيترو وقت ڪيس سٽي مئجسٽريٽ سکر وٽ هليو اهو سڄو وقت پير صاحب حراست ۾ رهيو. حالانڪ اهي ڪيس اهڙا نه هئا جن جي ضمانت نه ٿي سگهي، پر ضمانت وٺڻ کان ڪورٽ انڪار ڪيو. ان جو هڪڙو مقصد اهو ڏيکارڻ هو ته آخر هتي بادشاهي ڪنهن جي ٿي هلي. انگريز جي انصاف جون ڳالهيون گهڻيون هيون، پر وٽن انصاف جو اصول ڏيکاءَ تي ٻڌل هو. ٻيو مقصد ان مان اهو هو ته مريدن جي نظر ۾ پير صاحب کي ڪيرايو وڃي ته جيئن ڪيس مناسب وقت تي گاديءَ تان هٽائي ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ کي آڻي سندن جاءِ تي پير ڪري ويهاري سگهجي.

چويهين (٢٦) مارچ ١٩٣٠ع واريءَ رات ڊسٽرڪٽ سپرنٽنڊنٽ آف پوليس جي سرڪردگيءَ ۾ هيءَ پوليس پارٽي ڪوٽ ۾ داخل ٿي. ڇهن ڏينهن جي اندر، اپريل جي ٻي تاريخ تائين ڪاغذ پٽ تيار ڪري ڪورٽ کان ڪيس پيش ڪرڻ جي اجازت ورتي وئي، ۽ اپريل جي ٽيءَ تاريخ هيءُ ڪيس سٽي مئجسٽريٽ سکر جي ڪورٽ ۾ گجرات جي هڪ پارسي جج جي سامهون پيش ٿيو. سرڪاري ڌر جي طرفان ڇنيھ بيان ۽ مشير ناما پيش ڪيا ويا جيڪي هڪ ئي وقت ڪيترن ئي قلمن تي مشتمل هئا. ستيهون بيان هو جوابدار پير صاحب پاڳاري جو. ڪيس مئي جي مهيني ۾ هليو. ان وچ ۾ ابراهيم جي ماءُ جو قتل به ٿي ويو هو. ۽ حڪومت وارن وٽ هاڻي اهو ڪيس اهڙو هو جنهن تي قانوني طور حڪومت وٽ ضمانت نه وٺڻ جو جواز هو. آگسٽ تائين ڪيس جو فيصلو ٿي چڪو هو ۽ پير صاحب کي اٺن سالن لاءِ سنڌ کان ٻاهر، بمبئي کان هيٺ، پوني جي ضلعي، مهاراشٽر پرڳڻي جي شهر رتناگريءَ جي جيل ۾ موڪليو ويو.

## پيرائين ڪيس جا تفصيلات

هٿيارن بابت سرڪاري دعويٰ اها هئي ته لائسنس جون مراعات (سهوليتون) ختم ٿيڻ کان پوءِ پير صاحب هٿيار ۽ بارود خريد ڪري پنهنجي تهخاني ۾ لڪائي رکيا هئا. (اهي چار قلم ٿيا، بنا لائسنس هٿيارن رکڻ جو قلم، بنا لائسنس بارود رکڻ جو قلم، ۽ به قلم انهن مان هر هڪ شيءِ بارود ۽ اسلح کي لڪائي رکڻ جا جيئن حڪومت جي ڪارندن کي ڏسڻ ۾ نه اچن. ان ۾ وري زور انهيءَ ڳالهه

تي هو تہ اهو اسلح پير صاحب سندس لائسنس جي مراعيات ختم ٿيڻ کان پوءِ خريد ڪري گڏ ڪيو آهي، چو جو جيڪڏهن مڃجي تہ اهي بارود ۽ اسلح مراعيات ختم ٿيڻ کان اڳ جا هئا تہ پوءِ تہ ڪيس ڪرڻ جي ضرورت ئي نہ رهي.) انهن قلمن کان سواءِ ابراهيم کي اغوا ڪرڻ ۽ ڪيس سندس مرضيءَ جي خلاف بيجا بند يا حبس بيجا ۾ رکڻ جا قلم هئا. آخر ۾ وڏو ڪيس اچي ويو ابراهيم جي ماءُ کي قتل ڪرڻ جو.

بارود جي باري ۾ پير صاحب جن پنهنجي بچاءَ ۾ بيان ڏنو تہ ڪين خبر هئي تہ بارود تهخاني ۾ پيل هو، پر اهو پراڻو ۽ ناڪارو (استعمال ۾ نہ اچڻ جهڙو) هو جيڪو اتي موجود هٿيارن ۾ استعمال نٿي ٿي سگهيو يا استعمال جي لائق نہ رهيو هو، ۽ اهو لائسنس جي مراعيات ختم ٿيڻ کان اڳ جو ورتل هو.

هٿيارن جي باري ۾ پير صاحب جو بيان هو تہ ڪيس ذاتي طور خبر ڪانہ هئي تہ اتي هٿيار رکيل هئا، پر جيڪي بہ هٿيار اتي موجود هئا سي پراڻا هئا، ڪم ۾ نہ اچڻ جهڙا هئا، ۽ وڏي ڳالهہ تہ سندن وڏن (حزب الله شاهہ صاحب، علي گوهر شاهہ صاحب، ۽ شاهہ مردان شاهہ صاحب) کي حڪومت جي طرفان مليل هئا. پاڻ صِبغت الله شاهہ نڪي حڪومت کان ڪا بندوق يا تلوار ورتي هئي، نڪي ڪو اسلح وٺي اتي رکيو هو.

ڪيس اڃان سٽي مئجسٽريٽ سکر جي ڪورٽ ۾ هليوئي پئي تہ حڪومت وارن لاءِ اها ڳالهہ مشڪل ٿي تہ ڪيئن ثابت ڪن تہ ابراهيم پيتيءَ ۾ بند هو. ڪيس ناهڻ وقت تہ پوليس وارن ۽ ڪيس ناهڻ وارن تخيل جي گهوڙي کي ڪٽي چوٽ ڇڏيو هئو پر هاڻي جڏهن تخيلات جي گهوڙي جي واڳ کي روڪي حقائق جي دنيا ۾ بيهارڻ جو وقت ٿي آيو تہ واڳ هٿن ۾ نہ پئي آئي. پيتيءَ ۾ ماڻهو ڪيئن بند ٿيندو ۽ جو بند ٿيندو، ان ڳالهہ کي ثابت ڪرڻ لاءِ شاهد تہ ڪونہ مليا، پر اهڙي پيتي بہ هٿ ڪانہ آئي جنهن ۾ ماڻهوءَ کي بند ڪري سگهجي. ان ڪري پيتيءَ واري ڳالهہ تان هٿ ڪڍي رڳو حبس بيجا واري ڳالهہ تي زور ڏنائون.

اڳتي هلي جڏهن حڪومت وارن کي محسوس ٿيو تہ ابراهيم پنهنجي بيان تان ڦرڻ جون ڳالهيون پيو ڪري يا حڪومت وارن جي رٿيل ڊرامي تي پڪو پختو ٿي بيهڻ کان لهرائڻ جون واٽون پيو ڳولي تہ ڪيس چڱيءَ طرح پير صاحب جي خلاف ڪرڻ لاءِ ۽ سرڪاري ڌر سان پڪيءَ طرح ٻانهن ٻيلي ٿي بيهڻ لاءِ ائين





ڪيائون جو سندس ماءُ کي ماري ان جو لاش پير صاحب جي حويليءَ جي ٻاهران مهمان خاني ۾ اڇلرائي ڇڏيائون. رات جو لاش ان مهمان خاني ۾ اندر اڇلرايائون ۽ صبح جو اتي پوليس اچي وئي تہ هيءَ قتل هتي ٿيو آهي. چيائون تہ پير صاحب هيءَ قتل ڪرايو آهي.

اهو واقعو ڪورٽ ۾ پوليس جي داخل ٿيڻ واري رات کان پوءِ جلديءَ ٿيو. انهيءَ وحشياڻي قتل مان سرڪاري ڌر کي بہ فائدا ٿي سجهيا. اول تہ انهيءَ قدم کڻڻ سان پير صاحب جي خلاف هڪڙو نئون ڪيس ٿي ناهيائون جيڪو واقعي ضمانت جوڳو نہ هو يعني اهو تہ پير صاحب قتل ڪرايو آهي. اڳيان ڪيس تہ ضمانت جوڳا هئا ۽ هتي ضمانت وٺڻ لاءِ وڪيل زور لڳائي رهيا هئا. ظاهر آهي تہ حبس بيجا وارو ڪيس اهڙو مضبوط ڪيس ڪونہ هو جنهن سان هڙهڙي وڏي ماڻهوءَ کي بنا ضمانت رُوڪي سگهجي، يا پير صاحب کي ڪا اهڙي سزا ڏئي سگهجي جو هو انگريزي حڪومت جي آڏو اچي جهڪي پئي ۽ ٻين ماڻهن جي لاءِ بہ ڪو عبرت جو سبق بڻجي سگهي. پير صاحب جي پويان هن نئين وارڊات لڳائڻ سان حڪومت وارن سمجهيو ٿي تہ پير صاحب جي خلاف وڌيڪ مضبوط ڪيس بڻائي سگهبو.

ٻئي طرف سرڪاري ڌر کي اهو فائدو ڏسڻ ۾ آيو تہ پير صاحب جي خلاف ابراهيم جو ارادو جيڪو ان وقت متزلزل نظر ٿي آيو سو تڏهن پڪو ٿي ويندو جڏهن هو سمجهندو تہ پير صاحب سندس ماءُ کي مارائي ڇڏيو آهي. سرڪاري ڌر انهيءَ ڏک سان، جيئن چوندا آهن تہ بہ شڪار ڪرڻ ٿي چاهيا؛ پير صاحب پنهنجي جاءِ تي سوگهو تہ ابراهيم سندن رٿيل ڊرامي تي قابو ۽ پڪو پختو. پر چوندا آهن تہ رب رسي تہ مت ڪسي، هٿي ڪونہ هٿيار. پوليس وارن جا ٻئي ڪاج هڙهڙي وحشياڻي عمل کان پوءِ بہ نہ سريا. هڪڙو تہ ڪيس اهڙو سنئون سڌو هو جو پير صاحب تي ڪنهن بہ صورت لڳي نٿي سگهيو. ابراهيم کي خبر هئي تہ پير صاحب ان وقت پوليس جي حراست ۾ هو ۽ سندس ماءُ جي قتل ۾ ملوث ٿي نٿي سگهيو، ٻيو تہ لاش جنهن جاءِ تان هٿ آيو هو انهيءَ مان پڌرو هو تہ اها پوليس جي طرفان هڪ عقل ۾ نہ اچڻ جهڙي ڪوشش هئي قتل پير تي يا پير جي ماڻهن تي هڻڻ جي. ٽيون تہ ابراهيم کي اڳيئي سجهيو ٿي تہ حڪومت وارا کهڙيون اٽڪلون ڪري رهيا هئا، تنهن کي اها بہ خبر هئي تہ هڙهڙي ٻهيماڻا قتل ڪرڻ جو

حوصلو کھڙيءَ ذر کي ٿي سگهيو ٿي. ابراهيم کي پير صاحب جي اخلاق جي به خبر هئي ۽ پوليس وارن جي ڪرتوتن جي به چڱيءَ پر پروڙ هئي.

اسان اهو چئي نٿا سگهون ته ڪهڙين ڳالهين يا ڪهڙن واقعن کان پوءِ ابراهيم پنهنجي اغوا ۽ حبس بيجا تا قريو هوندو، پر جڏهن سندس ماءُ جو قتل ٿيو ته جيئن سڄي خلق کي صاف ڏسڻ ۾ ٿي آيو ته اصل قاتل ڪير آهي تيئن ابراهيم کان به ان قتل جي حقيقت گهڻو وقت ڳجهي نه رهي هوندي. شروع ۾ جڏهن حبس بيجا جي ڊرامي ۾ حصي وٺڻ لاءِ ڪيس آماده ڪيو ويو هو ته ٿي سگهي ٿو ته اها ڳالهه ڪيس اهڙي وڏي نظر نه به آئي هجي، پر هاڻي ته سندس اکيون کلي ويون هونديون جڏهن ڪيس احساس ٿيو هوندو ته پوليس پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيتري قدر وحشياڻو قدم کڻڻ لاءِ تيار هئي. اهڙيءَ طرح جلدئي ابراهيم حڪومت وارن جي سڄي ڏاڪي مان نڪري ويو ۽ حڪومت وارن کي مجبوراً حبس بيجا ۽ قتل وارا ٻئي ڪيس واپس وٺڻا پيا. پر پوءِ مشهور اهو ڪرايائون ته پير صاحب جي ڊپ کان ماڻهو قتل جي شاهدي نٿا ڏين.

جنهن نموني قتل ٿيو هو يا جنهن جاءِ تان لاش هٿ آيو هو انهيءَ مان صاف ظاهر هو ته ڏوهاري ذر ڪبڙي هئي جيئن چوندا آهن "خون ڪٽوري ڪين لڪي ترڙي باري پونس بار." اهو مهمان خانو جنهن ۾ لاش اڇلرايو هئائون سو ڪوٽ جي اندر هو. اڀرندي پاسي وارو جيڪو شاهي دروازو آهي ان جي پرسان اندران مدرسو آهي ۽ مدرسي سان لڳو لڳ وري اهو مهمان خانو آهي. ڪوٽ جي پٽ ٻتان اهر لاش اندر اڇليو هئائون سا اٺ فوٽ ڪن اوچي هئي. ماڻهوءَ جو قد وڌ ۾ وڌ ڇهه ساڍا ڇهه فوٽ. لاش کي اندر اڇلڻ وارن پنهنجي قد سارو لاش کي مٿي ڪٽي اڃان به رڪيل ٻن فوٽن جي اوچائيءَ تي مٿي جيئن لاش کي اڇليو آهي ته ساڻهن جي هٿن مان سٽي ويندي ۽ مٿان کان پٽ جي ٻئي پاسي هيٺ ڪرندي لاش پٽ تي رت جا نشان ڇڏيندو ويو آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب چيو ته منشي محمد پريل جيڪو اتي موجود هو ۽ ڪيس چٽي ڳالهه ياد هئي تنهن ڊاڪٽر صاحب جن کي ٻڌايو ته جناح صاحب جيڪو وڪيل ٿي آيو هو ان کي جماعت جي فقيرن وٺي وڃي اها جاءِ واردات ڏيکاري جتي پٽ تي رت جا نشان لڳل هئا. جناح صاحب کي نڌ برن سمجهايو ته ڪيئن هيءَ جيڪو پٽ کي رت لڳو پيو آهي اتاهين لاش کي اندر اڇلايو ويو هو. اهو واقعو جيئن هنن جي خيال ۾ ٿيو هو اهو تفصيل سان





جناح صاحب کي ٻڌايائون ۽ سمجهايائون. (لاش ته جناح صاحب جي اچڻ کان اڳيئي پوري ڇڏيو هونداءِون، پر جيڪڏهن ان کي ڪوٽائي ان جو پوسٽ مارٽم ڪيو وڃي ها ته مٿاهينءَ کان اڇلڻ جي ڪري جيڪي هڏا اندريان ڀڳا هوندا اهي به پڌرا ٿي پون ها.)

ڪورٽ ۾ انهيءَ ڪيس جي داخل ٿيڻ جا تفصيل ان وقت اخبارن ۾ ايندا هئا. پر جڏهن اهو ڪيس داخل ٿيو ته عام ماڻهن ۾ ئي بحث هليو هوندو ته اها ڳالهه ڪيئن ٿي عقل ۾ اچي ته پير صاحب قتل ڪرائيندو ۽ پوءِ اهو لاش وري اڇلرائيندو پنهنجي مهمان خاني ۾. جيڪڏهن پير صاحب جا فقير اهو قتل ڪن ها ته ڇا ڪين قابيل وانگي ڪانگ جيترو به عقل ڪونه هو جو لاش کي ڪٿي لڪائي ڇڏين ها يا کنهن ٻئي هنڌ ڦٽو ڪري ڇڏين ها. مارڻ وارا مائيءَ کي الائي ڪٿان ڪٺي آيا هوندا (رات جو پير صاحب جي مرداني مهمان خاني ۾ ته اچي ڪانه ترسي هوندي)، مارڻ وارن الائي ڪٿي ماريو هوندس، ۽ اتان ڪٺي ڪٿي اچي لاش کي ڦٽو ڪيو اٿائون. جيڪڏهن پير صاحب جي فقيرن جو اهو ڪم هجي ها ته فقير کي اهڙا ته چريا ڪونه هئا جو لاش وري آڻي پنهنجي پير صاحب جي مهمان خاني ۾ اڇليندا! اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ اهو نتيجو هو پوليس وارن جي حد کان وڌيڪ خود اعتماديءَ جو انهيءَ ڪري جو ايمان کي خيرآباد چئي هيڏيون وڏيون ڪوڙيون سٽون وڻي سٽيائون پر جيڪا هڪ ننڍڙي ڳالهه تمام پڌري پئي هئي سا ڪين سڻا وقت نظر ڪانه ٿي آئي. ايمان سان ڳڏ عقل به ڇڏائجي وين.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب چيو ته انهيءَ ڪيس هلائڻ لاءِ جناح صاحب بمبئيءَ مان آيو هو. پوءِ سکر ۾ تمام سٺي طريقي سان ۽ تمام وڏي سوچ ۽ سمجهه سان ڪيس هلايائين. دليل هليا ۽ جناح صاحب تمام سٺي نموني دليل هلايا. ايتري قدر جو اغوا، حبس بيجا، ۽ قتل وارا ڪيس بيهي نه سگهيا ۽ نيٺ رد ٿي ويا ۽ حڪومت وارن پاڻهئي واپس ورتا. جيتوڻيڪ شرم کي پرچائڻ لاءِ ۽ پنهنجي ڳالهه کي مٿي رکڻ لاءِ اخبارن ۾ اهو ڏيارايائون ته پير صاحب جي ڊپ کان ماڻهو شاهدي ڏيڻ نٿا اچن.

پر هٿيارن ۽ بارود رکڻ جا جيڪي ڪيس هئا سي اهڙا هئا جن ۾ سربستا ماڻهو پوليس جا هئا. ڪيس ناهڻ وارا به پاڻ هئا، شاهدين ڏيڻ وارا به پاڻ هئا، ته انصاف ڪرڻ وارا به پاڻ هئا. ان ڪري حڪومت واريءَ ذر لاءِ هاڻي انهيءَ ڪيس

۾ ئي اميد ڏسڻ ۾ ٿي آئي جو گوليون ۽ هٿيار جن جي ڳالهه ڪئي ٿي وئي سي واقعي جاءِ واردات تان هٿ آيا هئا. هاڻي حڪومت وارن جي مرضيءَ تي هو ته پير صاحب (جوبدار) جي وضاحت کي ڪيتري اهميت ڏين. جيڪڏهن هوند جج مڃين ته گوليون ۽ هي هٿيار لائسنس جي مراعات ختم ٿيڻ کان اڳ جا اتي پيل هئا، پراڻا هئا، ۽ ڪنهن ڪم ۾ اچڻ جهڙا نه هئا ته هوند جوابدار کي به ڇڏي ڏين. پر ظاهر آهي ته هيءَ ٻاراڻي راند ته ڪانه هئي. حڪومت وارن وٽ هاڻي اهوئي هڪڙو ڪيس وڃي بچيو هو، ۽ ظاهر آهي ته حڪومت وارن اهو ڪيس انهيءَ لاءِ ته ڪونه ڪيو هو ته پير صاحب جي وضاحت ٻڌي چون ته برابر پير صاحب (جوابدار) سچو آهي اهو اسلح ۽ اهي گوليون پراڻيون آهن ۽ پير صاحب جن جي وڏن جون آهن، هاڻي پير صاحب کي ڇڏيو ته پنهنجي گهر وڃي آرامي ٿئي ۽ پاڻ به تا گهر هلي ماني کائون. حڪومت جي پاران هن ڪيس جي ڪاميابيءَ تي برٽش امپائر جي رعب تاب جو دارومدار هو. جيڪڏهن سيئي ڪيس ٽا ڪوڙا ٿين ته پوءِ هيڏيءَ وڏيءَ امپائر ۾ انگريز جي حڪومت جو ڪهڙو رعب رهندو؟ انهيءَ ڪري ننهن چوٽيءَ جو زور لڳايائون ته اهو ڪيس ڪيئن به ڪري بيهي.

ان ڪري پير صاحب جا دليل ته بارود پراڻو ۽ بيڪار هو رد ڪيا ويا. اهو دليل به رد ڪيو ويو ته هٿيار لائسنس منسوخ ٿيڻ کان اڳ جا هئا. رهيا اهو دليل ته هٿيار پراڻي زماني ۾ وڏن کي مليا هئا، ان کي بلڪل رد ڪرڻ ڏکيو ڪم هو ان ڪري مئجسٽريٽ پير صاحب کي ٽن هٿيارن جي چوٽ ڏني ته اهي ٿي سگهي ٿو ته پير حزب الله شاهه صاحب کي حڪومت جي طرفان مليا هجن. پر اجان به پندرهن هٿيارن کي بنا لائسنس جي رکڻ ۽ انهن کي لڪائي رکڻ جي ٻن قلمن Section 20 read with section 29 جي ڏوهه ۾ پير صاحب کي پنج سال قيد بامشقت ۽ هڪ هزار رپيا ڏنڊ جي سزا ڏني وئي. ڏنڊ نه ڏيڻ جي صورت ۾ ٻارهن مهينا ٻيا به سزا هوندي. ۽ بارود رکڻ جي ڏوهه ۾ Section 19(i) هيٺ به سال قيد بامشقت جي سزا مقرر ٿي.

ڏنڊ جا پئسا خبر ناهي ته ڪورٽ ڪنهن اتڪل سان نه ورتا يا پير صاحب پاڻ ئي ڏيڻ مناسب نه سمجهيا. ان ڪري توڙل سزا اٺ سال قيد بامشقت ٿي ۽ وڌيڪ ڪنهن دير ٿيڻ کان سواءِ پير صاحب کي رتناگريءَ جي جيل ۾ موڪليو ويو.





## ڀرڻين ڪيس جي فيصلي جي خلاف اپيل

گجرات جي پارسي سٽي مئجسٽريٽ جي ڪورٽ ۾ داخل ٿيل هن ڪيس جا اصل سرڪاري ڪاغذ اسان کي هٿ نه آيا آهن، ان ڪري اسان اهو نٿا چئي سگهون ته ڪيس جي پيروي ڪنهن ڪئي ۽ ڪيئن ٿي. پر ان ڪيس جي خلاف جيڪا اپيل جناح صاحب ڪئي ان جو فيصلو All India Reporter, 1931, Sind 9 ۾ ڇپيو هو جيڪو نثار احمد پنون صاحب پنهنجي ڪتاب Jinnah The Lawyer ۾ شامل ڪيو آهي. ان مان ڪيس جا ڪجهه تفصيل ملن ٿا.

سرڪاري وڪيل مسٽر سي اير لوبو هو (جو پوءِ علي محمد راشديءَ جي چوڻ مطابق سنڌ چيف ڪورٽ جو جج مقرر ٿيو ۽ سنڌس مددگار راءِ بهادر ڪندن داس هو.) ان اپيل جي پيروي محمد علي جناح ڪئي ۽ سنڌس مددگار وڪيل ديوان صاحبسنگهه هو.

جي سي وائلڊ ۽ اي جي سي ملني (J.C. Wild and A.J.C. Milne) اپيل جي فيصلي ۾ وري به ٢٦ مارچ تي ڊسٽرڪٽ سپرنٽنڊنٽ آف پوليس سڪر جي معيت ۾ پير صاحب جي ڪوٽ تي پوليس جي حملي جو ذڪر ڪري ابراهيم جي ٽالي ڏنل پيتيءَ ۾ بند هئڻ جو ذڪر ڪيو آهي ۽ اسلح يا بارود جي اچڻ جو ذڪر ڪيو آهي، پر ان اپيل ۾ اڳتي ابراهيم جي ڪيس جو ڪو ذڪر ڪونهي، نڪي حڪومت جي طرفان، نڪي بچاءِ واريءَ ڌر جي طرفان. جج صاحبان چون ٿا ته اپيل ڪندڙ وڪيل هٿيارن ۽ بارود جي هٿ اچڻ کان انڪار ڪونه ڪيو آهي جيڪا حقيقت پوليس ۽ مشيرن جي بيانن مان ثابت آهي. پير پنهنجي بيان ۾ مڃيو آهي ته بارود جي اتي هئڻ جي ڪيس خبر هئي ۽ وضاحت ڪري ٿو ته اهو بارود سنڌس لائسنس رد ٿيڻ کان اڳ جو موجود هو. جج صاحبان لکن ٿا ته سٽي مئجسٽريٽ سکر اصل ڪيس ۾ پير جي ان وضاحتي دعويٰ کي مڃيو آهي پر ان مان صاف ظاهر آهي ته جوابدار آرمز ايڪٽ جي قلم سورهين Arms Act, Section 16 جي پوئواري (يا اطاعت) ڪرڻ ۾ ناڪام رهيو آهي ۽ قلم اڻيهه آءِ Section 19(i) مطابق (بارود رکڻ جي) جرم جو مرتڪب ٿيو آهي. جج صاحبان لکن ٿا ته اپيل جو فاضل وڪيل ان ڳالهه کان انڪاري ناهي ته جوابدار هن قلم مطابق ٽيڪنيڪل جرم جو مرتڪب ٿيو آهي.

رهيو قلر ٢٠ (اسلح لڪائي رکڻ) هيٺ ڏوهه جو مسئلو تنهن لاءِ جج لکن ٿا ته پير (صاحب) چوي ٿو ته ڪيس خبر ڪانه هئي ته اهي بندوقون اتي تهخاني ۾ رکيل هيون ۽ چوي ٿو ته اهي سندس وڏن جون هيون. (اهي ٻئي دعوائون جج صاحب اڳتي هلي پنهنجي دليلن سان رد ڪن ٿا.)

## ڪاوڙيل ججن صاحبن جا ناشائسته الفاظ

جج صاحبان لکن ٿا پير وڌيڪ چوي ٿو ته هيءُ ڪيس سندس خلاف سکر جي ڪليڪٽر، سکر جي ڊسٽرڪٽ سپرنٽنڊنٽ آف پوليس، ۽ جيئل شاهه جي سازش سان داخل ڪيو ويو آهي. اها ڳالهه ججن کي اهڙي باهه تي ڏياري جو پنهنجي ججمنٽ ۾ آپي کان ٻاهر نڪري وڃن ٿا ۽ چون ٿا ته اهو الزام حيواني يا وحشيانه (monstrous) آهي.

پير صاحب جي اها ڳالهه لکندي ته فلاڻن جي سازش سان هيءُ ڪيس منهنجي خلاف داخل ڪيو ويو آهي، جملي پوري ڪرڻ کان سواءِ، انهيءَ ئي پير صاحب جي جملي ۾ پنهنجو رمارڪ ٿا ڏين ته a perfectly monstrous charge (هڪ مڪمل وحشياڻو الزام).

انهيءَ اندر جي باهه کي ظاهر ڪرڻ کان فورا پوءِ جج صاحب فارسيءَ مان سعدي شيرازيءَ جي هڪڙي حڪايت جو ذڪر ٿا ڪن ۽ عربيءَ جو هڪڙو قول ٿا ٻڌائين جنهن ۾ ڏيکارين ٿا ته پير صاحب جو اهو الزام ته فلاڻن ماڻهن جي سازش سان هيءُ ڪيس مڙس ڪيو ويو آهي، ڪيتري قدر وحشياڻو، حيواني، مانسٽرس، هو. پهرين حڪايت ٻڌائيندي چون ٿا ته پير جو معاملو ان مايوس قيديءَ جهڙو آهي جنهن سعدي شيرازيءَ جي مشهور ڪهاڻيءَ ۾ ان بادشاهه کي گاريون ڏنيون جنهن ڪيس قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو هو. جج صاحبان چون ٿا ته ان نقطي تي اچي حڪايت بيان ڪندڙ شيخ سعدي عاقلانه نموني چوي ٿو (شعر رومن ۾ غلط هجي سان لکيل آهي ان ڪري اسان کي چڱيءَ طرح پڙهڻ ۾ نٿي آيو، پر پوءِ اصل گلستان تان پيٽي پڙهيوسون) رومن ۾ لکيل الفاظ هيئن اٿس:

"Wakt jarurat chu numandand girez dast bagirat sire shamshir tej."

انهيءَ جي پڙهٽي هيئن ٿيندي:

"وقت ضرورت چون نماند گريز دست بگيرد سر شمشير تيز."





(ڏکئي وقت يا ضرورت جي وقت جڏهن ڀڄڻ جي واهه نٿي رهيس ته تکي تلوار جي ڌار ۾ هٿ ٿو وجهي.)

هن حڪايت ۾ مسٽر وائلڊ ۽ مسٽر ملني چڙ ته ان بادشاهه وانگي هئا جيڪي جوابدار کي موت جي سزا ڏيڻ وارا هئا، ۽ ملزم نه پر مجرم قيدي پير صاحب هو، جيڪو ان قيديءَ وانگي، پوليس ۽ جيئل شاهه تي الزام نه هٽي رهيو هو پر چڙ ته خود ججن کي گاريون ڏئي رهيو هو. چو جو جيتوڻيڪ حقيقت ۾ پير صاحب ائين چيو ڪونه هو ته ڪو جج به ان سازش ۾ ملوث آهن، پر ججن جون دليون چاڻنديون هيون ته انهيءَ الزام ۾ پاڻ خود ڪيترا ڀائيوار يا حصيدار هئا. ان ڪري ئي ڪين ايڏي خار آئي هئي. پنهنجي اها خار پير صاحب کي سزا ڏيڻ مان ٿڌي ڪانه ٿي ڪري سگهيا. چو جو هو ته سزا ملڻ کان پوءِ به سندن آڏو جهڪڻ لاءِ تيار نه هو. تنهن ڪري پير صاحب جي لاءِ اهڙا لفظ استعمال ڪري اها خار ڪيڻ ٿي چاهيائون.

پير صاحب نڪي ججن کي گاريون ڏنيون هيون، نڪي سازشين کي گاريون ڏنيون هئائين. صرف چيائين ٿي ته اها سازش آهي، پنهنجي بچاءِ ۾ ملزم کي اهڙي ڪا به ڳالهه چوڻ جو حق هو. اها ڳالهه ڪورٽ تي ڇڏيل هئي ته ان الزام کي درست سمجهي يا غلط سمجهي ان ۾ ججن کي وڪلڻ جو ته ڪو به سبب ڪونه هو.

اڳتي هلي جج صاحبان عربيءَ جو هڪڙو مقولو ڏين ٿا جنهن جو مطلب آهي ته جڏهن ماڻهو مايوس ٿئي ٿو ته ڏهن پنهنجي زبان ائين دراز ٿو ڪري جيئن هارايل (مغلوب) ٻلي ڪتي سان ڪيڪڙاٽ ڪري وڙهندي آهي.

اذا يأس الانسان طال لسانه كسنور مغلوب يسل علي الكلب

اهڙين حڪايتن ۽ مقولن ڏيڻ مان جج صاحبن جو مطلب اهو هو ته پير صاحب سازش جي ڳالهه ڪري مايوس انسان وانگي زبان درازي ڪري رهيو هو ۽ (هارايل) مغلوب ٻليءَ وانگي مٿن (ججن تي) ڪيڪڙاٽ ڪري رهيو هو. ڪتن ۽ ٻلين جو هيءُ مقابلو اجان ته هليو پي. ۽ جج جن جو ان راند جي مقابلي ۾ ريفريءَ جو رول هئڻ گهرجي، سي ان ۾ هينئر ئي هڪڙي ڌر کي هارايل، مغلوب ۽ مايوس سڏي رهيا هئا، ۽ پير صاحب کي سعدي شيرازيءَ جي حڪايت جي ان

ماڻهوءَ سان پيٽي رهيا هئا جنهن کي بادشاهه قتل جو حڪم ڏئي ڇڏيو هو. ججن جي عزت ۽ وقار جي تقاضا اها هئي جو پنهنجي ججمينٽ ۾ اهڙين بيهودين ڳالهين ڪرڻ کان پرهيز ڪري پير صاحب کي سزا ڏيڻ ۾ ئي پنهنجو ساڙ پلڻ ڪافي سمجهن ها. پر طاقت وٽن هئي. قلم سندن هٿن ۾ هو. ڪين روڪڻ وارو ڪير ڪونه هو. انگلنڊ ۾ ان وقت يا اڄ ڪيترا جج هوندا جيڪي جوابدارن جي خلاف اهڙا رمارڪ لکي جج جي نوڪريءَ قائم رهي سگهندا هوندا؟ پر هتي برٽش امپائر قائم رکڻ لاءِ ڪجھ بہ ڪري سگهيا ٿي.

ڪنهن بہ دنياوي ڪورٽ ۾ جج نڪي الزام ڏيندڙ جي پاسي هئڻ گهرجي نڪي ملزم جي. ڪورٽ ۾ سرڪاري ڌر کي حق آهي تہ پنهنجي ڳالهہ ثابت ڪرڻ لاءِ جيڪي شاهدي پيش ڪرڻ چاهين سا پيش ڪن. ججن کي جيئن سرڪاري ڌر جي بيهوده الزامن ٻڌڻ تي ڪاوڙ ڪانہ آئي هئي تيئن ملزم يا جوابدار جي بيان ٻڌڻ وقت بہ ڪين منيان نہ لڳڻ ڪپندي هئي. ججن تي اهو فرض آهي تہ صفائي يا بچاءَ واري ڌر جيڪي پنهنجي بچاءَ ۾ چوي ٿي سا بہ ٿڌيءَ دل سان ٻڌن ۽ پنهنجي راءِ انهن حقيقتن جي روشنيءَ ۾ قائم ڪن جيڪي بچاءَ واري ڌر پيش ڪري. ججن کيُ اهو ثبوت (evidence) ٻڌي پنهنجي راءِ قائم ڪرڻي آهي جيڪا ڪين فيصلي ڪرڻ وقت ڪم ايندي. ججن کي اهڙي ڳالهہ ٻڌي جذباتي ٿيڻ جي ضرورت ناهي. انهين ڪرسين تي هيترن سالن کان جو وينا هئا تہ اهڙي ڳالهہ پهريون دفعو تہ ڪانہ ٻڌي هوندائون جو اهڙا آپئي کان ٻاهر ٿي نڪري ويا. پر هي جج صاحبان ڪيس شروع ٿيڻ کان اڳ ئي سرڪاري ڌر جو پاسو وٺي چڪا هئا. انهيءَ ڪري پاڻ کي جذباتي طرح سرڪاري ڌر سان ايڏو ملوث ٿي سمجهيائون جو هتي پهچي پنهنجي ججمينٽ لکندي آپي مان ٻاهر نڪري ويا ۽ پنهنجن رمارڪن مان اهو ڏيکاريائون تہ سندن ذهن جي ڪوري ۾ ڇا پچي رهيو هو.

اسين اڄ پڇي سگهون ٿا ڇا انگريز جي انصاف جو معيار اهوئي هو جنهن تي انگريز ايڏو فخر ڪندا هئا؟ جج سي بہ بہ، انهن کي ججمينٽ لکندي اندر جي اڌمي کي اهڙيءَ طرح ظاهر ڪرڻ جي ڪا ضرورت ڪانہ هئي. پر ڳالهہ رڳو ايتري نہ هئي.





## پير صاحب تي فرد جرم

اڳتي هلي جج صاحبان چون ٿا تہ جوابدار تي فرد جرم اها آهي تہ جولاءِ ١٩٢٩ع ۾ جڏهن پير جا لائسنس رد ٿي ويا تہ ان کان پوءِ جوابدار بندوقون گڏ ڪري تهخاني ۾ رکڻ شروع ڪيون. انهيءَ لاءِ اهو دليل ٿا ڏين تہ ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ پير کي انهن بندوقن جي اتي هئڻ جي خبر نہ هجي جو ڏهہ سال انهيءَ ڪوٽ ۾ رهيو آهي، اهي چاهيون سنڌس وهاٽي هيٺان رهنديون هيون، ۽ مسٽر انگلنڊ ٿو چوي تہ پير اهي چاهيون ڏنيون جن سان تهخانو کوليو ويو. ان کان سواءِ ٽن عورتن (ايمنان، گلان، ۽ نوران) جون شهادتون آهن جيڪي چون ٿيون تہ لائسنس منسوخ ٿيڻ کان پوءِ پير بندوقون گڏ ڪرڻ لڳو جيڪي هو پيٽيءَ ۾ زير زمين پوري رکندو هو. عورتن خاص طور سندن ڪوٽ مان پڇي نڪرڻ واري ڏينهن کان هڪ ڏينهن اڳ جي ان واقعي ڏانهن اشارو ڪيو جنهن ۾ پير بندوقن جي پنهنجي ذخيري ۾ هڪ روالور جو اضافو ڪيو ۽ اسلح واري پيٽي آندي وئي.

They refer particularly to an occasion preceding their flight from the fortress when the Pir added a revolver to his stock of arms, and the box of fire-arms was brought.

جج صاحبان اڳتي هلي دليل ڏين ٿا تہ جيڪڏهن هنن عورتن کي ان اسلح جي اتي هئڻ جي خبر هئي تہ ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ پير کي خبر نہ هجي. ڳالهہ دراصل هيئن هئي تہ تهخانو مرداني علائقي ۾ هو، جتي عورتون ڪونہ وينديون آهن، پلي سانئيون هجن توڙي ٻانهيون. اهوئي سبب هو جو عورتن جي اوائلي بيان ۾ ڄاڻايل هو تہ پيٽي مٿي آندي وئي جنهن ۾ پير صاحب روالور رکيو.

There is also the evidence of three women Emna, Gullan, and Nuran (Ex.32, 33, and 34), who escaped from the Kot some time before the search, that after the licenses were cancelled the Pir began to collect guns which he kept in his box buried underground. They refer particularly to an occasion on the day preceding their flight from the fortress when the Pir added a revolver to his stock of arms and the box of fire-arms was brought.

عورتن جي ان بيان ۾ حقيقت ۾ وڏو تضاد هو ان ڪري جو پيٽي ايڏي ڳري هئي جو اهو ممڪن نہ هو تہ ان ۾ هڪڙي روالور رکڻ لاءِ ان کي هيٺئين تهخاني مان ڪڍي مٿي آڻجي، ۽ ظاهر آهي تہ عورتن تهخاني جي ڳالهہ ٻڌي هوندي پر اصل تهخانو ڏٺو ڪونہ هئائون. انهيءَ ڪري جو پنهنجي بيان ۾ چيائون تہ پيٽي تهخاني ۾ پوريل هئي. در اصل پيٽي تهخاني ۾ رکيل هئي، اتي زمين ۾ پوريل

ڪانہ هئي. انهن ڳالهين جي تفصيل جي خبر نڪي عورتن کي نڪي صوبيدار غلام اڪبر کي. ان ڪري جڏهن ماين جا بيان ورتا ويا ته سنڌن ذهن ۾ تهخاني جو صحيح تصور نہ هو. اهي خبرون سربستيون جيئل شاهہ کي هيون تہ صندوق ۾ چا پيل هو ۽ صندوق ڪٿي پوريل نہ پر رکيل هئي. پر صوبيدار غلام اڪبر جيئن ڳالهہ کي سمجهيو تيئن لکي ڇڏيائين. ڪيس هلائڻ وقت ان تضاد ڏانهن وري وري اشارو ڪيو ويو، پر جج صاحبان جو اصرار هو تہ وڌن ڪو سبب ڪونہ هو جو ماين جي بيانن کي نہ مڃين. انهيءَ ڪري جو جڏهن هاڻي بيان ٿا بدلائين تہ ڪيس ڪوڙو ٿو ٿئي. پوءِ جيئن ڳالهہ اصل لکي ورتي هئائون ان تي اڙجي بيهي رهيا، ۽ ان بيان جي سچي هئڻ جي گارنٽي اها ڀڏايائون تہ اهي بيان عورتن جي ڪوٽ مان فرار ٿيڻ کان ڪجهہ ڏينهن پوءِ ۽ ڪوٽ تي پوليس جي حملي کان گهڻو اڳ ورتا ويا هئا.

A guarantee of the truth of this story told by these women is that their statements were recorded under Section 164, Criminal P.C., few days after their escape from the "Kot" and long before the raid by the police.

(مسئلو اهو ڪونہ هو تہ بيان ڪڏهن ورتا ويا پر مسئلو اهو هو تہ بيانن ۽ حقيقت ۾ جيڪو تضاد هو ان مان ثابت اهو ٿي ٿيو تہ ماين کي تهخاني جي ڪابہ خبر ڪانہ هئي ۽ سنڌن بيان ڪوڙا هئا.)

بچاءَ يا صفائيءَ جي وڪيل مسٽر محمد علي جناح جو چوڻ هو تہ مايون جو چون ٿيون تہ ساڻن پير صاحب تمام گهڻو خراب سلوڪ ڪيو تہ ان بيان مان ئي صاف ظاهر آهي تہ هي شاهديون دشمنيءَ تي ٻڌل هيون ۽ ان ڪري هتن ڪي پير جي مائٽ جيئل شاهہ جي طرفان تيار ڪيو ويو آهي تہ پير جي خلاف اهڙا بيان ڏين.

It is argued that these witnesses must be hostile owing to the terrible ill treatment that they had received from the Pir and that they have been set up by his relation Jial Shah with whom he is on bad terms.

پر جج صاحبن چيو تہ هي مايون تہ جيئل شاهہ سان مليون ئي ڪونہ هيون. جڏهن چيو تہ اهو سچ آهي تہ ڪوٽ مان ڀڄڻ وقت ماين مان هڪڙي زخمي ٿي پئي هئي ان ڪري انهن جيئل شاهہ جي گهر ۾ وڃي پناهہ ورتي هئي، اتي برابر جيئل شاهہ جي ڏاڏيءَ سان ماين جي ملاقات ٿي هئي ۽ اتي جيئل شاهہ جي گهر واري بہ





برابر هئي، پر جڏهن چيو تہ ان مان اهو ثابت تہ ڪونہ ٿو ٿئي تہ انهن جي اتي جيئل شاهہ سان بہ ملاقات ٿي هجي.

اسان چئي سگهون ٿا تہ ماين جي ڪوٽ مان ڀڄڻ کان ڪجهہ ڏينهن پوءِ ماين کان بيان ورتا ويا هئا. ايستائين اهي جيئل شاهہ جي گهر ۾ رهيون. جيئل شاهہ کي سنڌس گهر ۾ داخل ٿيڻ کان روڪڻ وارو دروازي تي ويٺو تہ ڪونہ هو هيڏو واقعو ماين سان ٿيو هو جو هو ڪوٽ مان ڀڄي نڪتيون هيون، ان تي مايون فورا نہ پر ڪجهہ ڏينهن ترسي ان ڪان پوءِ هيڏي وڏي ماڻهوءَ جي خلاف ڪيس ڪري رهيون هيون. ضرور ڪنهن سان تہ مشورو ڪيو هوندائون. جنهن گهر ۾ پناهہ ورتيون هيون ان جي ياتيءَ کان مشورو نہ ورتو هوندائون تہ ڪو فرشتن کان تہ مشورو ڪونہ ورتو هوندائون. جڏهن جو چوڻ هو تہ اهو ثابت ڪونہ ٿيو هو تہ ماين جي بيان ڏيڻ کان اڳ جيئل شاهہ ساڻن مليو هو، پر ان مان اهو بہ ثابت ڪونہ ٿو ٿئي تہ ڪو جيئل شاهہ ماين سان ڪونہ مليو هوندو.

جج صاحبان پنهنجي ججمنٽ ۾ چيو تہ صفائيءَ جو وڪيل چوي ٿو تہ بندوقون پراڻيون آهن ۽ اسلح انهن سان لڳي ڪونہ ٿو. بندوقن جي پراڻين هئڻ جي رد ۾ جج صاحبان چون ٿا تہ ظاهر آهي تہ لائسنس نہ هئڻ ڪري پير نيون بندوقون تہ وٺي نٿي سگهيو ان ڪري انهن بندوقن تي ئي اڪتفاءِ ڪرڻي پئي هونديس جيڪي سنڌس مريد ڪيس ڏين. ڏسجي تہ جڏهن جي انهيءَ رمارڪ مان خود ان ڳالهہ جي نفي ٿي تہ پير نئون اسلح ورتو. پر چيائون تہ نئون اسلح نہ پر پراڻو اسلح نئين سنئينءَ وٺي رکيائين. ان دليل جي مدد ۾ چيائون تہ هڪڙو تہ پير اهو پنهنجي عزت جي گهٽتائي سمجهندو جو وٽس ڪا بندوق نہ هجي، ٻيو تہ شڪار جو بہ شوقين آهي ان ڪري سرڪاري ڏر جيڪي مٿس (اسلح جي باري ۾) الزام هنيا آهن تہ ائين ڪيو هوندائين. هن ججمنٽ ۾ اسين "سمجهون ٿا"، "ائين هوندو"، "هيئن ڪيو هوندائين" وارا ڪلما اهڙا ناهن جن جي آڌار تي چئي سگهجي تہ هيءَ دعويٰ جوڳي شڪ (reasonable doubt) کان مٿي ٿي ثابت ڪئي وئي آهي. ججمنٽ جا اصل الفاظ هيئن آهن:

We think it extremely likey that the Pir would feel beneath his dignity to possess no guns at all, and would set about collecting others after his licenses and exemptions were cancelled. He was also fond of shooting and that is another reason why he is likely to have acted in the way attributed to him by the prosecution.

اسان پڇنداسون ته اوهان ڪيئن پڪ سان چئي سگهو ٿا ته پير اسلح ورتو. رهيو اهو دليل ته بارود ناڪارو آهي ۽ هٿيارن سان لڳي نٿو ته ان جي رد ۾ جج صاحبان چون ٿا ته اهڙو ڪو تجربو ڪونه ڪيو ويو آهي جنهن مان اها ڳالهه ثابت ٿئي ته اهو بارود بيڪار آهي.

جج صاحبن چيو ته بچاء جي وڪيل شاهدن جي انهن بيانن تي دليل ناهن ٻڌا ته اهي بندوقون پير صاحب جي وڏن جون هيون، ان ڪري هيٺئين ڪورٽ واري فيصلي کي بحال رکيو ويو ته انهن هٿيارن مان ٽي هٿيار حزب الله شاهه کي مليل هوندا. رهيل پندرهن هٿيار پير صاحب خريد ڪري اتي رکيا آهن جيئن سرڪاري ذر دعوي ڪري ٿي. پير صاحب جي بچاء جي شاهدن مان هڪڙو خيرپور جو ان وقت جو امير مير نواز علي خان هو جيڪو بقول علي محمد راشدي جوانيءِ جي زماني ۾ جلاوطنيءَ ۾ رهڻ جي ڪري هڪ نرم دل ۽ حساس شاعر ٿي ويو هو ۽ مير مرادعلي خان جي زماني جون سڀ رقابتون ۽ دشمنيون وساري پير صاحب جي فائدي ۾ اچي بيان ڏنو هئائين. مير صاحب کان سواءِ بمبئي ليجسليٽو اسيمبليءَ جي ٻن ميمبرن به پير صاحب جي فائدي ۾ اچي شاهديون ڏنيون هيون. (انهن مان هڪڙو محمد ايوب کهڙو صاحب هو، ٻئي جي اسان کي اڃان خبر ڪانهي ته ڪير هو.) پر بهر حال انهن شاهدين کي ججن اهميت نه ڏني.

جناح صاحب پنهنجي اپيل ۾ ٻارهن ٻارهن پراڻن ڪيسن جو حوالو ڏنو جن مان ڏيکاريو ويو ته ڪهڙين صورتن ۾ هٿيارن کي لڪائي رکڻ جو قلم لاڳو ٿي ٿيو ۽ ڪهڙين صورتن ۾ اهو قلم لاڳو نٿي ٿيو. مئجسٽريٽ جي ڪورٽ جي اڳئين فيصلي کي رد ڏيندي هي فاضل جج ان راءِ جا هئا ته هر ڪيس جي نوعيت پنهنجي هئي ۽ هر ڪيس فيصلي لاڳو ڪرڻ ۾ ان ڪيس جو الڳ مطالعو ضروري هئو ۽ هن ڪيس سان لڪائي رکڻ وارو ويهون قلم لاڳو نٿي ٿيو.

محمد علي جناح جي انهيءَ اپيل مان ايترو فائدو ٿيو ته ويهين سيڪشن وارو قلم رد ٿيو (يعني تهخاني ۾ هٿيارن جي هئڻ مان اهو ثابت ڪونه ٿيو ته پير صاحب جو مقصد هو ته انهن کي حڪومت کان لڪائي. پر اهو قلم جيڪڏهن صفا لاهي ڇڏجي ته باقي ڇا ٿو بچي! ان ڪري جج صاحب ان ويهين قلم کي مٽائي ان کي ورڻي قلم اٽويهين ايف ۾ بدلائي ڇڏيو. انهيءَ تي جناح صاحب اعتراض ڪيو ته اٽويهه ايف وارو قلم هيٺئين ڪورٽ ۾ رد ٿي چڪو آهي ۽ ان قلم کي نئين سر





وري لڳائڻ لاءِ اصل ڪورٽ کان اجازت نه ورتي وئي آهي. هيءَ اپيل جي ڪورٽ آهي هن کي نئين فرد جرم لڳائڻ جو اختيار ناهي. پر جج صاحبن چيو ته جڏهن پهريون دفعو ڪورٽ کان فرد جرم لڳائڻ جي اجازت ورتي وئي هئي ته ان ۾ سيني قلمن جي موڪل ورتل هئي. ان ڪري هاڻي ٻي نئين موڪل وٺڻ جي ضرورت نه هئي.

حاصل مقصد ته اپيل ۾ قلم اٽويهين ايف کي بحال رکيو ويو جنهن جي ڪري سزا ٻه سال قيد بامشقت (سخت پورهئي سان) هئي. قلم ويهون رد ٿيو جنهن جي سزا پنج سال ۽ هزار روپيه ڏنڊ هئي. ادا نه ڪرڻ جي صورت ۾ ٻيا ٻارهن مهينا (هڪ سال) جيل هو. ان ويهين قلم کي هاڻي اپيل ۾ رد ڪيو ويو ۽ ان جي بجاءِ وري قلم اٽويهون آءِ رکيو ويو جنهن جي سزا ٽي سال هئي. رهيو ڏنڊ، جيڪو اڳي ويهين قلم جي ڪري هو، سو هاڻي ڦيرائي اٽويهين ايف ۾ ڪيائون. ڏنڊ هزار روپيا رکيائون. ڏنڊ نه ڏيڻ جي صورت ۾ نو مهينا سخت پورهئي سان ٽيپ رکي وئي. الغرض ته اصل ڪيس جي حساب سان جيل اٺن سالن جي سزا هئي، جيڪا اپيل ۾ ڦري ڇهن سالن جي ٿي.

## جناح صاحب ڪيس ڪيترو وقت هلايو ۽ وچ ۾ ڇو ڇڏي هليو ويو؟

جماعت جي ماڻهن اُن ڪيس جون جيڪي روايتون آهن انهن مان اهو معلوم ٿو ٿئي ته جناح صاحب اپيل واري ڪيس پوري ٽيڪ کان اڳ ئي بمبئيءَ واپس موٽي هليو ويو، ۽ ڪيس جو فيصلو سندس غير حاضريءَ ۾ ٿيو. جناح صاحب جو ۽ ڪيئن ڪيس کي وچ ۾ ڇڏي بمبئيءَ هليو ويو، ان لاءِ پير صاحب جي مريدن، جماعت وارن، وٽ پنهنجي پنهنجي سمجهه آهر ۽ پنهنجي پنهنجي معلومات مطابق مختلف خيال ۽ رايا آهن. ملهار فقير پنهنجي ڪتابن ۾ ان وقت جي مريدن جا جيڪي خيالات بيان ڪيا آهن انهن مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪن مريدن سمجهيو ٿي محمد فقير مهر جناح صاحب کي وڪيل ڪري وٺي آيو هو ۽ جماعت کان ڪيس بابت گهٽائي کي پئسا اڳاڙيا هئائين، پر جناح صاحب کي فيءَ جا پئسا پورا نه ڏنائين، ان ڪري جناح صاحب ڪاوڙجي هليو ويو. ٻين ماڻهن جو خيال هو ته

محمد مهر جناح صاحب ڪي وڪيل ڪري وٺي آيو هو، پر محبت فقير ڀٽ ديوان صاحب سنگھ ڪي وڪيل ڪري وٺي آيو هو. جناح صاحب ڪي ديوان صاحب سنگھ جو ڪيس ۾ اچڻ پسند نہ آيو، ان ڪري ڪيس ڪي وچ ۾ ڇڏي ڪاوڙجي هليو ويو. ٽين ماڻهن جو خيال هو تہ جناح صاحب ڪي ڪيس هلندي پتو پئجي ويو هو تہ حڪومت وارن جو ارادو پير صاحب ڪي هر حالت ۾ سزا ڏيڻ جو هو، ان ڪري احتجاجا يا مايوس ٿي ڇڏي ويو هليو.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو رايو ٿئي خيال جي ماڻهن سان ملي ٿو. ڊاڪٽر صاحب چيو تہ اتي جناح صاحب کي اهو احساس ٿي ويو تہ حڪومت وارا پير صاحب کي ڇڏڻ وارا ناهن. ڪيئن بہ ڪري ڪيس سوگھو ڪرڻ چاهين ٿا. شايد ڪيس اهڙو ڪو اشارو ڏنائون، يا ڪيس اعتماد ۾ وٺي (confidentially) ائين چيائون، بهرحال ڪيس خبر پئجي وئي تہ هو هرو ڀرو پيو پنهنجو وقت ضايع ڪري. اهو سچو هٽ ناٽ هو، هٽ جو نهيل ڪيس هو. جهڙي نموني ڪيس نهيو هئو، جهڙي قسم جا شاهد پيش ڪيا ويا هئا، جهڙي نموني جج صاحب قانون جي بي حرمتي ڪري سرڪاري ڊر جي ڳالهہ مٿي ڪرڻ تي سندرو ٻڌيو بيٺا هئا، جهڙي نموني بچاءَ جي شاهدن کي نظرانداز ٿي ڪيو ويو، ۽ جهڙيءَ طرح بچاءَ جي دليلن جو استهزاءُ ڪري، ٽوڪ ڪري، انهن کي غير مؤثر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي وئي، تنهن مان جناح صاحب کي چڱيءَ طرح پروڙ پئجي وئي تہ سکر جي هن ڪورٽ مان ڪنهن چڱائيءَ جي اميد رکڻ خام خيالي هئي. محمدعلي جناح تي ٽورن ئي ڏينهن ۾ اهو راز کلي ويو تہ هن ڪورٽ مان اها توقع ڪرڻ اجائي ڳالهہ هئي تہ هوءَ انگلنڊ يا بمبئيءَ جي ڪورٽن وانگي انصاف مهيا ڪندي. هُتي ماڻهو لکيل پڙهيل هئا، قانون کان واقف هئا، ان ڪري عام ماڻهن توڙي قانون هلائيندڙن سيني وٽ قانون جي عزت هئي. هِتي خلق اڻپڙهيل ۽ قانون کان غير واقف هئي، ان ڪري قانون هلائيندڙن کي ڏاڍ مڙسيءَ جو قانون هلائڻ کان ڪير روڪي نٿي سگهيو. هن کان اڳ جناح صاحب اهڙين ڪورٽن ۾ ڪيس هلايا هئا جتي قانون جي بالادستي هوندي هئي، پر هيڏي ڪورٽ ۾ ڪيس هلائڻ جناح صاحب جي وس جي ڳالهہ ڪانہ هئي جتي قانون جي نہ پر قانون هلائيندڙن جي بالادستي هئي.

انهيءَ ڪري پوءِ جيڪي فقير اتي موجود هئا انهن کي جناح صاحب ٻڌايو تہ حڪومت وارا ڪيئن بہ ڪري پير صاحب کي سزا ڏيڻ چاهين ٿا. خليفو احمد ان





وقت اتي موجود هو. هاڻي تہ گذاري ويو آهي پر ڊاڪٽر صاحب چيو تہ خليفي صاحب پاڻ ٻڌايو تہ جناح صاحب چيو تہ ”حڪومت وارن جيئن رٽ رٽي آهي تہ اسان جي ڪيس هلائڻ واريءَ سڄيءَ جاکوڙ مان ورڻو سرڻو ڪجھ ڪونهي. ان ڪري مونکي اها ڳالهہ مناسب نٿي لڳي تہ آءٌ هتي ويهي رهان ۽ ويهي دليل ڪيان، پير صاحب جي وڪالت ڪيان. اوهان منهنجي في پريو ٿا ۽ منهنجي وڪالت آهي. هاڻي اها ڳالهہ نهي ڪانہ ٿي جو آءٌ هرو ڀرو هتي رهيو پيو هجان ۽ وٺنو اوهان کان پئسا وٺان.“ ان ڪري جناح صاحب بمبئيءَ موٽي ويو.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن چيو تہ سندن معلومات مطابق ٽي هزار روپيہ روزاني جناح صاحب جي في هئي. (راشدي صاحب لکيو آهي تہ جناح صاحب فيءَ جا جملي سٺ هزار روپيا ورتا. پر معلوم ٿئي ٿو تہ اصل انگ ان کان گھٽو وڌو هوندو. اهو انهيءَ ڪري جو علي محمد راشدي پاڻ ئي چوي ٿو تہ انهيءَ ڪيس جي سلسلي ۾ جناح صاحب ٽي چار مهينا سکر ۾ رهيو پيو هو. جيڪڏهن مڃجي تہ جناح صاحب ٽي مهينا سکر ۾ هن ڪيس جي پوئواريءَ ۾ رهيو تہ ٽي هزار روپيا ڏهاڙيءَ جي حساب سان سندس في وڃي بيٺي پوڻا ٽي لک روپيا.)

ان کان سواءِ ڊاڪٽر بلوچ صاحب چيو تہ جناح صاحب جي اچڻ وڃڻ لاءِ بمبئي کان سکر تائين ريل گاڏيءَ جو سڄوگاڏو مخصوص (reserve) ڪرائيندا هئا، ۽ سرڪٽ هائوس ۾ سندس رهائش جو بندوبست ڪرائيندا هئا، ۽ مانيءَ ٽڪيءَ جو بندوبست ان کان جدا هو. هيون جيڪي خدمتون فقيرن کان پچنديون هيون، اهي ان کان علاوه هيون. فقير خود ايندا هئا، انهن جي ڪاڏي خوراڪ ۽ رهائش جا خرچ ٿيندا هئا.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن چيو تہ بالآخر پير صاحب کي سزا ڏنائون: نہ رڳو ايترو پر سزا ڏئي هڪڙي ڏورانهين جيل ۾ رتناگريءَ ڏياري موڪليائون. ان مان انگريز جي سرڪار جو مقصد اهو هو تہ پير صاحب کي هميشہ لاءِ هٽائي ڇڏجي. پوئتي وري جيئل شاهہ کي آپاريائون. علي محمد راشديءَ کان ۱۹۲۶ع کان وٺي هڪڙي اخبار ”الراشد“ ڪيرائي هئائون جنهن جو مقصد هو تہ پير صبغت الله شاهہ جي خلاف پروپيگنڊا ڪري ان کي گاديءَ تان لهرايو وڃي ۽ ان جي جاءِ تي ٻئي ڪنهن کي آندو وڃي. راشدي صاحب ان وقت تہ شايد جيئل شاهہ جي پنڀرائي ڪري رهيو هو، پر پوءِ وري وقت اهڙو آيو جو سندس نظر ۾ ان گاديءَ جو ڪانئس

وڏيڪ ٻيو ڪو موچارو اميدوار ڪونه رهيو هو. ان ڪري سنڌس سڄو توجهه پير صاحب جي خلاف ڳالهين پکيڙڻ تي هو. پير صاحب رتناگريءَ جي جيل ڏانهن ويو ته پويان علي محمد راشديءَ جي اخبار ”الراشد“ به بند ٿي وئي (شايد انهيءَ ڪري جو ان جي برپا ٿيڻ جو جيڪو اصل مقصد هو سو ان وقت بظاهر حل ٿي ويو هو، وڌيڪ وقت لاءِ اهڙيءَ اخبار کي جاري رکڻ بيسود هو. ليمبرڪ لکيو آهي ته پير صاحب جي رتناگريءَ وڃڻ کان پوءِ جيئل شاهه پنهنجي پروپيگنڊا وڌائي ڇڏي ۽ چوندو ٿي وتيو ته هاڻي جڏهن صبغت الله شاهه ڪورٽ ۾ ڏوهاري ثابت ٿي چڪو آهي ته ههڙي پيراڻي گاديءَ تي ويهڻ جي لائق نه رهيو آهي. جماعت جي ماڻهن کي ڪپي ته ان جي جاءِ تي هاڻي ڪيس (جيئل شاهه کي) گاديءَ تي ويهارين.

سنڌيءَ ۾ ڳالهه ڪندا آهن ته هڪڙي ماڻهوءَ کان پڇيائون ته ”نالو ڇا اٿئي؟“ چيائين ”جيئو.“ پڇيائونس ته ”ڪم ڪهڙا ڪندو آهين؟“ چيائين ته ”نانگن جي ٻرن ۾ هٿ وجهندو آهيان.“ تنهن تي چيائونس ته ”پوءِ جهڙو جيئين تهڙو نه جيئين.“ سگهوئي جماعت جا ڪي فقير جيئل شاهه کي واٽ ويندي ٽانگي تان لاهي ماري ويا هليا. اسين ائين ڪونه ٿا چئون ته جماعت وارن اهو ڪو چڱو ڪم ڪيو، پر جڏهن سرڪار پنهنجي طاقت جي زور تي رت ۾ ويچو وجهرائي ڇهن لکن مريدن جي مرشد جي خلاف اهڙا پير (قدم) کڻندي ته ان ڪئي جو ڪيتو ڪنهن کي ته پوڄڻو پوندو. وڏي ڳالهه ته جماعت وارا جيئل شاهه جي انهيءَ قتل کان انڪاري ڪونه آهن. سيئي مڃين ٿا ته برابر اهو قتل جماعت وارن ڪيو. پوءِ حڪومت وارن انهن قاتلن کي به ڇڏيو ڪونه. اهي قاتل به ڦاسيءَ چڙهي ويا. پر هنن کي به جيڪو ڪرڻو هو سو ڪري ڇڏيائون. فقيرن جي هٿان جيئل شاهه جي قتل جي ڳالهه ڪرڻ ۽ ان جي قاتلن کي ڦاسيءَ جي سزا اچڻ واري ڳالهه کي ورجائڻ مان اسان جو مقصد اهو آهي ته بدايون ته جيئل شاهه کي برابر جماعت وارن ماريو، پر ابراهيم جي ماءُ جي قتل سان فقيرن جو نه پر حڪومت وارن جو تعلق هو.

١٨٩٨ع کان وٺي ١٩٣٠ع تائين ٻٽيهن سالن جي عرصي ۾ حرن جي طرفان اهڙو قدم ڪونه کنيو ويو هو جنهن مان حڪومت وارن کي شڪايت جو موقعو مليو هجي. خود پير صاحب صبغت الله شاهه طرفان به ڪو به قانوني پيچڪڙيءَ جو معاملو سرزد نه ٿيو هو. حڪومت ۽ پير صاحب جي وچ ۾ تصادم جو سبب اهوئي هو جو پير صاحب کي پسند نه هو ته حڪومت وارا ڪيس پنهنجي مريدن وٽ وڃڻ





کان روڪين يا مريدن کي درگاهه تي اچڻ کان روڪين، يا سنڌس مسافريءَ جي زماني ۾ سنڌس ماڻهن سان گڏ پوليس وارن کي لڳائي ڇڏين ته اهي جماعت وارن تي چوڪسي ڪندا رهن. پير صاحب جي مسافريءَ جو معاملو مريدن ۽ مرشد جي وچ ۾ هڪڙو روحاني رشتو هو، ان ۾ ڪافر حاڪم جي اهلڪارن جو زور مس ڪري وچ ۾ اچڻ نڪي پير صاحب کي پسند هو نڪي مريدن کي. اصل ۾ بنيادي ڳالهيون اهي هيون جن تان حڪومت وارن ۽ پير صاحب جي وچ ۾ هڪڙو ڇڪتاڻ وارو ماحول پيدا ٿي ويو هو. انهن ڳالهين تان ڪاوڙجي حڪومت وارن پنهنجي سگهه ۽ طاقت ڏيکارڻ جو اهو طريقو ڳوليو هو جو پير صاحب تي ڪيس ڪيائون جيئن ڪيس زير ڪري سگهجي.

جماعت جي ماڻهن تي هن ڪيس جي فيصلي جو اثر اهو ٿيو جو فقير ڇڻ ته بي ويساهي جي ڪري سڪتي (مات) ۾ اچي ويا. ڇڻ ته اعتبار ئي ڪونه ٿي آين ته ڪو پير صاحب جي ائين بي عزتي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي، اهڙو ڪو بي بنياد ڪيس هلندو، ڪيس جي دوران پنجن مهينن تائين اهڙيءَ طرح بنا ضمانت ڪيس جيل واري حراست ۾ رکيو ويندو، ۽ اهڙو ڪو فيصلو ٿيندو جنهن ۾ پراڻين بندوقن رکڻ جي سزا ۾ ڇهن لکن ماڻهن جو هيءُ روحاني مرشد انن سالن جي لاءِ رتناگريءَ جي جيل ۾ هليو ويندو. اهي ڳالهيون مريدن جي تصور ۾ اچڻ کان مٿي هيون. ان ڪري انهيءَ فيصلي کان پوءِ فقيرن وٽان مختلف رد عمل ٿيا جن مان هڪڙي پاسي ته اهو ثابت ٿي ٿيو ته فقيرن هر حال ۾ قانون مطابق هلڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي ۽ ٻئي پاسي پير صاحب سان سندن عشق ۽ عقيدت جو ثبوت ٿي مليو.

ڪورٽ جي ان فيصلي جي رد عمل ۾ هڪڙا فقير ته چپ ٿي ويا جو ڏنائون ته سندن وس ۾ ڪجهه به ڪري سگهڻ جي طاقت ڪانه هئي. ٻين وري محمد يوسف مهر جي ڳالهه مڃي وڃي ٽاڻن تي ويهي بک هڙتالون ڪيون. ٻارين ٻچين وڃي ٽاڻن تي ويٺا. پر انهن بک هڙتالن مان به نڪي وريو نڪي سريو، اتي جيڪي مقامي سنڌي صوبيدار هئا، يا جمعدار هئا، يا سپاهي هئا، تن فقيرن کي سمجهايو ته حڪومت ڏاڍي آهي، سگهي آهي، اوهين بک هڙتالون ڪري ان سان پڇي ڪونه سگهندؤ. تنهن ڪري مات ڪري وڃي ڪکن پيڙا ٿيو. ٻين فقيرن وري چيو ته بک هڙتال ڪرڻ اصل ڪم ئي ڪانهي، جهڙن غير مسلمانن جو آهي.

مسلمانن کي نہ جڳائي تہ ويھي بڪ ھڙتالون ڪن. ٿيا وري سياسي اثر رکندڙ ماڻھن جي پويان ٻوڙيا ۽ انھن ڪان پير صاحب جي حمايت ۾ بيان ڏياريائون. ڪانگريس جي ميٽنگن ۾ رزوليوشن بحال ٿيا تہ پير صاحب بي ڏوھي آھي ۽ ان کي ڇڏڻ کپي. مير نواز علي ٽالپور خيرپور جو مير ۽ بمبئي ليجسليٽو ڪميٽيءَ جا ٻيا ٻہ سنڌي ميمبر پير صاحب جي پاران شاھدي وارڻ آيا ھئا. پر انھن مڙني ڳالھين مان ڪو ڪڙ تيل ڪونہ نڪتو. چوٽان فقير وري اھڙا ھئا جن چيو تہ ھلو تہ ھلي پير صاحب کي ڳولي لھون تہ حڪومت وارن ڪيس ڪٿي موڪليو آھي. پوءِ ڪي اڻ پڙھيل ٻھراڙيءَ جا سادا ماڻھو جيڪي گھر ڪان ڪڏھن ٻاھر نہ نڪتا ھئا، ريل گاڏيءَ جي شڪل ڪانہ ڏٺي ھين، سي ٽر جو رڻ جھاڳي بمبئيءَ پھتا ۽ اتان وجي رتناگريءَ جا وڻ ڏنائون ۽ پنھنجي مرشد جو ديدار ڪري اتان حڪم احڪام وٺي آيا.

پير صاحب جي رتناگريءَ ۾ وڃڻ جي ڪري ھي ڳالھ وري اھا ٿي جو راجستان، راجپوتانا، مارواڙ، دوحد، بمبئي، دڪن جي پاسي جيڪي اصل مريد رھائش پذير ھئا يا انھن علائقن ۾ لوڙھن ۾ رھندا ھئا، انھن کي بہ اچي شوق جاڳيا تہ مرشد ويجھڙائيءَ واري علائقي ۾ آيل آھي، ان سان ملاقات ڪجي. جيتوڻيڪ ساڻن ملاقات ڪرڻ تي گھڻيون پابنديون ھيون پر مرشد جا عاشق اتي بہ پھچيو وڃن. اھا ڳالھ وري حڪومت وارن کي نہ وڻي. ان ڪري ڪجھ عرصي ڪان پوءِ پير صاحب کي دمدمي، مدن پور، ڪلڪتي، ۽ ٻين جيلن ۾ موڪليندا رھندا ھئا. ليمبرڪ ھڪڙو واقعو لکيو آھي تہ محبت ٻھڻ جو ڪو پاءُ ھو، ان جي نالي پير صاحب سان ملاقات جو اجازتنامو نڪتو سو دڪن ۾ ڪنھن صورت پھتو، اتي وري انھيءَ نالي سان ٻيو ڪو ماڻھو لوڙھي ۾ رھندو ھو. اھو وڃي پير صاحب سان ملاقات ڪري آيو. حڪومت وارن کي پوءِ خبر پئي، پر تيسين ملاقات ٿي وئي ھئي. حڪومت وارا ڇڏڻ وارا تہ ڪنھن کي ڪونہ ھئا. ٻنھي ڌرين سان جيڪي جنيون ڪيون ھونداؤن سي خدا تو ڄاڻي، پر مرشد سان ملاقات ڪرڻ ھنن جي نظر ۾ جرم نہ پر عين ثواب ھو. ان لاءِ ڪھڙيون بہ قربانيون ڏيڻيون پون انھن ڪان نہ ڪيٻائيندا ھئا.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب چيو تہ ڪورٽ جي ھن واقعي ڪان پوءِ حڪومت وارن وري جماعت تي ھڪڙي قسم جي نظرداري (surveillance) شروع ڪئي. اڳي جيڪا





پاليسي نشان ھٽڻ واري سا ورائي شروع ڪيائون. پر ان جي پراڻي طريقي ۾ وري ايترو اضافو ڪيائون جو ھڪڙو گروھ تہ اھڙن ماڻھن جو ڪيائون جن کي نشان لڳل ٿي چيائون، جيڪي ٽاٽي تي حاضري ڏيندا ھئا. پر ھاڻي صوبيدار پنھنجي حد ۾ آدمشماري رکي ۽ جيڪي ۾ پير صاحب جا مريد آھن، جتي بہ ھجن، انھن علائقن ۾ وڃي اھو صوبيدار منزل ڪري، اتي وڃي انھن سمورن ماڻھن کي گھرائي ۽ اتي پنھنجي اکين سان ڏسي تہ برابر اھي ماڻھو اتي آھن يا ناھن. انھن ۾ ماين کي ۽ مردن کي سيني کي گھرائيندا ھئا تہ صوبيدار صاحب پاڻ ڏسي ۽ حاضري پري تہ ھو آھن يا ناھن. پوءِ ھر ھڪ تعلقي ۾ ٻہ چار جايون مقرر ڪيائون جتي صوبيدار صاحب وڃي پنھنجي منزل ڪري ۽ ماڻھن کي حڪم ھجي تہ سيئي اچي گڏ ٿين.

## رتناگري ۾ پيا بند

### سکر سيئي ڏينھن جي مون گھاريا بند ۾

اسان جناب پير صاحب صبغت الله شاھ شھيد جون ڳالھيون وينٺي ڪيون جن ۾ ١٩٣٠ع واري ڪيس جو ذڪر آيو تہ ڪيئن حڪومت وارن ابراھيم جي ماءُ کي مارائي ان جو لاش پير صاحب جي مھمانخاني ۾ اڇلارائي ڇڏيو ۽ قتل جو الزام پير صاحب تي ھنيائون. ڪيئن اھو ڪيس نہ بيٺو، ۽ پوءِ ڪيئن اسلح ۽ بارود جي ڪيس ۾ پير صاحب کي ٻھرايئين اٺن سالن جي سخت پورھئي سان سزا ڏنائون ۽ ڪيئن پوءِ اپيل ۾ اھا سزا اٺن مان ڦيرائي ڇھن سالن جي وڃي بيھاريائون. انگريزن جي اھا شروع ڪان وٺي سازش رھي جنھن ۾ ڪوششون ڪيائون ٿي ۽ پير صاحب تي ڪڙي نظر رکيائون ٿي تہ پير صاحب ڪنھن بہ ڳالھ ۾ ملوث نظر اچي تہ فوراً وٺ ڪجيس ۽ ديرئي نہ ڪجيس. پر پير صاحب ھوشيار ماڻھو ھو، انگريزن جي حڪومت کي ڪو وجھ نٿي ڏنائين جنھن ۾ ڪٿي ڦاسائينس. اھڙو ڪوبہ ڪم نٿي ڪيائين جنھن ۾ ھن جي قانوني گرفت ٿي سگھي. ھنن انگريزن جو اھو نمونو منڍ ڪان وٺي ائين رھيو. پير صاحب حزب الله شاھ جي زماني ۾ اھڙا قدم ڪٿڻ لاءِ آتا وينا ھوندا ھئا. پير علي گوھرشاھ صاحب ۽ شاھ مردان شاھ صاحب جي زمانن ۾ بہ ڪنھن ڳالھ ڪان گھٻرايائون ڪونہ. شاھ

مردان شاهه صاحب جي زماني ۾ پاڻ ڏنو ته ڪيئن شمس العلماء صاحب تي زور پري ڪانئس صحيح تي ورتائون ته مريدن جي هر ڪئي جو پاڻ شمس العلماء صاحب ذميدار آهي. انهيءَ ڳالهه دوران پاڻ ڏنو ته پير صاحب احتجاج ڪيو ۽ پوءِ ڪيس متي پريوي ڪاؤنسل وٽ ويو. پير صاحب پاڳارن مان هڪڙو به پير اهڙو ڪونه هو جنهن سان حڪومت وارن جو براه راست مقابلو نه ٿيو هجي يا جنهن انگريزن جي بيهوده حرڪتن تي مزاحمت نه ڪئي هجي يا احتجاج نه ڪيو هجي. اهو سلسلو هلندو پئي آيو تان جو پير صاحب صبغت الله شاهه ثاني جن تخت تي وينا. ان وقت جيتوڻيڪ پاڻ عمر جا ننڍا هئا، پر تمام ذهين ۽ هوشيار هئا، جو انگريزن پاڻ پنهنجي رپورٽن ۾ ڪانئن خائف ٿي ڪين پنهنجي عمر کان وڌيڪ ذهين (precocious) ٿي چيو. اهڙي قسم جو ٻار پنهنجي طبعي عمر کان وڌيڪ جسماني ۽ ذهني نشو و نما جو اظهار ڪندو آهي.

پير صاحب جيتوڻيڪ ننڍي عمر ۾ تخت تي ويٺو پر وڏن پيرن صاحبن (سندن والد صاحب) جي زماني ۾ درگاهه تي جيڪو ماحول هو ان جو اثر اڳيئي متن پيل هو. اتي يقيني طور سندن والد صاحب جن جي خدمت ۾ ويٺي ۽ ٻين ماڻهن سان اٿندي ويهندي ضرور اهڙيون ڳالهيون ٻڌيون هونداؤن ته انگريز ڪيئن حڪومت هٿ ڪئي ۽ ڪيئن حڪومت هلائي رهيا هئا، يا حڪومت جي جاڙتن جو عام ماڻهن سان ڪهڙو رويو هو يا پير صاحب جي مريدن بابت يا حرن بابت سندن ڪهڙو خيال هو. اهڙي ماحول ۾ پلجڻ جي ڪري اهو ضروري ۽ فطري عمل هو جو پير صاحب جن ننڍي هوندي کان وٺي انگريزن جي خلاف هڪڙو جذبو رکندا هئا. انگريزن ڪي پنهنجي جاسوسن طرفان اهڙا اطلاع پهتل هئا ته پير صاحب سندن متعلق ڪهڙا خيالات ٿو رکي. ان ڪري جيئن گذريل صفحن ۾ ڏنوسين ته انگريزن جي شروع کان اها ڪوشش رهي ته شاهه مردان شاهه صاحب جي وفات کان پوءِ صبغت الله شاهه کي پڳ نه ملي. ٻيو سيدن جي طرفان به اها ڪوشش رهي ته پڳ جيئل شاهه کي ملي. سيدن جي طرفان اها ڪوشش انهيءَ ڪري ٿي ٿي جو سمجهيائون ٿي ته ميان جيئل شاهه گاديءَ تي ويهندو ته ڪين فائدو ٿيندو. انگريزن جي طرفان انهيءَ ڪري اها ڪوشش پئي ٿي جو انهن سمجهيو ٿي ته هيءُ صاحبزادو هڪ ته عمر ۾ ننڍو آهي، ٻيو ڏسڻ وائسڻ ۾، شڪل شباهت ۾، رعب تاب ۾، ۽ عادتن ۾ هڪ زبردست ماڻهو ٿي لڳو، ۽ حڪومت وارن سمجهيو ٿي ته





هيءُ صاحبزادو انگريزن جي سڄي ڏاڪي ۾ متان نه به اچي. ان جي مقابلي ۾ جيئل شاهه نرم ماڻهو (soft) نظر ٿي آين، ۽ ڀانيائون ٿي ته ان کي وڌيڪ آسانيءَ سان ضابطي ۾ آڻي سگهبو، ڪنٽرول ڪري سگهبو، مينيج (manage) ڪري سگهبو. بهرحال پير صاحب جن جي خلاف اها سازش ڪري ڪين قيد جي سزا ڏنلئون ۽ ڪين رتنا گريءَ موڪلي ڇڏيائون.

رتناگريءَ ۾ جيڪي فقير ويا، ساڻن گڏ هئا، يا اتي ايندا ويندا هئا، انهن کان اتي جون ڪي ٿوريون گهڻيون ڳالهيون معلوم ٿيون ته پير صاحب جن ڪيئن اتي زندگي گذاريندا هئا. خاص طرح خليفو احمد لغاري گهڻو ڪري ساڻن اتي گڏ هوندو هو، رهندو ئي انهيءَ پاسي هو. خليفي احمد کي اها آساني هئي جو سندس امڙ گجرات جي هئي، ان ڪري خليفو احمد گجراتي تمام سٺي ڄاڻندو هو، جهڙيءَ کر مادري زبان وانگي. اردو يا هندوستاني به سٺي ڄاڻندو هو. ان ڪري اتي جي آفيسرن سان ۽ ٻين ماڻهن سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ جو ڪم متس هو. هيءُ خليفو احمد خليفي نبي بخش جي اولاد مان هو. اهي خليفا سڏبا آهن "متيءَ" وارا. سندن اهو ڳوٺ ٽنڊي باگي کان ڇهن ميلن تي ڏکڻ اوڀر طرف باگي واهه جي پڇڙيءَ ۾ آهي. هينئر اتي شگر مل کان سندن ڳوٺ اتر طرف ٻن ميلن جي مفاصلي تي آهي.

بهرحال رتناگريءَ جي جيل ۾ جڏهن پير صاحب جن هئا ته اتي گهڻا ماڻهو ساڻن ملڻ ايندا هئا. انهن ملڻ وارن مان جيتوڻيڪ گهڻا تڻا مريد ماڻهو هئا، پر ٻيا ڪي اهڙا به هئا جيڪي سياسي ماڻهو هئا، سنڌ جا چڱا ماڻهو هئا، سياستدان هئا يا وڪيل هئا. ڪي پنهنجي غرض سان ايندا هئا. پيسي ڏوڪڙ وارن ماڻهن لاءِ، سونهن ماڻهن لاءِ، جن کي ڏس پتو معلوم هو اهو عقيدت جو پنڌ آسان هوندو. پر جيڪي ماڻهو غريب هئا، اڻ سونهان هئا، جن کي نڪي هڙ ۾ ڪجهه هو نڪي خبر هين ته اها رتناگري ڪٿي هئي، انهن کي به عشق جي آتش گهر ۾ ويهڻ نه ڏنو، سنڌ مان ايندڙ اهڙا مريد وڏا ڪشٽ ۽ ڪشالا ڪري، ڏک ڏاکڙا سهي اتي پهچندا هئا، پر عشق ۽ عقيدت وچان سفر جي انهن اهڪاين کي عين راحت سمجهندا هئا.

اهڙو هڪڙو سفر سنجهوري ۽ شهدادپور جي ٽن نوجوان فقيرن پير صاحب جي رتناگريءَ رواني ٿيڻ کان پوءِ سيپٽمبر ١٩٣٠ع جي پهرئين يا ٻئي هفتي ڌاري گڏجي ڪيو. محمد حسن عرف نڪر وساڻ، امير بخش ولد ڄام وساڻ، ۽

مرحوم قادر بخش ڪيريو سنجهوري جي ٽاٽي مان نڪري هڪبئي کي پير جو هٿ ڏيئي بنا ثمر سڙي جي بنا ڏس پتي جي، پيرين پيادي هن سفر تي نڪري پيا. انهيءَ سفر دوران ٽر جو رڻ پٽ پندوپند جهاڳي ٽن مهينن جو سفر ڪري وڃي رتناگريءَ پهتا. رتناگريءَ پهچڻ تي خليفي احمد هنن پانديئڙن کي پاڻ وٽ رهايو ۽ ڪانئن حال احوال وٺي هڪ ڪاغذ تي لکي هڪ سپاهيءَ جي هٿان پير صاحب کي جيل اندر ڏياري موڪليو. ڪجهه دير ڪان پوءِ پير صاحب وٽان جواب آيو ان ۾ پاڻ هنن فقيرن کي جس ڏنو ۽ چيائون ته جس هجي اهڙين امڙين کي جن اهڙا پٽ ڄڻيا. پير صاحب کي هر مهيني ۾ هڪ دفعو ٻن ماڻهن سان ملاقات ڪرڻ جي اجازت هئي. پر هن ڀيري پير صاحب جن درخواست ڪئي ته ڪين پنجن ماڻهن سان ملاقات ڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي جو ٽي ڄڻا هي پانديئڙا سنجهوري مان پهچي ويا هئا، چوٿون سر شاهنواز ڀٽو هو جنهن لکيو هو ته ايندڙ ملاقات واري ڏينهن پير صاحب سان ملڻ لاءِ اچي رهيو هو. پير صاحب چيو ته متان ان سان گڏ ٻيو به ڪو ماڻهو هجي، ان ڪري پنجن ماڻهن جي درخواست ڪيائون. پير صاحب سان ايندڙ ملاقات ٺيڪ ۾ اجان پندرهن ڏينهن پيا هئا. ان ڪري فقير اهي پندرهن ڏينهن اتي ترسي پيا ۽ مقرر ڏينهن تي پاڻ پير صاحب سان وڃي ملاقات ڪيائون. ملاقات واري ڏينهن سنجهوري جا هي پانديئڙا جڏهن جيل جي مکيه دروازي وٽ پهتا ته هن جيل جو نقشو سينٽرل جيل حيدرآباد جهڙوئي لڳن. اتي هنن زيارتين ڏٺو ته پير صاحب جن پاڻ ڪرسيءَ تي ويٺا هئا ۽ سرڪاري آفيسر ڀئي پاسي مهڙ ڪيو ويٺا هئا. هنن پانديئڙن ڏٺو ته پير صاحب گهڻو سر شاهنواز ڀٽي سان پئي ڳالهايو. گهڻي تڻي ڳالهه ٻولهه ڪيس جي اپيل جي سلسلي ۾ هئي. ڪيس جي باري ۾ ۽ شاهدن جي باري ۾ پئي ڳالهايائون. جماعت جي فقيرن مان محبت ٻهڻ، محمد فقير مهر، ۽ پير صاحب جو منشي محمد بچل به اتي ملاقات لاءِ آيل هئا. محمد فقير پير صاحب کي عرض ڪيو ته آءٌ اوهان لاءِ گرنگ ۾ بنگلو جوڙائي رهيو آهيان. هنن پانديئڙن ٻڌايو ته پير سائين سردار کي اڇو لباس مبارڪ پهريل هو ۽ چهري مبارڪ تي خوشي هين، ڏيا هين، پاڻ وري وري هنن زيارتين سان مخاطب ٿي ڪين چيائون ٿي ته ٻين فقيرن کي اهڙي سفر تي نڪرڻ کان منع ڪن جو آئنده ملاقات ڪانه ٿي سگهندي. پاڻ اهو به چيائون ته جيئن ته سندن مريد رتناگريءَ به پهچي ويا آهن، ان ڪري حڪومت وارا ڪين رتناگريءَ مان ڪيڍي





ڪنهن ٻئي جيل ۾ موڪلڻ وارا آهن. ان ڪري مڙنئي مريدن کي اطلاع ڏجي ته آئنده ملاقات لاءِ فقير نه اچن. پاڻ پانديئڙن کي تاڪيد ٿي ڪيائون ته درگاهه شريف تي ائين ويندا رهن جيئن هميشه ويندا رهندا هئا. ڪين پڪ ڏياريائون ته پاڻ جڻ ته هميشه وانگي درگاهه تي آهن. پاڻ چيائون ته انگريز سمجهن ٿا ته ڪين رتناگريءَ موڪلي پير کي مريدن کان الڳ ڪري سگهندا. پر پاڻ چيائون ته انگريز جي بابي کي به طاقت ناهي جو پير ۽ جماعت کي هڪبئي کان جدا ڪري سگهي.

استاد الهورائي ٻهڻ ۽ بخشڻ مهراڻوي انهن "عقيدت جي سفر" وارن پانديئڙن سان انٽرويو ڪري ڪانئن حال احوال ورتو هو، جيڪو سانگهڙ جي سرهاڻ نالي رسالي ۾ ١٩٩٢ع ۾ جشن سانگهڙ جي موقعي تي ڇپرايو هئائون. ليبمرڪ پنهنجي ناول ۾ سائين رڪئي جي زباني چوائي ٿو ته پير صاحب کي جيل ۾ وڏيون سهوليتون هيون. جيڪي ٻين عام قيدين کي ميسر نه هيون

اهڙن سفرنامن ۽ ٻين احوالن مان معلوم ٿئي ٿو ته پير صاحب انگريزن ۽ انهن جي سرڪاري عملدارن، مريدن ۽ ٻين عام ماڻهن سان اتي جيل ۾ ڪيئن ملندا هئا. پير صاحب جن اتي به پنهنجي وضع داري ۽ شان مان وارو نمونو قائم رکيو ويٺا هوندا هئا. پير صاحب انهن ملاقاتين سان ائين خوش اخلاقيءَ سان ملندا هئا جنهن ۾ سندن عزت ۽ ناموس واري ڳالهه هوندي هئي. پنهنجي ڳالهه پنهنجو خيال، پنهنجو شاهاڻو مان ۽ مرتبو اتي به اهڙو رکيائون جو جيڪي ماڻهو ساڻن ملاقات ڪرڻ ويندا هئا ته پاڻ ساڻن اهڙي خاص اهتمام سان سهڻي نموني ملندا هئا جو اهي تمام گهڻو متاثر ٿي واپس ايندا هئا ۽ ٻاهر اچي سندن شان ۾ تعريف وارا لفظ چوندا هئا ۽ سندن واکاڻون ڪندا هئا ۽ چوندا هئا ته هيءُ پير صاحب وڏو هڪڙو لائق ماڻهو آهي.

## رتناگريءَ ۾ لکيل پير صاحب جن جي ڊائري

معلوم ٿئي ٿو ته پير صاحب جن جيل ۾ تقاضا ڪئي ته ڪين هڪ ڪتابڙو ڏنو وڃي ته جيئن هو پاڻ انهيءَ تي پنهنجون ڳالهيون لکن. انهيءَ تي ڪين هڪڙو فائل يا نوٽ بڪ ڏنائون جنهن کي بڪ يا ڪتاب ٿي سڏيائون جيڪو هڪ رجسٽر وانگي نوٽبڪ هو جنهن ۾ رتناگري جيل جي سپرنٽنڊنٽ مسٽر ايلس پنهنجي

صحيح سان ٣٠-٤-١٩٣١ع تاريخ تي سرٽفڪيٽ لکيو ته هن نوٽبڪ ۾ هڪ سؤ صفحا آهن. پوءِ انهيءَ ڪتاب تي پير صاحب جن ويهي پاڻ لکيو آهي. اها سندن هٿ لکيل يادداشت هئي جيڪا ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي سرڪار طرفان سنڌ مدرسي ۾ ڇڏيل ڪتابن مان هٿ آئي. پوءِ ڊاڪٽر بلوچ صاحب موجوده پير صاحب گادي نشين سائين شاهه مردان شاهه ثانيءَ جي حوالي ڪئي. انهيءَ ياد داشت مان معلوم ٿو ٿئي ته سندن جد امجد روضي ڌڻي جن جي ملفوظات جو مطالعو ڪندا هئا. پنهنجي ان ڪتاب ۾ گهڻيون ڳالهيون لکيون اٿن پر وڏي ڳالهه ته انهيءَ ۾ ديوان حافظ جا بيت، مولانا روميءَ جي مثنويءَ مان حڪايتون، ۽ انوار سهيليءَ مان ٽڪرا لکيا اٿن. پر سنڌيءَ ۾ پنهنجا شعر به لکيا اٿن. انهن لکڻ ۾ حڪمت جا گفتا آهن. انهيءَ ۾ ڪنهن ڪنهن جاءِ تي لکيو اٿن ته هيءُ شعر اسان پاڻ جوڙيو آهي يا هيءُ ڪلام اسان چيو آهي سو اسان پاڻ پنهنجي هٿن سان هتي لکون ٿا. اڪثر جاين تي مريدن کي مخاطب ڪري انهن لاءِ حڪايتون ۽ نصيحتون لکيون اٿن. معلوم ٿئي ٿو ته ڪتاب لکڻ جي انهيءَ رٿا (project) مان سندن مقصد اهو هو ته جيئن اهي ڪتاب لکي پورا ڪندا ته مريدن جي نصيحت ۽ هدايت لاءِ انهن کي جيل کان ٻاهر مريدن ڏانهن ڏياري موڪليندا. پر معلوم ٿئي ٿو ته حڪومت وارن اهڙي ڪنهن ڪتاب کي جيل کان ٻاهر نڪرڻ نه ڏنو هو. ان ڪري پاڻ ڪتاب لکڻ بند ڪيائون. انهيءَ ڳالهه جو تفصيل ڄاڻائيندي هڪ جاءِ تي لکيو اٿن:

”مند ڪون وني هيستائين جو لکيل آهي سو اسان رتناگري جيل ۾ لکيو آهي. مدناپور سينٽرل جيل بنگال ۾ ڪجهه به نه لکيو اٿسي. ۽ اسان جيل ۾ ڪتابن ناهڻ بند ڪيو آهي. ان جا سبب هي آهن. هڪ ته سرڪار اوهان کي اسان جا لکيل ڪتاب نٿي ڏئي، ٻيو ته اسان کي به ناهڻ ۾ تڪليف ٿي ٿئي. ان لاءِ اسان هتان ڪتاب لکڻ بند ڪيا آهن. جي حياتي آهي ته ٻاهر اچي لکندا سي. هتي فقط ڪتاب پڙهندا وجون ٿا ۽ جيڪي ڳالهيون يا مثال لکڻا آهن، انهن تي نيشان ڏيند' ٿا وجون. اميد ته يا اوهان يا اسان اهي ڳالهيون ڳڏ ڪندؤ.“

جيتوڻيڪ ڪتاب ٻاهر ڪونه موڪلي سگهيا، پر ٻين ڪاغذن تي چنيون چپاٽيون، خط وغيره ٻاهر موڪليندا رهندا هئا، جيڪي جيل وارا پڙهندا هئا، پوءِ جيڪڏهن حڪومت جي خلاف ڪجهه لکيل هوندو هو ته ان کي ضبط ڪري پاڻ





وٽ رکي ڇڏيندا هئا، نه ته ٻاهر موڪليندا هئا. ١٩٣٠ع ڌاري جيل ۾ لکيل انهن خطن کي ١٩٣٢ع ١٩٤٣ع واري مقدمي ۾ پير صاحب جي خلاف استعمال ڪيو ويو جيئن آفتاب نبيءَ ڄاڻايو آهي. اهڙن ڪن خطن جو ذڪر ليمبرڪ پنهنجي ڪتاب ۾ ڪيو آهي، ۽ ٻيا اهڙا ڪاغذ شايد اڃان به انڊيا آفيس لائبريري ۾ اڄ ڏينهن تائين موجود آهن. هڪڙي خط جي ٽڪري ۾ لکيل آهي:

”ڏسو ته ڪيئن به يا ٽي لک ماڻهن جا هندوستان جي ٽيهن ڪروڙ ماڻهن تي حڪومت ڪري رهيا آهن. اهو انهيءَ ڪري جو هندوستان جا ماڻهو بزدل آهن. . . اهي ٽيهه لک هندوستان ۾ انگريزن جا سپاهي آهن. اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي.“

ليمبرڪ جي ڏنل ٻئي خط جي ٽڪري ۾ جيڪو پاڻ جيل مان ٻاهر ٿي موڪليائون پير صاحب لکيو:

”هر همت واري بهادر ماڻهوءَ کي جڳائي ته پاڻ وٽ هٿيار رکي جو انهيءَ سان دل جي سگهه قائم رهي ٿي ۽ ماڻهو هر مهر ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ تيار رهي ٿو. ڪهاڙي ۽ لٺ به هٿيار آهن.“

اڃان ٻئي ٽئي خط جي ٽڪري ۾ پاڻ لکن ٿا:

”ماڻهوءَ کي هيءَ دنيا نيٺ هڪ ڏينهن ڇڏڻي آهي، پر (دنيا کي ڇڏڻ جو) سڀني کان سٺو طريقو اهو آهي ته ماڻهو سچو شهيد ٿي هيءَ دنيا ڇڏي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو گهر ۾ لڪي ويهندو ته انهيءَ کي به نيٺ هڪڙي ڏينهن مرڻو پوندو: پر جيڪڏهن هو بهادر آهي ۽ دشمن سان وڙهندي شهيد ٿئي ٿو ته هو مئلن مان ناهي ڇو جو سندس نالو قيامت جي ڏينهن تائين ماڻهن جي دلين ۾ ٻرندو رهندو.“

(اسان هي الفاظ انگريزيءَ تان ترجمو ڪيا آهن. اصل سنڌيءَ ۾ پير صاحب جن جي خطن جي عبارت جا لفظ ضرور ڪي قدر ٻيا هوندا جو پير صاحب جي زماني ۽ علائقي ۽ اسان جي زماني ۽ علائقي جي لهجن ۾ وڏو فرق هوندو، پر هتي متن جو حاصل مقصد اهوئي آهي.)

شهيدن جي نه مرڻ جي ڳالهه پير صاحب قرآن شريف مطابق ڪئي آهي جيئن الله تعاليٰ فرمايو ته انهن کي مئل نه چئو، بلڪ اهي جيئرا آهن. مغرب وارا سمجهندا آهن ته شايد اهي ليڊر ماڻهن کي ورغلائڻ لاءِ هٿراڌو نهيل ڪا ڳالهه ڪندا

آهن. پر حقيقت ائين آهي جيئن پير صاحب بيان فرمائي. فارسيءَ واري قرآن جي ڳالهه جو ترجمو ڪيو آهي:

هرگز نميرد آنکہ دلش زنده شد بعشق

ثبت است بر جريدهءِ عالم دوام او

اهڙي طرح سمجهو ته ١٩٣٠ع واري انهيءَ واقعي کان وٺي ١٩٣٦ع تائين وارو جيڪو عرصو پاڻ ٻاهر (هندوستان جي بندخانن ۾) رهيا آهن، ان بابت سنڌن لکيل ڪي تفصيل ملن ٿا. سنڌن پنهنجي ڪلام ۽ ٻين شاعرن ۽ حڪيمن جي ڪتابن مان ناصحاڻا نقطا ۽ گفتا ٻڌائين ٿا ته پاڻ ڪيڏا اديب هئا ۽ ڪيڏي وڏي فڪر جا صاحب هئا.

خليفي احمد فقير لغاري ۽ ٻين جي زباني معلوم ٿئي ٿو ته جيل ۾ ٻيون کهڙيون روزمره جون ڳالهيون هونديون هيون ۽ پاڻ ڇا ڇا ڪندا هئا. جيئن درگاهه تي وڏو اسر ڏئي اٿڻ سنڌن روزاني جو معمول هو تيئن پاڻ جيل ۾ به روز وڏو اسر ڏئي اٿندا هئا ۽ تهجد باقاعدي پڙهندا هئا. ان کان پوءِ ذڪر فڪر ڪري، دڙو درود مان فارغ ٿي، فجر جي نماز پڙهندا هئا. انهن ضروري فرضن، نمازن ۽ وردن ورودن کان فارغ ٿي ورزش ڪندا هئا. ان کان پوءِ ناشتو وغيره ڪري، جيل جي دستور مطابق روزاني وارين سرڪار وٽان مقرر تيل ديوٽين ۾ لڳي ويندا هئا. جيل ۾ سخت پورهئي جي سزا مليل هين، پر اسان کي تفصيلي خبر ناهي ته پاڻ ڪهڙا ڪهڙا ڪم ڪندا هئا يا ڪائنڻ ڪهڙو ڪهڙو ڪم ورتو ويندو هئو، پر ايترو سو معلوم آهي ته الڪاسب حبيب الله (پورهيو ڪندڙ الله جو دوست آهي) جي فرمان مطابق هٿ جي پورهئي وارا ڪافي ڪم سکي آيا هئا، جيڪي پوءِ چاهيندا هئا ته سنڌن مريد به پنهنجي پورهئي لاءِ سکن. پاڻ نيٺ جون ۾ ننڍيون پيٽيون (ننڍي انچي يا بريف ڪيس جيتريون) پاڻ سان گڏ گڙنگ جي بنگلي تي آنديون هئائون ۽ فقيرن کي پنهنجا هٿ ڏيکاري چيائون ٿي ته اسان کان هيءَ ڪم ڪرائيندا هئا.

(آءٌ مؤلف محمد عمر چنڊ سانگهڙ ۾ مير محمد صاحب جي اوطاق تي ڊسمبر ١٩٩٤ع ۾ پير صاحب جي فقيرن سان هڪڙيءَ ڪچهريءَ ۾ موجود هوس جو نظاماڻي فقير پنهنجي گهران نيٺ مان نهيل هڪڙي پيٽڙي کڻي آيو ۽ آڻي اسان کي ڏيکاريائين. هڪ ننڍي بريف ڪيس جيڏي هيءَ پيٽي تمام نفيس نموني سان





سهڻي نهيل هئي. ٻي سڄي صحيح سلامت هئي، رڳو بند ڪرڻ وارو ڪڙو ٽٽل هوس. ٻڌايائين ته اها سوڪڙي سورهيه بادشاهه جي هٿ جي نهيل هئي، جيڪا ڪيس بمبئيءَ جي انهيءَ پاسي رهندڙ جماعت جي هڪڙي فقير ڏني هئي. وڌيڪ چيائين ته سورهيه بادشاهه ۽ ٻين کان پيٽيون يا ٻيون اهڙيون شيون نهرائيندا هئا ۽ مقرر ڏينهن تي ٻاهر آڻي وڪڻندا هئا. پوءِ ان پاسي جي فقيرن (مريدن) جا مٽ مائٽ جيڪي انهن جيلن ۾ نوڪريءَ ۾ ڪم ڪندا هئا، انهن کي خبرون پيون پونديون هيون ته ڪهڙا قيدي ڪهڙيون شيون پيا ناهين ۽ اهي ڪڏهن وڪامنديون. پوءِ اهي فقير انهيءَ تاڙ ۾ هوندا هئا ۽ پير صاحب جي هٿ جون نهيل شيون جيئن ئي وڪڻڻ لاءِ ٻاهر آڻيندا هئا ته فقير وٺي (خريد ڪري) پاڻ وٽ رکندا هئا ۽ پوءِ انهن مان ڪي شيون پاڻ وٽ تبرڪ ڪري رکندا هئا ۽ ٻيون شيون ٻين فقيرن کي تحفا ڪري ڏيندا هئا. نظاماڻي فقير چيو ته اهڙي ڪنهن فقير کي پير صاحب جي هٿ جون نهيل اهڙيون ٻه پيٽڙيون هٿ آيون هيون جن مان هڪڙي هن پاڻ وٽ رکي هئي ۽ ٻي ڪيس سوکڙي ڪري ڏني هئائين.)

مطلب ته پير صاحب جيئن درگاهه يا ڪيٽيءَ تي پنهنجي پورهئي واري ڪم ڪرڻ تي هريل هئا ۽ ان ۾ عار نه سمجهندا هئا تيئن جيل واري هر نئين ڪم کي شوق سان سکندا هئا ۽ اهو ڪم آسانيءَ سان ڪندا هئا. اول پاڻ رتناگريءَ جي جيل ۾ رهيا. حالانڪ اها رتناگري سنڌ کان تمام گهڻو پري آهي، بمبئي کان به هيٺ آهي، پر تنهن هوندي به فقير اتي پهچي ويندا هئا. ان ڪري پير صاحب کي رتناگريءَ مان ڪڍي صوبي بنگال ۾ دمدمي جي پاسي، مدناپور ڏانهن، ۽ آخر ۾ عليپور جيل ڪلڪتي ڏانهن وٺي ويا، پر سنڌ ۾ جيڪي همت وارا فقير هئا سي اتي به هر هنڌ پهچي ويندا هئا. ٻيا اهي فقير جن کي حڪومت وارا وقت بوقت سنڌ نيڪالي ڏئي هندوستان جي مختلف علائقن ۾ موڪليندا هئا، جيڪي لوڙهن ۾ گجرات ۾ هئا، ويساپور ڏي هئا، يا ٻڙودا ڏي هئا، يا ٻين ولايتن ۾ هئا، يا اتي جي جيلن ۾ هئا، اهي به ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان پير صاحب جن وٽ پهچي ويندا هئا. اهڙا ماڻهو سون جي يا ڇنڇي نه هزارن جي تعداد ۾ هئا. اها ڳالهه وري حڪومت وارن کي مورهين ڪانه وڻندي هئي. حڪومت وارا وري هميشه انهيءَ ڪوشش ۾ هوندا هئا ته پير صاحب کي اهڙيءَ جاءِ تي وٺي وڃن جتي ٻيو ڪو (سنڌن مريد) پهچي نه سگهي ۽ ساڻن ڪوبه ماڻهو ملي نه سگهي. ان ڪري انهن

چهن سالن ۾ پير صاحب کي هندوستان جي مختلف وڏن وڏن جيلن ۾ رکيائون. حڪومت جي اهڙي رويي جو نتيجو وري اهو نڪتو جو پير صاحب کي هندوستان جي وڏن وڏن جيلن ۾ سياسي ۽ ٻين قيدين سان ملڻ ۽ انهن سان خيالن جي ڏي وٺ ڪرڻ جا موقعا مليا.

بهرحال پير صاحب جن انهيءَ مقرر مدي تائين اتي مختلف جاين تي رهيا. اهو مدو پورو ڪري پاڻ ڪلڪتي جي عليپور جيل ۾ هئا جو آڪٽوبر ١٩٣٦ع ۾ ڪين آزاد ڪيو ويو. جيئن سندن آزاد ٿيڻ جو وقت ويجهو پئي ٿيو يا جيئن آزاد ٿي ويا ته سنڌ مان تمام گهڻا ماڻهو ڪلڪتي ۾ پهتل هئا. دوست دشمن سڀني قسمن جا ماڻهو انهن ۾ شامل هئا. هڪڙا مريد هئا جيڪي اتي عقيدت مان پهتا هئا، ٻيا دوست احباب هئا جيڪي اتي محبت ۾ پهتا، ٽيا سياسي ڪارڪن هئا جيڪي اتي سياسي مدد جي آسري ۾ پهتا جو سنڌ بمبئيءَ کان آزاد ٿي چڪي هئي ۽ اتي چونڊون ٿيڻ واريون هيون. چوٿان اهي ماڻهو هئا جيڪي اڳي دشمنن جي صفن ۾ شامل هئا، سي به اچي ويجها ٿيا ته هڙي طاقت واري ماڻهوءَ سان ناهه مان فائدو آهي. پر انهن هجومن ۾ پنجان اهي ماڻهو هئا جيڪي بظاهر دوستيءَ جو لباس پهري انگريزي حڪومت جي طرفان جاسوس ٿي آيا جن جي مقصدن ۾ هڪڙي ڳالهه اها شامل هئي ته پنهنجائپ ڏيکاري، اندر جو منجهه ڪڍي، حڪومت وارن کي خبرون پهچائيندا رهن.

اهڙيءَ طرح جيڪي به سنڌ جا چڱا چڱا ماڻهو هئا، تن ڪانئن پڇيو ٿي ته "(جيڪڏهن اوهان جي طرفان) اجازت هجي ته اسين اچون." پوءِ انهن کي اجازت ٿي ڏنائون ته "اوهين پلي اچو." اهڙي طرح ڪلڪتي ۾ تمام گهڻا لائق ماڻهو وڃي ساڻن مليا. پير صاحب جن پنهنجي خليفن کي باقاعدي چوائي موڪليو هو ته اسپيشل ٽرين ڪرائجو، انهن ۾ اسپيشل گاڏا بڪ ڪرائي اچو ۽ اهڙيءَ طرح اتاهين ڪلڪتي کان خاص گاڏا پير صاحب جي قافلي لاءِ محفوظ ٿيا. پوءِ گاڏي جڏهن سما سٽا اسٽيشن تي پهتي ته اتاهين کان خاص هڪڙي اسپيشل ٽرين بڪ ڪرايل هئي جنهن تي سوار ٿي پنهنجي خيرخواهن، گهڻگهرن، مريدن، فقيرن سان گڏجي اچي خيرپور پهتا. اهڙيءَ نوع جي ٺاٺ تجمل سان آيا جنهن مان سندن مقصد اهو هو ته انگريزن کي خبر پوي ته اهو جيڪو جيل اوهان اسان کي ڏنو هو





تنهن جي اسان کي ڪا پرواهه ڪانهي ۽ اهي سال جيڪي اسان جيل ۾ گذاريا آهن انهن ۾ اسان هيٺا ڪونه ٿيا آهيون.

رمضان شريف جو مهينو هو جو پاڻ هتي پير جي ڳوٺ درگاهه تي پهتا. (چوٿين يا يارهين ڊسمبر ١٩٣٦ع مطابق ويهين يا ستاويهين رمضان ١٣٥٥ھ.) پاڻ ان وقت روزي سان هئا ۽ ڏينهن جمعي جو هو ۽ درگاهه تي اچي جمعي جو خطبو به پاڻ ڏنائون ۽ پيش امام ٿي جمعي جي نماز پڙهايائون. انهيءَ مان اهو سمجهه ۾ اچي ٿو ته ذهني طور تي پير صاحب جن تي پنهنجي دين اسلام جو ڪيڏو اثر هو ۽ پنهنجي الله ۽ رسول سان ڪيترو واڳيل هئا ۽ ڪيترو ڏانهن راغب هئا. رتناگريءَ وڃڻ کان اڳ پاڻ مسجد ۾ اچي امامت ڪونه ڪندا هئا، پر انهيءَ ڏينهن پير صاحب جن مسجد ۾ اچي امامت ڪئي ته جيئن ماڻهن کي آٿت ڏيارين ۽ ماڻهن کي همٿائين.

## پير صاحب جن جا سياسي خيالات

اهو آهي ١٩٣٦ع کان وٺي ١٩٤١ع وارو زمانو جو پير صاحب جن درگاهه شريف تي ٻيو دفعو آيا ۽ رهيا. اهو پنجن سالن جو عرصو آهي. انهيءَ کان اڳ وارن ڇهن سالن جي ولايت واري عرصي ۾ جڏهن پاڻ ٻاهرين جيلن ۾ هئا تڏهن هڪڙو خاص سياسي تدبر منجهن پيدا ٿي چڪو هو. يقيني طور ائين چئي سگهجي ٿو ته جيلن ۾ مختلف سياسي فڪرن جي ماڻهن سان سندن ملاقاتون ٿيون هونديون ۽ انهن سان ڳالهيون ٻولهيون ٿيون هونديون ۽ خيالن ۽ ويچارن جي ڏي وٺ ٿي هوندي. پر ائين ڪونه هو ته ڪنهن هڪ سياسي فڪر کان اهڙو متاثر ٿيا هجن جو انهيءَ فڪر واري سياسي پارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ جو فيصلو ڪيو هجين. ان ڪري جو ان وقت جي هندوستاني سياسي پارٽين ۾ ڪا به هڪڙي پارٽي اهڙي ڪانه هئي جنهن جي بنيادي رڪنيت ڇهن لکن جيتري هجي. اهو ڇهن لکن جو تعداد پير صاحب جي مريدن جو جيڪي هر وقت مٿن جان ۽ مال نڇاور ڪرڻ لاءِ آتا هئا. جيڪڏهن ڪو ماڻهو رڳو دنياوي عزت، مان ۽ مرتبي حاصل ڪرڻ جو گهورو هجي ته هن گاديءَ جي پيريءَ کان وڌيڪ دنياوي عزت ۽ ناموس ٻيءَ ڪهڙيءَ سياسي تحريڪ ۾ هوند ڪيس حاصل ٿئي ها. پر ان دنياوي عزت ۽ ناموس کان

وڌيڪ وڏي نعمت جيڪا هن گاديءَ جي پڳدار کي حاصل هئي سا هئي ڇهن لکن مريدن جي روحاني ۽ مذهبي رهبري. ڇهن لکن مريدن جي مرشد ۽ رهبر لاءِ اها ڳالهه مانائتي ڪانه هئي ته هو ڪنهن ناپائدار سياسي پارٽيءَ ۾ شامل ٿين. پر مٿن انهن ڇهن لکن ماڻهن جي روحاني نشو و نما جي ذميداري هئي جيڪا گاديءَ جي طريقي تي پختي رهڻ سان ئي حاصل ٿي سگهي ٿي. ان ڪري جيتوڻيڪ پاڻ سيني سياسي پارٽين جي فڪر ۽ ويچار جو اڀياس ڪيائون پر پنهنجو طريقو پاڻ اهوئي رکيائون جو درگاهه جو طريقو هو. البته سندن فڪر ۾ هڪ سياسي سجاڳي پيدا ٿي چڪي هئي جيڪا ان زماني جي پيرن فقيرن جي فڪر ۾ گهٽ هئي ۽ ان سجاڳيءَ پنهنجي منزل پاڻ ڳولڻ ٿي چاهي.

جيتوڻيڪ سنڌ جي انگريز گورنر پير صاحب سان سٺن تعلقات رکڻ جي تمنا ڪئي هئي پر جيڪي ماڻهو گذريل هڪ سؤ سالن کان پير صاحب ۽ سندس خاندان جي خلاف چڪتاڻ ۾ مصروف هئاسي هاڻي وري ڪيئن ٿي مانَ ڪري ويٺا. پير صاحب جن هتي درگاهه تي اچان پهتائي ڪونه هئا ته انگريزن جي ٻين چاڙتن پنهنجي پراڻي طريقئه ڪار مطابق پير صاحب جي متعلق هڪڙي منفي پروپيگنڊا شروع ڪرائي ڇڏي. اخبارن ۾ سندس متعلق ڪوڙيون خبرون ڏياريائون. ٻين ڳالهين سان گڏ اهو به هلايائون ته سڀاش چندر بوس پير صاحب سان مليو آهي ته جيئن پير صاحب کي سنڌس آزاد هند تحريڪ ۾ شامل ڪري وٺي. ٻين جو خيال هو ته پير صاحب سڀاش چندر بوس سان ته ڪونه مليو هو پر ان جو ڪو خاص ايلچي يا سفير هو سو اچي پير صاحب سان مليو هو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن چيو ته اها پوئين ڳالهه ڪنهن پاڳي صحيح ٿي سگهي ٿي. پاڻ چيائون ته انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته اهو لڙائيءَ جو زمانو هو ۽ ٿي سگهي ٿو ته پير صاحب ڏانهن سڀاش چندر بوس ڪو ماڻهو موڪليو هجي، ائين به ٿي سگهي ٿو ته پير صاحب چندر بوس ڏانهن ڪو جوابي پيغام موڪليو هجي. ٿي سگهي ٿو ته اهڙا ثبوت حڪومت وارن وٽ هجن. جيڪي به انهن سان ڳالهيون ٿيون تن کان پوءِ مرچ مسالي سان وڌاءُ ڪري حڪومت وارن لکي رکيون هجن ۽ اجان تائين ڪنهن هنڌ سرڪاري رڪارڊ تي هجن. اهو سڀ ڪجهه هوندو. (پر انهن ڳالهين جي يقيني طور صحيح يا غلط هئڻ جو اسان وٽ في الوقت ڪو ثبوت ڪونهي. جيڪڏهن اهڙو ڪو ثبوت ڪٿي موجود به آهي ته آئيندي هلي اهي سرڪاري رڪارڊ تپاسي





اهو معلوم ڪري سگهجي ٿو ته ماڻهن ۽ حڪومت جي انهيءَ خيال ۾ ۽ انهيءَ پرچار ۾ ڪيتري قدر سچائي هئي.) وري اهڙي ڪنهن پيغام جي ڏي وٺ جي امڪان کان وڌيڪ پير صاحب جن جو چندر بوس سان ٻيو ڪوبه تعلق نه هو، نڪا ڪا ساڻس لنڪ هئي.

ٻين وري چيو ته فلاڻي سياسي پارٽين جي ماڻهن سان پير صاحب جن جون ملاقاتون ٿيون آهن. مثلاً چيائون ته پير صاحب ڪانگريس جي پروگرام کان متاثر ٿيو آهي يا علامه مشرقيءَ جي خاڪسار پارٽيءَ ڏانهن رغبت رکي ٿو، يا مسلم ليگ کان متاثر ٿيو آهي، يا چيائون ته پير صاحب پنهنجي مريدن کي حڪم ڪيو آهي ته خاڪسار پارٽيءَ ۾ شامل ٿين، يا ڪانگريس ۾ شامل ٿين، يا مسلم ليگ ۾ شامل ٿين.

پر اهي سڀ خيالي ڳالهيون هيون جن جو حقيقت سان ڪوبه واسطو ڪونه هو. پير صاحب جو اهڙو ڪوبه ارادو ڪونه هو ته ڪنهن ٻيءَ پارٽيءَ جي جهنڊي هيٺان ٻيهي ڪم ڪري، اهو انهيءَ ڪري نٿي ٿي سگهيو جو سندن جماعت هڪڙي روحاني مذهبي جماعت هئي جيڪا صدين کان پشت بپشت هلندي ٿي آئي ۽ سندن جماعت کي هڪڙو پنهنجو روحاني ۽ مذهبي پروگرام هو جنهن جو ٻين سياسي پارٽين جي ڪم جي طريقي سان ڪوبه تعلق نه هو. جيستائين سياسي آزاديءَ جو تعلق هو ته پير جن وٽ آزاديءَ جو هڪڙو پنهنجو لائحه عمل هو ۽ پاڻ ان مطابق ڪم ڪرڻ ٿي چاهيائون. ان سلسلي ۾ هنن وٽ ڪنهن به ٻيءَ سياسي پارٽيءَ جي پويان هلڻ جو ارادو ڪونه هو. نڪي سندن ارادو هو ته ٻيون سياسي پارٽيون سندن پويان هلن، انهيءَ ڪري جو ٻين سياسي پارٽين جي خيالن ۽ مقصدن سان سندن خيالن ۽ مقصدن جي يڪجهتي ڪانه هئي.

ائين ضرور هو ته ڪانگريس يا ٻين پارٽين جا جيڪي ليڊر هئا سي جيڪڏهن پير صاحب سان جيلن ۾ ملڻ ويندا هئا ته پير صاحب جن انهن سان ملندا هئا. جيل ۾ به چوندا هئا ته "ها، اسان هنن سان ملندا سون." اهو به ٿي سگهي ٿو ته اهي خيال جن جو پير صاحب جن ان وقت ملاقاتين سان اظهار ڪندا هوندا، انهن جو حڪومت وارن رڪارڊ رکيو هجي. ٿي سگهي ٿو ته انگريزن کي سندن اهڙين ڳالهين مان شڪ پيو هجي ته هي جيڪو حڪومت سان مخالفت وارو سلسلو (پير صاحب جن وٽ) هلي پيو سو انهيءَ ڪري آهي جو پير صاحب ڪانگريس جي

پروگرام سان همدردي رکي ٿو. ٿي سگهي ٿو تہ حڪومت وارن اهو سوچيو ۽ سمجهيو هجي تہ پير صاحب جن جو انهن سياسي ڪارڪنن سان جيڪو بنا حجاب جي ملڻ آهي تہ پير صاحب بہ انهيءَ خيال جو آهي، پر در اصل اهڙي ڪا ڳالهہ ڪانہ هئي.

البتہ پير صاحب جن اهو سوچيندا هئا ۽ پنهنجي ملاقاتين، مريدن، جماعت وارن کي چوندا هئا تہ هي انگريز ٻاهريان آهن، ڌاريان آهن، ۽ چند هزار ديسي فوجين، پوليس وارن، ۽ شهري (سِول) ڪامورن جي مدد سان اسان جي ڪروڙين ماڻهن کي قيد ڪيو وينا آهن. ۽ اهو بہ چوندا هئا تہ اسين ڪروڙين ماڻهو ٿي ڪري پراون جا غلام انهيءَ ڪري آهيون جو اسان جي پاڻ ۾ ٻڌي ناهي.

پير صاحب جن جا اهڙا خيال، جيڪي اڳيئي ننڍي هوندي کان موجود هئا، سي هن جيل واري زماني ۾ وڌيڪ پختا ٿيا. انهيءَ جو هڪڙو سبب اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ پير صاحب جن پاڻ ٻاهرين علائقن جي جيلن ۾ رهي هندوستان جي انهن وڏن وڏن سياسي ماڻهن سان مليا ۽ ساڻن ملاقاتون ڪيائون جن ۾ ساڻن سياسي گفتگو ٿي هوندي. پر سندن ڪم ڪرڻ جو جيڪو طريقو هو سو اهوئي رهيو جيڪو اڳي زماني کان پير صاحب صبغت الله شاه اول جي زماني کان هلندو آيو، پير علي گوهر شاه اول، پير حزب الله شاه، پير علي گوهر شاه ثاني، ۽ شاه مردان شاه جي زماني ۾ رهيو. يعني انهيءَ حڪم جي پيروي هئي تہ

ياايهاالذين آمنوا لا تتخذواليهود والنصارى اولياء،
بعضهم اولياء بعض،
ومن يتولهم منكم فانه منهم،
ان الله لا يهدي القوم الظالمين (المائدة — ٥١)

يعني: اي ايمان وارؤ، يهود ۽ نصاريٰ کي دوست ڪري نہ وٺو.
هو پاڻ ۾ هڪٻئي جا دوست آهن، (پر اوهان جا دوست نٿا ٿي سگهن)
۽ اوهان منجهان جيڪو کين دوست ڪري وٺندو سو بيشڪ منجهانئن آهي،
بيشڪ الله ظالمن جي ٽوليءَ کي سڌو رستو نہ ڏيکاريندو آهي.

يا حڪم هو تہ:

يا ايها الذين آمنوا لا تتخذواالكافرين اولياء من دون المؤمنين
أتريدون ان تجعلوا لله عليكم سلطانا مبينا (النساء-١٤٤)





يعني اي ايمان وارؤ، اوهين ڪافرن کي دوست ڪري نہ وٺو مؤمنن جي بدران (مؤمنن کي ڇڏي)

ڇا اوهين پاڻ تي الله جو پڌرو دليل يا ثبوت آڻڻ چاهيو ٿا؟ (يعني ڇا اوهين ثابت ڪرڻ چاهيو ٿا تہ اوهان بہ ڪافرن منجهان آهيو ۽ جهنم جا حقدار آهيو؟)

پير صاحب جن پاڻ کي سياسي طور باخبر رکندا هئا. اخبارون بہ يقيني طور باقاعدگيءَ سان پڙهندا هئا. بلڪ هڪ اخبار خود "پير ڳوٺ گزيٽ" جي نالي سان ڪنگريءَ مان جاري ڪرايائون. هڪڙو رٽائرڊ ماستر، ڪاڇومل، ان اخبار جو ايڊيٽر هو. پاڻ ريڊيئي تان جرمنيءَ ۽ ٻين اسٽيشنن مان هندي — اردو خبرون ٻڌندا هئا. اهڙيون خبرون انگريزن جا جاسوس انگريزن سان وڃي ڪندا هئا. انهن ڳالهين ڪري انگريزن سمجهيو تہ پير صاحب برطانيہ جي حڪومت جي خلاف ڪم ۾ ملوث هو. ان ڪري انهن جيلن مان جڏهن پير صاحب آزاد ٿي آيو ان کان اڳ ئي انگريزن اهو سِٽي ڇڏيو هو تہ انهيءَ ماڻهوءَ کي نہ ڇڏينداسون. ڪنهن بہ قيمت تي پير صاحب کي ڇڏڻو ناهي. پوءِ جيڪي قدم کنيا ويا تن مان سمجهجي ٿو تہ انگريزن جا ارادا ڪهڙا هئا. جاسوسن (سي. آءِ. ڊي. وارن) جون رپورٽون جيڪي هيون انهن جو مقصد اهو ڪونہ هو تہ معلوم ڪجي تہ پير صاحب جو رويو ڪهڙو آهي، پر ڄڻ تہ رويي جي تہ هنن کي اڳ ئي خبر هئي، هاڻي رڳو وقت هو پير صاحب کي ڪنهن نئين طريقي سان ڦاسائڻ جو. اهو هڪ فيصلو ڪري ڇڪا هئا تہ پير صاحب پلي حڪومت سان ڪهڙي بہ طريقي سان هلي، پر اسين ڪيس ڪيئن بہ ڪري جهلينداسون، ڇڏينداسونس مورهين ڪين.

پير صاحب جن جڏهن هتي سنڌ ۾ موٽي آيا ۽ جيڪي ڪم ڪيائون سي بظاهر تمام نمايان نظر آيا. پر انگريز انهن مان ناراض ٿيا. اول تہ پاڻ جڏهن موٽي آيا تہ وڏي شان شوڪت ۽ ناٺ سان آيا. ان کان پوءِ پاڻ حج تي اسهيا ۽ حج تان واپس اچي مريدن جي علائقن ۾ سفر تي سنبريا. انهن مان ڪا هڪڙي ڳالهہ بہ اهڙي ڪانہ هئي جيڪا انگريزن کي وڻي هجي. انهيءَ ڪري جو انهن اسيئي ڳالهين مان ظاهر ٿي ٿيو تہ پير صاحب پنهنجي اثر رسوخ جون پاڙون مضبوط ڪري رهيو هو. انگريز جي چاڙتن کي پير صاحب جن جو اهو ناٺ ننگر، اثر رسوخ پسند نہ هو. پير صاحب جيڪو بہ قدم ٿي کنيو سو هنن حڪومت وارن جي

مرضيءَ جي خلاف ٿي ويو. چگهون ۽ خارون گهٽيون ئي ٿي ڪاڏائون پر ڪري ڪجهه نٿي سگهيا. ان ڪري هر وقت ڪنهن وجهه جي تاڙ ۾ ٿي واجهايائون.

محمد عثمان ڏيپلائي صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ ڏيکاريو آهي ته پير صاحب سان مسلم ليگ جي طرفان سائين جي. ايم. سيد صاحب ملاقات ڪئي ۽ ڪانگريس جي طرفان هڪ وفد آيو انهن ٻنهي ڌرين سان ملاقات دوران جيڪا گفتگو ٿي تنهن مان ثابت ٿو ٿئي ته پير صاحب کي نڪي مسلم ليگ سان ڪا همدردي هئي، نڪي ڪانگريس سان ڪا دلچسپي هئي. سندن خيال مولانا عبيدالله سنڌي ۽ تاج محمد امروٽي صاحب جي فڪر سان مليا ٿي، جن پنهنجي ملڪ جي آزادي ٿي چاهي.

## پير صاحب جي حج تي روانگي

سنڌ ۾ آڪٽوبر ١٩٣٦ع ۾ پهتا جو اجان رمضان جو مهينو هو. اتي پهچندي ئي پاڻ ان سال جي حج مبارڪ ۾ شامل ٿيڻ جا سانباها ڪيائون. ڊسمبر جي پندرهين تاريخ ڏاري فطري جي (رمضان جي) عيد ٿي. انهيءَ حساب سان ١٩٣٧ع جي ويهين باويهين فبروريءَ تي حج جي رسمن جو زمانو هو. پاڻ هوائي جهاز جي ذريعي حج تي ويا. سائن ٻيا ڪهڙا ماڻهو ويا، اتي ڪهڙن ماڻهن سان مليا، انهن ڳالهين جو وڌيڪ تفصيل اسان کي معلوم ڪونهي، پر ڪجهه ماڻهن جا نالا ملن ٿا. جن مان هڪڙو سائن گڏ هو ۽ ٻي اهڙا هئا جن سان معلوم ٿو ٿئي ته پاڻ اتي وڃي مليا هئا.

جيڪو سائن گڏ هو سو ان ڊپٽيءَ ڪليڪٽر جو پٽ لقمان هو جنهن حرن کي دربدر ڪرڻ ۾ پنهنجو وڏو ڪارنامو سرانجام ڏنو هو. اهو ڊپٽي ڪليڪٽر سردار محمد يعقوب هو جنهن کي سرڪار جي طرفان حرن کي ختم ڪرڻ جي عيوض سنجهوري تعلقي ۾ زمينون ڏنيون ويون هيون. اتي وسايل ڳوٺ کي ڊپٽيءَ جو ڳوٺ ڪري سڏيندا هئا. ان جو پٽ پير صاحب جي آڏو تمام انڪساري ۽ محبت سان مليو. پوءِ خدا ٿو ڄاڻي ته دليئون ٿي ويجهو آيو، يا پنهنجي بچاءَ جي ڪري ائين ٿي ڪيائين. ٿي سگهي ٿو ته انهيءَ خيال سان ته جيڪڏهن سانگهڙ ۾ رهڻو هو ۽ حرن ڪان بچڻو هو ته پير صاحب سان سٺا تعلقات رکڻا پوندا! اڳتي هلي





چوندن ۾ به ٻيٺو هو پوءِ ٿي سگهي ٿو ته ان لالچ ۾ اچي ويجهو ٿيو هجي. اهو به ٿي سگهيو ٿي ته حڪومت جي اشاري تي حڪومت جو خبرو يا جاسوس ٿي آيو هجي. پر پير صاحب جي قافلي ۾ سائن گڏ حج تي ويندڙن مان اهو به هڪڙو هو. ان ڪان سواءِ ٽن ٻين ماڻهن جا نالا اچن ٿا جن سان پاڻ حرمين شريفين ۾ ملاقاتون ڪيائون. انهن مان پهريون ته علامه مشرقي هو جيڪو انهيءَ سال حج تي ويو هو. ان ڪري ڏيپلائي صاحب لکيو آهي ته انگريزن سمجهيو ٿي ته پير صاحب ۽ علامه مشرقيءَ جون پاڻ ۾ سياسي ڳالهيون ٿيون هيون. انگريزن اهو به سمجهيو ٿي ته پير صاحب مفتي امين الحسيني ۽ راشد الگيلاني جهڙن سياسي ماڻهن سان مليو جيڪي انگريزن جا مخالف هئا. ليمبرڪ پنهنجي ڪتاب ۾ سائين رکئي جي زباني چوايو آهي ته حج تي پير صاحب کي وڏو امام ڪري مڃيو ويو. (...and it was reported that he was recognized there as great Imam.) اسان کي خبر ڪانهي ته اها ميڃتا ڪنهن جي طرفان هئي ۽ ڪهڙي قسم جي هئي.

حج هڪ وڏو فريضو آهي جيڪو پير صاحب جن پوري پڪي ارادي ۽ احترام سان ادا ڪيو.

## ذڪر جون چار تسبيحون

پير صاحب پاڳارا جيڪي چار تسبيحون مريدن کي سيکاريندا هئا، انهن جو تفصيل هيٺ آهي. ذڪر جو اهو طريقو آهي قادري سلسلي جو جيڪو پير صاحب محمد راشد رحمة الله عليه روضي ڌڻي بادشاهه جو هتي پنهنجي مريدن کي ڏنو اهو قادريه طريقي جو ذڪر هو. پير صاحب روضي ڌڻي قادريه، نقشبنديه، سهروردي‌ه، ۽ چشتيه چئن ئي طريقن کي اختيار ڪيو هئو پر پاڻ وسيع نظر جا هئا جو پاڻ قادريه طريقي ڪان علاوه نقشبنديه، سهروردي‌ه ۽ چشتيه انهن چئن ئي طريقن ڪان بيعت ڪيائون. سڀ ڪان اڳ قادري طريقي واري بيعت چناهه وارن بزرگن ڪان ٿيل آهي. (چناهه چوندا آهن چناب نديءَ کي) جتي بادشاهه پير رحمت الله عليه جي سلسلي جي درگاهه آهي. اتان جيڪو پيري مريديءَ جو سلسلو هو سو سندن هو. پوءِ پاڻ نقشبندي طريقي ۾ مخدوم پريان لوءِ وارن وٽ بيعت ٿيل هئا. قادري طريقي جي ذڪر جو جيڪو سلسلو پير صاحب پاڳارن جي درگاهه تي مروج آهي

سو قادري طريقي جو توحيدي ذڪر آهي جنهن ۾ ڪي قدر نقشبندي طريقي جو جلوو به نظر اچي ٿو.

پهريائين فاتحه پڙهندا جيئن دستور آهي.

ان کان پوءِ يارهن دفعا "قل هو الله احد" پڙهندا.

پوءِ ختمي طور يا دعا طور سيدنا جناب حضرت عبدالقادر جيلاني رحه جي روح مبارڪ کي، جيڪو باني آهي قادريه طريقي جو، ختمو ڏيندا.

انهيءَ کان پوءِ الحمد شريف پڙهندا (يا اڳ ۾ پڙهندا).

انهيءَ کان پوءِ ڪنڌ کي هيٺ نمائي، پنهنجي اندر ۾ جيئن چئجي ته جهاتي پائي، پنهنجي مرشد جي تصوير آڏو آڻيندا. ان کان پوءِ ذڪر جون هيئين چار تسبيحون پڙهندا آهن:

پهرئين تسبيح: "لااله الاالله"،"لااله الاالله" جي،

ٻي تسبيح: " الاالله"،"الاالله"جي

ٽي تسبيح: "الله"، "الله" جي

۽ چوٿين تسبيح: "هو"، "هو" جي.

اهي چار تسبيحون قادري طريقي جون. شروع سر جهڪائي مرشد جو تصور وارو جيڪو جز آهي سو نقشبندي طريقي جو.

## حج کان پوءِ پير صاحب جا ڪي اصلاحي ڪم

پير صاحب جن جي مرضي هئي ته هو پنهنجي ماڻهن ۾ تعليم جي روشني آڻين، کين منظم ڪن، ۽ کين اهڙو زور وٺائين جيئن ڪو ڏيهه ڌاريون کين ڇائي ڇم کان ڌوهاري سمجهي ساڻن اهڙي هلت ڪرڻ جي همت نه ڪري. انهيءَ ڪري انهيءَ زماني ۾ جڏهن پاڻ حج شريف کان موٽي آيا ته پير صاحب جن پنهنجي مريدن کي چيو ته اسين اصلاح ڪرڻ چاهيون ٿا ۽ ڪيترين ئي ڳالهين مريدن کي تاڪيد سان چيائون ته هيئن ٿيڻ گهرجي.

اول ته ماڻهن کي چيائون ته پنهنجي ٻارن کي، ڇوڪرن کي ۽ ڇوڪرين کي، تعليم ڏيارين. ٻيو ته ٻهراڙيءَ جي حالتن کي سڌارڻ (rural uplift) لاءِ امن امان قائم ڪن.





ٽيوچيائون ته پنهنجي جهڳڙن جا فيصلا پنهنجا پاڻ ۾ ڪريو. (يعني پوليس ٺاڻن يا ڪورٽن ۾ وڃي خوار خراب نه ٿيو ۽ پنهنجو وقت ۽ پنهنجي دولت برباد ڪرڻ جي بجاءِ پنهنجا فيصلا پنچائتي نموني سان ڪريو، جيئن اڳي سنڌ ۾ مسلمان حاڪمن جي زماني ۾ ٿيندو هو.)

چوٿون چيائون ته ولايت جو جيڪو ڪپڙو آهي سو اوهان نه پايو. ڪاڌي جيڪا هتي پنهنجي سنڌ ۾ ٺهي ٿي، ٺلهي سٽ جي، سا پايو.

پنجون چيائون ته نشو سڀ ڇڏي ڏيو. جيڪي ماڻهو ٻيڙي پيئندڙ آهن سي ٻيڙي پيئڻ ڇڏي ڏين. جيڪو سلفي، حقو، يا چلم پيئي ٿو ته اهو اها ڇڏي ڏئي. ۽ جيڪو ڀنگ پيئندڙ آهي يا ٻيو ڪو نشو ڪندڙ آهي ته اها اها ڀنگ نه پيئي ۽ اهو نشو پيئڻ ڇڏي ڏئي.

ڇهون چيائون ته مايون جيڪي عاج ۽ رهڙ جا چوڙا پائين ٿيون سي نه پائن.

ستون چيائون ته بيواهن، رنن زالن، ۽ ڪنوارين نينگرين کي پرڻائي ڇڏيو.

اٺون چيائون ته هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ جهيڙو نه ٿيڻ ڏيو.

پير صاحب جا فرمان جڏهن انهن ڳالهين بابت آيا ته انهن حڪمن تي عمل ايتري قدر ٿيو جو ماڻهن ڏنڊا ڪونڊا ڀڃڻ وارا ڀڃي ڇڏيا، ٻيڙيون ۽ سلفيون اڇلي ڇڏيائون، ۽ماين علي الاعلان چوڙا لاهي اڪرين ۾ ڪنيا ۽ ڀڳا. جن ماين جا مڙس گذاري ويا هئا انهن جون شاديون ڪرائي ڇڏيائون ۽ ڪنوارين نينگرين جون شاديون ڪرائي ڇڏيائون. انهيءَ قسم جون خبرون اخبارن ۾ آيون ۽ جماعت وارن اهي ڳالهيون ڏنيون ۽ هڪبئي کي ٻڌايون. پير صاحب پاڻ روزمره جي وقت لباس سادو پهريندا هئا.

پر انهيءَ اصلاحي ڪمن مان ڪي اهڙيون ڳالهيون هيون جن جو اثر حڪومت جي اقتصاد تي ٿي پيو. حڪومت وارن اهو پسند نه ڪيو ته ماڻهن کي مانچيسٽر ۾ ٺهيل ڪپڙي بدران ڪاڌي تي پاڻ راضي ڪيو وڃي، تماڪ نوشي ۽ نشي کان منع ڪئي وڃي، يا رهڙ ۽ عاج جون چوڙيون پائڻ کان منع ڪئي وڃي. ڇو جو انهن مڙني ڳالهين مان انگريز جي حڪومت جي اقتصاد (finance) کي ڪاپاري ڌڪ ٿي لڳو.

انگريزن ڪپڙي اٽڻ جا ديسي ڪارخانا بند ڪرائي، هتي (هندوستان) جي ڪپهه ولايت موڪلي، ولايت مان مانچيسٽر جي ڪارخانن جو اٽيل ڪپڙو آڻي

مارڪيٽن ۾ پريو هو. پير صاحب پنهنجي مريدن کي ولايتي ڪپڙي پائڻ کان منع ڪري ڇڏي. اهڙي منع گانڌيءَ به پوءِ پنهنجي چيلن کي ڪئي پر گانڌيءَ کي اهڙيءَ ڳالهه تي ڦاسي ڪانه ڏني وئي. پر اهڙن حڪمن جي ڪري پير صاحب جي خلاف بغاوت جو مواد وڌندو ٿي ويو.

انگريزن آمريڪا جي نئين دنيا مان تماڪ هٿ ڪري، سڄي دنيا ۾ تماڪ-نوشيءَ جي لعنت پکيڙڻ جي ذميداري پنهنجي سر تي کنئي جو ان مان حڪومت ۽ انگلنڊ جي واپارين کي وڏا فائدا هئا. پير صاحب ٻاڳاري ٻيڙي، سگريٽ، حقي، چلم ۽ سلفي جي هن علت کي مسڪر ۽ خمر جي درجي جي شيءِ قرار ڏئي پنهنجي مريدن کي تماڪ-نوشيءَ کان منع ڪري ڇڏيو. انهيءَ مداخلت انگريز جي اندر جي پٽي جا سپ ول ساڙي ڇڏيا ۽ پير صاحب کي خطرناڪ باغي قرار ڏيڻ جون لکون پڙهون شروع ٿي ويون. اڄ اسان کي خبر آهي ته انگريز پنهنجي عوام کي تماڪ نوشيءَ جي هن لعنت کان پري رکڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪري رهيو آهي. ماڻهن کي ان جي زهريلي اثرن کان خبردار ڪيو پيو وڃي ۽ تماڪ نوشيءَ جو اشتهار ڏيڻ مغرب جي ملڪن ۾ ممنوع آهي. پر اهي ساڳيا مغرب وارا انهيءَ لعنت کي اڄ به اسرندڙ ملڪن ۾ پکيڙڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪري رهيا آهن. جيڪو پنهنجي لاءِ هو زهر سمجهن ٿا تنهن کي ٻين لاءِ ترياڪ ڪري پيا پيش ڪن.

پير صاحب پنهنجي مريدن جي عورتن کي ريڙهه ۽ عاج جون چوڙيون پائڻ کان اُهيءَ ڪري منع ڪيو جو خبر نه هئي ته ڪهڙن حلال ۽ ڪهڙن حرام جزن مان چوڙيون ناهيون ٿي ويون ۽ ڪيڏا ظلم ڪري مليشيا ۽ انڊونيشيا جي علائقن مان اهو ريڙهه مفت هٿ ڪيو ٿي ويو ۽ اها خبر هئي ته ڪنهن حلال جانور جي هڏي مان ڪو زيور ناهي پائڻ جي اجازت ڪانه هئي. هاٿي ته ڪاٺڻ به حرام هو. ان جي هڏي مان ٺهيل چوڙيون ڪيئن ٿيون پائي سگهجن. مسلمانن لاءِ اهو دين ۽ ايمان جو سوال هو، انگريز لاءِ اهو سندس واپار جي وڌڻ يا گهٽڻ جو سوال هو، جنهن ۾ پير صاحب جڻ ته بيجا مداخلت ڪري رهيو هو. جيڪڏهن ڌرتيءَ تي حڪومت انگريز جي هئي ته پير ڪير ٿيندو آهي سندس پاليسين جي مخالفت ڪرڻ وارو. انگريز کي پنهنجي معاشياتي معاملن ۾ پير صاحب جي اها مداخلت نه وڻي. انگريزن ۽ سندس چاڙتن جون لکپڙهون پير صاحب خلاف وڌي ويون.





انصاف جي وڏين دعوائن جي باوجود انگريزن هندوستان تي جيڪو ظلم ڪيو سو قانون جي آڙ ۾ غير قانوني ڪم هو. انگريزن کي جيڪو ظلم ڪرڻو هوندو هو ان ظلم ڪرڻ جي اجازت وٺڻ لاءِ پهريائين هڪڙو قانون ٺاهيندا هئا ته جيڪو به ظلم زبردستي ڪيون ان کي قانوني پنپرائي هجي. سنڌ ۾ جاري ڪيل ڪرمنل ٽرايز ائڪٽ موجب هر اهو ماڻهو جيڪو پير صاحب جي خاص مريدن، حرن جي قبيلي يا ذات سان تعلق رکندو هو سو ڄائي ڄم کان ڏوهاري هو. اهو انگريز جو قانون هو. اهڙيءَ طرح ۱۸۹۸ع کان ۱۹۵۲ع تائين واري انهيءَ چوونجاهه سالن جي عرصي ۾ انهيءَ قبيلي جي هزارين ماڻهن جو ڄمڻو، پرڻو، مرڻو انهن لوڙهن ۾ ٿيو. جيڪو وقت ماڻهو ڄاوا انهن لوڙهن ۾، شاديون ڪيائون انهن لوڙهن ۾، ۽ مئا انهن لوڙهن ۾. انگريز ۽ سندس چاڙتن جي نظر ۾ هوڄاوا ته ڏوهاري هئا، ڌرتيءَ تي هليا، گهميا ڦريا ته ڏوهاري هئا ۽ مئا ته به ڏوهاري هئا. پر اهڙي غير انساني قانون جاري ڪرڻ کان پوءِ به انگريزن جي چاڙتن کي ضرورت پوندي هئي ته سنڌن پنهنجي ٺاهيل قانون کان ٻاهر نڪري ماڻهن کي پنهنجي آڏو جهڪائڻ جي ڪوشش ڪن. سنڌن هر فرمانبرداريءَ جي هلت جي باوجود لوڙهن ۾ پوريل انهن زالن، ٻارن، ۽ جوانن سان اهڙو سلوڪ ڪندا هئا جو ماڻهو ڪتي سان به نه ڪري، جن جي ٻڌڻ سان ماڻهوءَ جا وار ڪانڊارجي وڃن.

## مريدن ڏانهن دعوتن جون مسافريون

پير صاحب جن جڏهن حج کان موٽي آيا ته وري مريدن ڏانهن سفر تي نڪرڻ جا سانباها ڪيائون. انگريزن سان ضرور اهڙي قسم جي لک پڙهه ڪئي هونداٺون ته اسين گهٽي وقت کان پوءِ هتي موٽي آيا آهيون، ان ڪري اسان کي اجازت ڏني وڃي ته اسين مريدن وٽ سفر تي وڃون. (حالانڪ اهڙي اجازت جي سنڌ ۾ نڪي ڪلهوڙن جي زماني ۾ ضرورت هئي نڪي ميرن جي زماني ۾ ۽ انگريزن وٽ پنهنجي ملڪ ۾ به اهڙي اجازت وٺڻ جي ڪا ضرورت ڪانه هئي نڪا آهي.) بهر حال پوءِ وڏي تاوءِ ۽ تجمل سان سفر تي نڪتا. اول ته اهو ڪم ڪيائون جو

سرڪار کي اطلاع ڏئي ڇڏيائون ته اسان جي پويان پوليس جي ماڻهن کي نه موڪليو وڃي جو انهيءَ سفر جي دوران امن امان جا ذميدار اسين پاڻ هونداسون.

پير صاحب هن پيري جو سفر تي نڪتا ته پاڻ اهو سفر وڏي ۾ وڏو ۽ ڏکي ۾ ڏکيو رکيائون. انهيءَ سفر کي وڏي ۾ وڏو انهيءَ ڪري ٿو چئجي جو پاڻ وڏي عرصي کان پوءِ خيرپور کان ٻاهر نڪتا جو يڪا ست مهينا سفر ۾ رهيا ۽ اهو سفر ڏکي ۾ ڏکيو انهيءَ ڪري ٿيو جو پير صاحب جن تمام ڏکيي ايراضيءَ ۾ ويا جو خير پور کان نڪتا ته مارواڙ، ٻاهڙ ميڙ، ۽ جيسلمير کان ٿيندا، ڪپري ۽ سانگهڙ ۾ آيا ۽ اتان لاڙ ڏانهن ويا ۽ اتان ٿيندا وري ڪپري ۽ سانگهڙ موٽيا ۽ وڏي عرصي کان پوءِ خير جا واپس خيرپور پهتا. جيڪڏهن نقشي تي ڏسجي ته اهو وڏو هڪڙو سرڪل آهي. پير صاحب جن چاڙي واٽي هن دفعي اهو وڏي ۾ وڏو سفر رکيو ته جيڪي مريد جتي به آهن انهن سان اتي سندن علائقن ۾ يا ڀرپاسي ۾ ويجهڙائپ وارن علائقن ۾ وڃي ملاقات ڪن ۽ زيارت ڪرائين. پير صاحب جن چاتو ٿي ته ڇهن سالن جي بند ۾ رهڻ کان پوءِ تجديد ملاقات ۽ تجديد بيعت ڪرڻ جو اهو ڀهريون موقعو هو. پاڻ چاهيائون ٿي ته ان موقعي کي وڌ ۾ وڌ استعمال ڪجي جيئن انگريزن کي خبر پوي ته جنهن ماڻهوءَ کي معمولي قيديءَ جي حيثيت سان ڇهن سالن لاءِ پنهنجي ڏيهه کان پري سخت پورهئي جي سزا ڏئي موڪلي ڇڏيو هئائون تنهن جي اصل حيثيت سندس مريدن وٽ ڪهڙي ۽ ڪيتري هئي.

جيتوڻيڪ پير صاحب جن انگريزن جي حڪومت کي لکي ڏنو هو ته اسان جي سفر جي دوران پوليس اسان جي منزلن تي نه اچي، ان هوندي به سفر دوران پوليس وارن پنهنجا ماڻهو جاسوسي جي لحاظ کان موڪليا، پر پوءِ سگهوئي کين پتو پئجي ويو ته انهيءَ ۾ سندن بي عزتي ٿيڻ جو وڏيڪ خطرو هو ۽ اهو ته سندن عزت انهيءَ ۾ هئي ته هو ورديءَ ۾ ڪليو ڪلايو شامل ٿيڻ جي بدارن، اڻ سڌيءَ طرح جاسوسن وانگي مريدن جي لباس ۾ هجوم سان شامل ٿي وڃن ۽ گهربل معلومات حاصل ڪندا وڃن. پوءِ نيٺ ائين ئي ڪيائون جو جاسوسن جي هٿان معلومات ورتائون.

انگريزن ۽ سندن ڪامورن کي پير صاحب جو اهو سفر گهڻن خيالن سان نه وڻيو. سيني کان وڏو اعتراض ته اهو هون پير صاحب جن ڪپري ۽ سانگهڙ چو ويا ۽ اتي جو ويا هئا ته حرن (فرق وارن) جون دعوتون چو ورتائون (قبول ڪيائون) ۽





اتي ايترو عرصو چو لڳايائون. حڪومت وارن توقع رکي ٿي ته ڇهه سال جيڪو ماڻهو جيل ۾ رهي آيو آهي سو حڪومت جي ڪن بنيادي حڪمن جي اطاعت ڪندو. حڪومت چاهيو ٿي ته پير صاحب حرن (فرق وارن) سان نڪي ڪو تعلق رکي نڪي ڏيکاري. هن سفر دوارن حڪومت جي انهيءَ حڪم جي اطاعت بلڪل ڪانه ٿي، بلڪ جيڪو ڪم ٿيو سو بلڪل ان حڪم جي ابتڙ ٿيو. حر نه رڳو ديدار لاءِ آيا پر دعوتون به جهليائون. ۽ پير صاحب وري مير جي ڳوٺ انهن سنجراڻين جي قبرن تي به ويا جن کي حڪومت جيئل شاهه جي ڪيس ۾ ڦاسي ڏني هئي. اها ڳالهه به انگريزن جي حڪومت کي ڪانه وڻي.

ٻيو ته پير صاحب جن جتي به ويندا هئا ته اتي هزارين ماڻهو اچي گڏ ٿيندا هئا. هشام هوندا هئا ماڻهن جا. مسلمان مؤمنن ماڻهن جي هڪڙي هنڌ گڏ ٿيڻ جي نظاري کي ڏسي ڪافرن جون دليون هوئڻ ئي ڏڏنديون آهن، پر پير صاحب جي مريدن جي شيدائيت ۽ قربان وڃڻ جي جي هن نظاري کي ڏسي انگريزن جي چاڙتن جون دليون ته ويتر سينن مان نڪري وات تائين پهچي وينديون هيون.

ٽيو ته جڏهن پاڻ سفر تي چڙهيا ته وڏي تجمل سان چڙهيا، وڏي شان ۽ مان سان نڪتا. اهو سفر جيڪو هو سو هڪڙي وڏي مقصد سان رٿيو ويو هو. سندن ارادوئي اهو هو ته پلي حڪومت وارن کي خبر پوي ته اسان پنهنجي عزت ۽ عظمت ۽ پنهنجي طاقت رکون ٿا ۽ اسان جي اها عزت انگريز جي ڏوري وهيٽي يا مرهون منت ناهي. اسان جي عزت جو سرچشمو انگريزن جي حاڪميت کان ڦٽي نٽو نڪري، پر اهو الله تعاليٰ جي طرفان هن گاديءَ کي ڏنل آهي جيڪو انگريزن جي اچڻ کان اڳ به هو ۽ انگريز جي هئڻ نه هئڻ سان ان جو ڪوبه تعلق ڪونه هو. ۽ ان سفر جو ٻيو مقصد اهو هو ته سندن مريدن ۾ سندن جماعت ۾ هڪڙو اهڙو وڏو روح ڦوڪجي وڃي جنهن جو مثال اڳئين زماني ۾ نه هجي.

## غازين جي ڀرتي

چوٿين ڳالهه ته پير صاحب جن جيئن ٻاهران آيا ۽ نوان سياسي خيالات کڻي آيا. پاڻ اهو تمام ضروري ٿي ڄاتائون ته پنهنجي مريدن مان ڪي رضاڪار (volunteers) پيدا ڪيا وڃن جن کي تربيت ڏني وڃي. مسلم ليگ وارا، ڪانگريس

وارا ۽ خاڪسار تحريڪ وارا رضاڪار پيدا ڪري انهن جي تربيت ڪندا هئا ته جيئن انهن کي شهري دفاع جي ڪمن ۾ استعمال ڪري سگهجي. انهيءَ ڪري پهرئين سفر جي دوران يا ٻئي سفر جي دوران پاڳ مريدن کي رضاڪارن غازين جي پرتي ٽيڙ جي ڪوٽ ڏنائون.

اهڙن رضاڪارن جي فائدي جو ان وقت پتو پيو جڏهن ۱۹۳۹ع ۾ مسلم ليگ جي علي محمد راشديءَ جي رٿا تي منزل گاهه مسجد وارو ڪيس ڪورٽ ۾ داخل ٿيو ۽ ان جي نتيجي ۾ هندو مسلم فساد شروع ٿيا. پير صاحب جن پنهنجي رضاڪارن کي حڪم ڪيو ته جتي به مريدن جي ڳوٺن ۾ هندو هجن مريد انهن جي گهرن کي پهرو ڏين ۽ سندن حفاظت ڪن. انگريزن جو هٿ ان ۾ ايترو هو ته هنن سوچيو ٿي ته جيڪڏهن هندو ۽ مسلمان ڪنهن به ڳالهه تان هڪ ٻئي سان وڙهيل هجن ته سٺو آهي. پوءِ انهن فسادن جي شروع ٿيڻ جي ذميداري هڪ ٻئي تي هنيائون. هندن چيو ٿي ته مسلمان ٺا ائين ڪن ۽ مسلمانن ٿي چيو ته هندو ٺا ائين ڪن. انهن ۾ ڪشيدگي هوئڻ ٿي تمام گهڻي وڌي وئي هئي. پر پوءِ انهيءَ ۾ چا ٿيو جو هندو هڪ به ڪي مارجي ويا. هڪڙو انهن مان پهتائي هو. پير صاحب جن انهيءَ ڪان اڳ اعلان ڪيو هو ته اهي فقير جيڪي پنهنجي همت سان پنهنجي دين جي خدمت ڪرڻ چاهين ٿا يا ملڪ لاءِ ڪجهه ڪرڻ چاهين ٿا ته اهي اچي غازي ٿين.

انهيءَ اعلان کان پوءِ غازين جو سلسلو تمام گهڻو وڌي ويو. هاڻي غازي لفظ انگريز ۽ سندن ڪارندن لاءِ تمام گهڻو ڏيڃاريندڙ هوندو هو. انهيءَ وقت جيڪي ماڻهن سمجهيو ٿي ته اسلامي فڪر جي لحاظ کان غازيءَ جو هڪڙو خاص مطلب هو يعني ته پنهنجي دين لاءِ جهاد ڪرڻ وارا اهي جيڪي الله جي واٽ ۾ وڙهڻ وارا آهن (الذين يقاتلون في سبيل الله). پير صاحب جن کهڙي خاص خيال سان پنهنجي رضاڪارن کي اهو لقب ڏنو، انهيءَ جو مطلب ڇا هو؟ پر جڏهن فساد شروع ٿيا ته پهريون ڪم جيڪو پير صاحب پنهنجي غازين کي ڏنو سو اهو هو ته ماڻهن جي جان ۽ مال جي حفاظت ڪن. جيڪي به هندو ڳوٺن ۾ آهن انهن جي گهرن تي پهرا ڀيهاريا ويا ته جيئن انهن سان ڪو به غير هندو يا مسلمان ڪئونس نه ڪري، هٿ- چراند نه ڪري، نکي وڙهي نکي جهڙي. خاص طور تي خيرپور جي طرف جيڪي ڳوٺ هئا انهن ڳوٺن ۾ جتي گوڙ گهمسان هئا اتي پنهنجا ماڻهو





گهرائي ٻيهاريائون ته جيئن هندن جي حفاظت ٿئي. ست اٺ ڄڻا يا ڪيترا ماڻهو هر ڳوٺ تي پهرن لاءِ مقرر ڪيائون. انهيءَ ۾ مسلمانن توڙي هندن سيني جي حفاظت شامل هئي. پير صاحب جن ماڻهن کي چيو ته "چو ٺا انهن هندن کي ماريو. انهيءَ سان مسلمانن جي بدنامي ٿئي ٿي. اهي پاڻ کان ڏاڍا ته ڪونه آهن."
بهرحال پهريون جيڪو ڪم غازين کان ورتائون سو اهو هو.

اهو ٿي سگهي ٿو ته هٿيارن پنهوارن رکڻ جو ڪو اڻ سٺو طريقو به سوچيو هجين جو پوءِ انگريزي ڪامورن چيو ٿي ته ڪيٽيءَ ۾ يا مڪيءَ ۾ هٿيار نهندا هئا. ٻين وري ائين ٿي چيو ته جيڪڏهن هٿيار اتي نهندا هئا ته به اهڙين مخفي جڳهين تي ٿي سگهي ٿو ته هٿيار رکيا هجن. حالانڪ اسان وٽ بظاهر اهڙو ڪو ثبوت ڪونهي ته پير صاحب هٿيار گڏ ڪندو لڪائيندو ٿي وتيو. ليمبرڪ جي ڪتاب مان معلوم ٿئي ٿو ته جيسلمير جي سفر دوران اتي جي هندو توڙي مسلمان مريدن کين گهڻائي هٿيار ڏنا هئا، پر ليمبرڪ سائين رکئي جي واتان چورائي ٿو ته پاڻ ان وقت جي گورنر مسٽر گراهام لانسليٽ کي انهن هٿيارن جي باري ۾ لکيائون ۽ ڪانئس پڇيائون ته حڪومت جي خيال مطابق اهڙين مليل هٿيارن کي ڇا ڪجي. تنهن تي گورنر کين صلاح ڏني هئي ته سنڌ جي حدن ۾ نه آندا وڃن.

احمد علي تاريجو، جنهن جو اڳ ذڪر اچي چڪو آهي، تنهن جي پاڻتي يا پاڻيجي سان ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن جي ملاقات ٿي هئي، ان جي زبان جي ڳالهه آهي ته پير صاحب جي ڪيٽي جيڪا هئي ان ۾ هڪڙي طرف کان هڪ وڏو لوڙهو آيل هو. انهيءَ لوڙهي جي اندر وڃڻ جي ڪنهن کي اجازت ڪانه هئي. پوءِ چيائين ته احمد علي چوندو هو ته اتي باقاعدي هٿيار نهندا هئا يا ڪي هٿيار ناهڻ وارا ماڻهو اتي رهندا هئا. چيائين ته احمد عليءَ کي به اتي اندر وڃڻ جي اجازت ڪانه هئي. چيائين ته اهو ٽڪرو جيڪو درياءَ جي ڪنڌيءَ سان هو سو ان سال جڏهن پير صاحب کي گرفتار ڪيائون تڏهن درياءَ جو پائيندڙ سڄو اهو ٽڪرو، اها سڄي شيءِ، پاڻي ڪٽي ويو. (ڊاڪٽر صاحب چيو ته) پلا جيڪڏهن ائين هو ته متان پير صاحب اهو سوچيو هجي ته پلي طاقت به اسان وٽ هجي. انهيءَ ڪري ئي ڏنوسون ته جڏهن پير صاحب جن موٽيا ته هو پاڻ انگريزن جا دشمن ٿي موٽيا. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ڪو. پر هو سياسي دشمن ٿي موٽيا هئا. قاعدي ۽ قانون

سان هلڻ وارا. انگريزن ڪوبه ثبوت پيش ڪونه ڪيو هو جنهن مان ثابت ٿئي ته پير صاحب جن پاڻ ڪنهن ڏوهه جي ڪم ۾ ملوث هئا.

هاڻي خير اهي جيڪي ڳالهيون آهن سي انگريزن کي ضرور ڏکيون لڳيون هونديون. جيتوڻيڪ بظاهر انهيءَ منزل گاهه واري معاملي تي پنهنجي راضپي جو اظهار ڪيائون، پر اندرون خانه پير صاحب جي خلاف سِٽَ سِٽڻ ۾ مشغول رهيا. ان وقت جيڪو گورنر هو، سر لانسيلاٽ گراهام، انهيءَ پير صاحب جي انهيءَ هندن جي بچاءَ ۾ ڪنيل قدم کي ساراهيو. پر ٻيا جيڪي لوڪل آفيسر هئا تن اندروني طرح سان منزل گاهه جي باهه ڀڙڪائڻ تي چاهي. اهڙا آفيسر پير صاحب جي انهيءَ قدم تي خوش ٿيڻ جي بدران پاڻ وڌيڪ ناراض ٿيا ۽ فقيرن تي پاڻ اڳئين کان وڌيڪ سختيون ڪيائون ۽ وٺي حاضرين جو سلسلو ٻيهر شروع ڪيائون.

## لوڙهن ۽ حاضرين خلاف اقدامات

١٨٩٨ع ۾ قائم ڪيل لوڙها اڃان قائم هئا. ١٩٣٠ع واري ڪيس کان پوءِ وري ٻيا وڏا وڏا فقير ٻيهر دکن پاسي لوڙهن ۾ موڪلي ڇڏيا هئائون. ١٩٣٦ع ۾ جڏهن پير صاحب جن آزاد ٿي آيا ته اهي لوڙها اڃان قائم هئا ۽ اهي سختيون اڃان جاري هيون. هاڻي سمجهو ته حاضرين جي سختي بنهه گهٽي وڌي وئي ايتري قدر جو سنجهوري، سانگهڙ ۽ ٻين ڪن ٿاڻن جي آسپاس جي ڳوٺن ۾ جيڪي ماڻهو هئا تن جي حاضري ٿاڻن تي رکي هئائون. جيڪي ٿاڻن جي ويجهو رهندا هئا انهن کي چيائون ته روزانو صبح جو ٿاڻي تي اچي دفتر تي حاضري ڪرائي وڃو، ۽ کي ٻيا جيڪي پري جا هئا انهن کي چيائون ته هڪ نه ٻئي ڏينهن اچو. پوءِ اهو قاعدو متي آفيسرن جي نظر ۾ چا هو انهيءَ جي خبر ڪانهي ڪا، پر هيٺيان جيڪي عملدار هئا، آفيسر جن جو عوام سان واسطو ٿي ٿيو، انهن کي چيل هو ته اوهان اها ڳالهه ائين ڪريو. حرن تي سختيون ڪريو ۽ ڪين هر نموني بي عزت ڪريو. انهن ديسي عملدارن ته اصل باهه ٻاري ڏني ۽ انهيءَ ڳالهه ۾ تمام گهڻي سختي ڪرايائون ۽ هر ڳالهه تي قانون کان ٻاهر نڪري سختيءَ سان عمل ڪرايائون. بيجا سختي جنهن کي چئجي. هيڏو پنڌ ڪري پنجن ستن ميلن جي





مفاصلي تان جڏهن ماڻهو ٿاڻي تي پهچن ته هاڻي جمعدار جي مرضي آهي ته ڪڏهن حاضري وٺي ۽ ڪڏهن واپس موٽڻ جي اجازت ملي. وري جو پنج ست ميل پنڌ ڪري واپس ڳوٺ پهچن ته کهڙي وقت پنهنجي ٻنيءَ ٻاري جو ڪم ڪن، کهڙي وقت پنهنجي ڍور ڍنگهر جي ڪن. آفيسرن جي جي اهڙي هلت جي ڪين ضرور متي کان ڇرت ڏنل هوندي ۽ اهو سڀ ڪجهه عملدارن جيءَ عين مرضيءَ مطابق ٿيندو هجي نه ته ڪيئن ٿو ٿي سگهي ته ڌرتيءَ تي تي ايڏي بيدادي هلي ۽ آفيسرن کي خبر نه پوي. ضرور انهن کي مٿان چيل هوندو.

پوءِ فقير تنگ اچي ٿيا ۽ پير صاحب کي چيائون ته "سائين، اسان ڏاڍا تنگ ٿيا آهيون. اسان نڪي ٿا پنهنجي پورهئي جي ڪري سگهون، نه وري ڪو زمينداري (ٻنيءَ ٻاري جو) ڪم ڪري سگهون ٿا. ٻلا صبح ساڻ اٿي پيرين پيادا ٽي ڪوهه پنڌ جا (ڇهه ميل) هڪ پاسي ڪري ٿاڻي تي ويندا سون، وري اتان حاضري ڀرائي موٽندي ڇهه ميل پنڌ جا ڪري وري ڳوٺ واپس ايندا سون ته ڏينهن ته اسان جو رڳو اچڻ وڃڻ ۽ حاضري ڀرائڻ جي انتظار ۾ گذري ويندو. پوءِ اسان وٽ باقي کهڙو وقت بچندو جنهن ۾ پنهنجي پورهئي جو ڪم ڪنداسون.

پوءِ پير صاحب انهن کي چيو ته اوهان اهي سڀ ڳالهيون درخواست (representation) جي صورت ۾ لکي ڏيو. پوءِ اهي ڳالهيون لکيائون ۽ پير صاحب جن پوءِ اهي متي پهچايون. انهيءَ کان سواءِ جيڪي سنڌ ۾ سياست ۽ حڪومت ۾ با اختيار چڱا چڱا ماڻهو هئا پير صاحب انهن ڏانهن پيغام موڪليا. غلام حسين هدايت الله جيڪو هاڻي وڏو وزير هو تنهن گهڻو اڳ پير صاحب تي ٽيل انڪم ٽيڪس جي ڪيس ۾ پير صاحب جي پوئواري ڪئي هئي ۽ هاڻي چونڊن ۾ چاهيائين ٿي ته پير صاحب سندس مدد ڪري، ان ڪري پير صاحب جي ڳالهه ٽاري ڪونه ٿي سگهيو. سر شاهنواز ڀٽو ١٩٣٠ع واري ڪيس ۾ پير صاحب طرف کان اڳيان اڳيان هو ۽ پاڻ جڏهن آزاد ٿي آيا ته پاڻ انهن ٻنهي سياستدانن سان سٺا تعلقات رکڻ ٿي چاهيائون. جي. ايم. سيد خانداني ماڻهو هو ۽ سياست ۾ تمام گهڻو مؤثر هو. ان به پير صاحب کي راضي ڪرڻ ٿي چاهيو. انهن ماڻهن ڏانهن پيغام هو ته اوهين حرن متعلق متي ڳالهايو ته هنن حرن تان اهي سختيون لهن. انهيءَ واقعي کان گهڻو وقت پوءِ جڏهن جي. ايم. سيد صاحب سان ڊاڪٽر بلوچ

صاحب جن جي گفتگو ٿي ته جي. ايم. سيد صاحب مڃيو ته برابر اسان کي پير صاحب چيو هئو. پير صاحب جن چيو ٿي ته:

"حرن سان هيءَ زبردستي آهي، نسوري بي انصافي آهي. اهي ماڻهو مريد ته برابر اسان جا آهن، پر اوهان لاءِ ته اهي ٻين رعيتي ماڻهن جهڙا آهن ۽ اوهان کي جڳائي ته اوهان انهن سان اهڙو ورتاءُ ڪيو جهڙو ٻين ماڻهن سان ڪيو ٿا يا ڪيو ويندو آهي. عام قاعدي قانون مطابق جيئن سڀني سان هلبو آهي تيئن هنن سان هلو. جيڪڏهن هنن مان ڪو ڏوهاري آهي ته بيشڪ حڪومت وارن کي حق آهي ته ان کي پڪڙي جيل ۾ وجهن يا ڦاسي ڏئي ڇڏين. اهڙي قسم جي قانوني ڳالهه تي اسين اعتراض ڪونه ٿا ڪريون. پر جيڪي ماڻهو ڪرمنل ٽرائبز ايڪٽ تحت چاليهن سالن کان لوڙهن ۾ پيا آهن، ڪو ڏوهه هنن جي نالي خود اوهان جي پنهنجي ڪتابن ۾ لکيل ناهي، انهن تي لوڙهن ۽ حاضرين جون اهڙيون پابنديون رکڻ نه جڳائي. بي قانوني جو اهڙو قانون غير فطري آهي ۽ غلط آهي ۽ حڪومت جو انهن سان ورتاءُ غير انساني آهي. حق اهوئي آهي ته انهن سان به قانون مطابق ورتاءُ ڪيو وڃي."

پير صاحب جن ڳهٽوئي حڪومت وارن کي چيو پر پوءِ ان جو نتيجو ڪو خاطر خواهه ڪونه نڪتو. اهو سڀ ڪجهه ڪونه ٿيو جيڪي ٿيڻ گهرجي ها. ها، ايترو سو ڪيائون جو ان وقت (چوندن ۽ ووٽن جي آسري ۾) پير صاحب جن جي ڳالهه مٿي ڪرڻ لاءِ وقت سر جيڪي هندوستان جي پرانهن علائقن ۾ لوڙها هئا اهي ڪنيائون ۽ اتي جيڪي پوڙها پوڙها وڏا فقير بند هئا، انهن کي وطن واپس ورڻ جي اجازت ڏنائون، پر ٻيا جيڪي جوان هئا سي اتي رهيا. تن مان ڪي گهٽو پوءِ پهچي آيا. (ملهار فقير انهن پهچي آيلن مان ڪن جا نالا ڄاڻايا آهن). سنڌ ۾ جيڪي لوڙها هئا، انهن مان ڪو هڪ اڌ لوڙهو نالي ماتر بند ڪيائون. پر اصل ۾ لوڙهن جي ٻاندين کي هڪڙن لوڙهن مان ڪڍي ٻين ۾ وڌائون ۽ ماڻهن کي اڳتي پوئتي ڪري ڳالهه جتي هئي اتي ئي ڇڏيائون. ان ڪري رعيت سان اصل سختيءَ واري ڳالهه جيئن اڳي هئي تيئن وري قائم رهي. اهي ساڳيا لوڙها پوءِ به باقي رهيا ۽ اهي ساڳيون حاضريون پوءِ به جاري رهيون.





پوءِ جڏهن فقير تمام گهڻو تنگ ٿيا ته ۱۹۴۰ع يا ۱۹۴۱ع ڌاري وري به پير صاحب جن وٽ آيا. پير صاحب جن انهن کي چيو ته "فقيرؤ، هاڻي اوهين حاضري ڏيو يا نه ڏيو، رضا وارا آهيو."

پوءِ انهن حاضري ڏيڻ بند ڪئي. انهيءَ تي انگريزن وري پير صاحب تي هيڪاري وڌيڪ زور رکيو ته اوهان انهن کي چئو ته حاضري ڏين، پير صاحب جن کين چيو ته:

"اسان اوهان کي اڳي به درخواستون ڪيون آهن، (representation) ڪئي آهي. پر اوهان وٽ انصاف ڪونهي ڪو. هيءَ ڪهڙو قانون آهي جو ماڻهو بنا ڏوهه جي جيلن ۾ ۽ لوڙهن ۾ چاليهن سالن کان پيا آهن ۽ اوهان وٽ هنن جي خلاف رتيءَ جيتري ڏوهه جي شاهدي ڪانهي ڪا. اوهان پاڻ ئي سمجهو ته ڪيئن ٿا ماڻهو ٽاٽن تي هيڏا پنڌ ڪري اچي حاضري ڏئي سگهن ۽ ساڳئي وقت پنهنجي ٻچن جو پيٽ پالين."

پير صاحب جن کين ائين به چيو ته "اسان انهن کي چيو آهي ته اوهين پنهنجي مرضيءَ وارا آهيو. هاڻي هو اوهان جا رعيتي آهن، اوهين بيشڪ انهن کي جيلن ۾ وجهو، وٽيو ته ڦاهيون ڏيون. جيئن وڻيو تيئن ڪريو. پر هاڻي ان معاملي ۾ اسين ڪجهه وڌيڪ ڪري ڪونه سگهندا سون."

اهو ساڳيو جواب هو جيڪو اڳ پير صاحب حزب الله شاهه ۽ پير صاحب علي گوهر شاهه جن انگريزن کي ان وقت ڏنو هو جڏهن هنن حرن تي سختيون به ڪيون ٿي ۽ وري پير صاحب جن کي مجبور به ٿي ڪيائون ته مريدن کي چون ته پنهنجا مٿا سرڪار جي اڪرين مان نه ڪين، پنهنجون ڳچيون سرڪار جي تلوار ۽ تيغ هيٺان ئي رهڻ ڏين.

پير صاحب جن هندوستان جي جيلن مان جڏهن موٽي آيا ته سنڌ جي خود مختيار حڪومت ٺاهڻ لاءِ اليڪشن جا سانباها ٿي رهيا هئا. ان وقت پير صاحب به پنهنجي مريدن رضاڪارن جي تربيت ڪرڻ شروع ڪئي جيئن ضرورت جي وقت انهن کي انتظامي امور ۾ ڪم آڻي سگهجي. اهڙن رضاڪارن جي تربيت ڪانگريس وارا، مسلم ليگ وارا، علامه مشرقي جي پارٽيءَ وارا، الغرض سڀني پارٽين وارا ڪري رهيا هئا. پير صاحب پاڳاري جي تربيت ڏنل ماڻهن جو مثبت مثال منزلگاهه واري مسجد جي تصادم دوران حڪومت وارا ڏسي چڪا هئا جڏهن

پير صاحب جي غازين هندن جو جو بچاءُ ڪيو. پر انگريزن کي اها ڳالهه به پسند نه هئي.

انهن ڳالهين تان انگريز جي حڪومت کي وڏيڪ ڪاوڙ آئي ۽ سنئون سڌو پير صاحب کي نظربند ڪرڻ جو ارادو ڪيائون. پر سنڌ ۾ ان وقت ڏيهي خودمختيار حڪومت هئي ان ڪري انگريزن ڏيهي سياستدانن جي مرضيءَ جي خلاف پير صاحب کي گرفتار ڪرڻ نٿي چاهيو ۽ وٽن ڪو اهڙو ٺوس ثبوت به نه هو جنهن جي آڌار تي پير صاحب کي بغاوت يا ڪنهن ٻئي جرم ۾ قانوني طرح گرفتار ڪري سگهن. ان ڪري آءِ ورتائون ان ڳالهه جي ته پير صاحب کي چيائون ته اما بخش سنجراڻي، دودي ڪوري، وريام خاصخيلي ۽ محمد يوسف مهر کي پيش ڪريو.

جيڪڏهن انهن ماڻهن جي خلاف ڪو ثبوت هو ته انهن کي پڪڙڻ جو ڪم حڪومت جو هو. پر حڪومت وارن پير صاحب تي زور ٿي پريو ته هو پڳلن کي پيش ڪري. جيڪڏهن حڪومت وارن وٽ پير صاحب جي خلاف، ڪو ثبوت هو ته ڪيس گرفتار ڪرڻ ڪان اڳ، يا ان وقت يا ان ڪان پوءِ اهو ثبوت پيش ڪيو وڃي ها. پر انگريزن ائين نه ڪيو. هنن پنهنجي محڪوم قوم کي اهو ڏيکارڻ ٿي گهريو ته سندن قبضي هيٺ آيل هن غلام قوم جي هڪ پير کي ڪهڙي جرئت هئي جو انگريزن سان سينو ساهي رهيو هو.

هونئن افرادي سطح تي سيڪو ماڻهو پنهنجي ڪئي جو پاڻ ذميدار آهي. مريدن جي سٺن يا خراب ڪمن جا ذميدار پير ڪونه ٿيندا. اهو ڪهڙو پير هوندو جنهن جي مريدن مان ڪنهن هڪ به انگريزن جي ڏڙ ۾ چوري نه ڪئي هوندي، اهو ڪهڙو پير هوندو جنهنجي مريدن مان ڪنهن هڪ به ذاتي طور ڪو هڪ قتل به نه ڪيو هجي، اهو ڪهڙو پير هو جنهن جي مريدن مان ڪنهن هڪ به ڪو غير قانوني ڪم نه ڪيو هجي! ذاتي طور قانوني سطح تي جيڪڏهن ڪو مريد ڪوبه غير قانوني ڪم ڪري ٿو ته ان لاءِ پير صاحب ذميدار ڪونه ٿيندو. جيئن پٽ جي ڏوهه جو ذميدار پيءُ ڪونهي، ماءُ جي ڏوهه جي ذميدار ڌيءُ ڪانهي، تيئن ڪير به ماڻهو ڪنهن ٻئي جي ڏوهه جو ذميدار ناهي. جنهن ڏوهه ڪيو آهي اهوئي ان ڏوهه جو ذميدار آهي. اها ڳالهه قرآن ۾ به لکيل آهي ته ڪوبه بار کڻڻ وارو ڪنهن ٻئي جو بار نه کڻندو جيئن فرمايو ويو آهي:





لا تَزِرُ وَازِرَةٌ وِزرَ اُخريٰ

اها ساڳي ڳالهه انگريزن جي پنهنجي قانون ۾ به آهي ۽ سندن پنهنجي ملڪ ۾ هو ڪڏهن به پيءُ کي سندس پٽ جي ڏوهه ۾ گرفتار نه ڪندا آهن. پر اهي ساڳيا انگريز سنڌ ۽ هند ۾ ۽ ٻين گهڻين ڪالونين ۾ اهڙي قسم جي قانوني پيچڪڙي ڪندي فخر محسوس ڪندا هئا، بلڪ سندن حڪومت جي پيڙهه بيٺل ئي انهيءَ اصول تي هئي ته جنهن جي حڪومت هوندي قانون انهيءَ جو غلام هوندو. ان ڪري قانون کي اهڙي طريقي سان استعمال ڪندا هئا ۽ اهڙي طريقي سان قانون جي روح کي ٽوڙيندا مروڙيندا هئا جو فائدو هر حال ۾ حڪومت کي ٿئي.

اڄ انساني حقوق (Human right) ۽ قانون جي راڄ (Rule of law) جي ڳالهه ڪرڻ وارا انهن انگريزن کان پڇو ته پنهنجي سامراج جي زماني ۾ ڌرتيءَ تي ڪهڙي ظلم ۽ جور سان، وڏائي، هٺ ۽ ڌهڪاءُ سان حڪومت ڪيائون ۽ ڪهڙي طرح انسانن جا حق پائمال ڪيائون ۽ ڪهڙي طرح قانون جي نالي تي غير قانوني ڪم ڪيائون. انگريزن جي هٺ ۽ وڏائيءَ جي ان غير قانوني قانون جي داستان سان هيءَ ڌرتي پري پئي آهي. ان جي باوجود اڄڪلهه انهن ساڳين انگريزن جو زور لڳو پيو آهي ته ٻي وڏي جنگ (١٩٣٩ع-١٩٤٥ع) دوران جپان جيڪي زيادتيون ڪيون تن جي نه رڳو جپان معافي وٺي پر ان جو تاوان پري ڏئي. جپان کي برابر معافي وٺڻ گهرجي ۽ تاوان به پري ڏيڻ کپي. پر اها ڳالهه رڳو جپان تائين ڇو محدود رکجي؟ اڄ ضرورت انهيءَ ڳالهه جي آهي ته انگريزن کان به مطالبو ڪيو وڃي ته سنڌ ۽ هند ۾ جيڪي زيادتيون انگريزن پنهنجي حڪومت جي دوران ڪيون، جيڪي خزانا ڦري لٽي ڪٺي ويا، جيڪي بنا ڏوهه خون خرابا ڪيائون تن جو عيوض اسان جي متاثر ٿيل ماڻهن کي انگلنڊ پري ڏئي.

## ڪو ڏکيو وقت اچڻ وارو

انهيءَ وچ ۾ اها به ڳالهه ٿي ته جماعت مان جيڪي همت وارا فقير هئا، اهي جڏهن پير صاحب وٽ ملاقات لاءِ ايندا هئا (انهيءَ کي زيارت خاص چئبو هو) ته پاڻ انهن فقيرن کي چوندا هئا ته "فقيرؤ، ڪو ڏکيو وقت اچڻ وارو آهي. اوهين پاڻ کي ڏکيائيءَ تي هيرايو جو ڪو ڏکيو وقت اچڻ وارو آهي."

اهڙيون ڳالهيون پير صاحب جن اڳ ۾ به ڪندا هئا. هاڻي اهي ڳالهيون آهن انهن جو آخري نتيجو. سمجهو ته پير صاحب جي طرفان ڪنهن قسم جي قانون جي ڀڃڪڙي ڪانه ٿي. ڪنهن به ڳالهه جي ڀڃڪڙي ڪانه ٿي. البته اهو هو ۽ ٿي سگهي ٿو ته ڪيٽيءَ تي جيڪي وهندو واپرندو هو ان مان انگريزي حڪومت وارن کي ڪو شڪ پيو هجي يا ڪين اهڙي ڪا ڳجهي خبر هجي ته ڪيٽيءَ ۾ هٿيار ٺهن ٿا يا اتي غازين جي تربيت ٿئي ٿي.

بهرحال پير صاحب جن جڏهن پنهنجي خاص فقيرن سان ملاقات ڪندا هئا ته کين چوندا هئا ته انگريزن جي جيڪا حڪومت آهي سا گهڻو وقت ڪانه هلندي. اها حڪومت جنهن جو بقاءُ اهڙي بي انصافي ۽ ظلم تي ٻڌل آهي سا گهڻو وقت جٽاءُ ڪانه ڪندي. جيئن الله تعاليٰ سورت فاطر ۾ فرمايو آهي ته "اهو مڪر يا ڏوڪو، سو ته ٽٽڻو آهي." (وَمَكْرُ أُولَـٰئِكَ هُوَ يَبُورُ). پير صاحب جن داناءُ هئا، انهن ڳالهين کي سمجهندا هئا. ۽ کين انهيءَ ڳالهه تي پڪو پختو يقين هو، انهيءَ ڳالهه کان يقيني طور مطمئن (convinced) هئا ته انگريز هاڻي گهڻو وقت حڪومت ڪري نه سگهندو. سندن اهو يقين شايد انهيءَ ڳالهه جي ڪري هو ته هندوستان ۾ ڪانگريس جون ۽ ٻين پارٽين جون وڏيون تحريڪون هليون پئي. ٻاهر کان جپان ۽ جرمني انگريزن کي اڃي سوڙهو ڪيو هو. انهيءَ ڪري ٿي سگهي ٿو ته پير صاحب جن سوچيو هجي ته ماڻهن کي آزاديءَ لاءِ تيار ڪجي ۽ کين حڪومت جي واڳن سنڀالڻ لاءِ تيار ڪجي جيئن گهٽ ۾ گهٽ اڳتي ڪو زمانو اچڻ وارو هو ان کي منهن ڏيڻ لاءِ ماڻهن کي ذهني طور تيار ڪيو وڃي. اهي سڀ ڳالهيون جيتوڻيڪ پير صاحب جي زباني ته چيل ناهن پر حالات کي ڏسندي اهو نتيجو اخذ ڪري سگهجي ٿو (deduct) ڪري سگهجي ٿو ۽ چئي سگهجي ٿو ته پاڻ ائين سوچيو هوندائون.

پير صاحب جن جڏهن پنهنجي خيالن جو اظهار پنهنجي جماعت جي ويجهن ماڻهن جي آڏو ڪندا هئا ته ماڻهو ته ان وقت جا سڄار هئا، ٻڌائي ته هنن جي من ۾ ڪانه هئي (پوءِ پلي پاڻ ڪٿي چئون ته اهڙا ٻي ڏيا يا ٻي اونا يا پورڙا هئا) جو ملاقات واري ڪچهريءَ کان ٻاهر وڃي پنهنجن پراون جي آڏو اهي سڀ ڳالهيون ڪندا هئا ته پير سائين هيئن چيو آهي. پوءِ انگريزن جو اهڙو سرشتو ٺهيل هو جو هر ڳالهه جيڪا پير صاحب جن اندر ڪندا هئا سا وڃي مرچن مسالن سان پهچندي هئي. ڳالهه ۾ پاڻ وڌاءُ هوندو گهٽتائي نه هوندي.

انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو ته انهن سمورين ڳالهين جي انگريز کي خبر پئي پوندي هئي ته چا چا پيو ٿئي. سو جيتوڻيڪ قاعدي جي ڪابه ڀڃڪڙي ڪانه





ٿي پر ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان پير صاحب کي گرفتار ڪرڻو هو سو پير صاحب کي وري ٻيهر اوچتو گرفتار ڪيو ويو. ۽ گرفتاريءَ کان پوءِ پير صاحب ضرور سوچيو هوندو ته جيڪا تڪليف اچڻ واري هئي سا ويجهي اچي پهتي آهي انهيءَ ڪري تڪڙا تڪڙا قدم کنيائون.

پهريائن ڪين گورنر وٽان حڪم هو ته ڪراچيءَ واري بنگلي تي وينا هجن. پوءِ اهو پاڻ حڪم پڇي درگاهه تي پهتا ته جيئن فقيرن کي پيغام پهچائي سگهن. ۽ پوءِ اهو پيغام ڏنائون ته "تڪليف جيڪا اسان چئي ٿي ته اچڻ واري آهي سا اچڻ واري آهي يا اچي وئي آهي" "اذا وقعة الواقعة. ليس لوقعتها ڪاذبه. خافضة رافعه" "اوهين پنهنجي ايمان تي قائم رهجو." ۽ چيائون ته "جيڪا به تڪليف اچي ۽ انهيءَ ۾ ڪابه مقابلي واري صورتحال ڪٿي اچي ته اوهان جو سپه سالار غلام علي چانگ آهي." ۽ اهو چيائون مقابلي واري ڳالهه جي باري ۾. هونئن ته ٻيا به وڏا فقير هئا جيڪي پنهنجي جاين تي تمام اهم هئا. مک هئا. فرق واري ٽولي جا جيڪي ٻيا فقير هئا، سي گهٽيئي هئا.

## پير صاحب جن جي شخصيت

پير صاحب شهيد جي شخصيت جون جدا جدا ڳالهيون آهن سي ڏيکارين ٿيون ته پاڻ هڪ مجاهدائي زندگي، محنت ۽ حرفت واري زندگي گذاريندا هئا. پهرين ڳالهه ته فقيرن جو چوڻ آهي ته پاڻ موٽر مڪينڪس جا ماهر هئا. پنهنجي موٽر ڪار کي پاڻ ناهيندا جوڙيندا هئا. جيڪڏهن خراب ٿي پوندي هئي ته پاڻ ناهيندا هئا. مسترين وانگي، تيلاوان ڪپڙا پائي، چڏي پائي، باقاعدي جيئن ٿيندو آهي، گاڏيءَ هيٺان گهڙي ويندا هئا. گاڏيءَ کي ناهڻ جا اوزار سڀ وٽن هئا. ۽ ڪنهن فقير کي هٿ لائڻ ڪونه ڏيندا هئا. گاڏيءَ کي ڌوئڻ، ٽائر بدلائڻ، ٽيوننگ ڪرڻ، تيل بدلائڻ، مطلب ته جيڪو به ڪم ان زماني ۾ گاڏين ۾ ڪرڻو هوندو هو سو پاڻ ئي ڪندا هئا. وڏي محنت سان اهو ڪم ڪندا هئا. جيئن چئجي ته پلي ڪلاڪ به لڳي وڃن ته پڻ ڪونهي ڪو.

اها به مشهور ڳالهه آهي ۽ ملهار فقير به لکي آهي ته جيڪڏهن ٽريڪٽر جو برائور نه هوندو هو، بيمار ٿي پوندو هو، يا ڪيئن ته زمين کيڙڻ لاءِ سڄو سڄو

ڏينهن پاڻ ٽريڪٽر هلائيندا هئا. زمين ۾ ڪو لاهه اچي ويو ۽ فقيرن ٻوڙي وجهي ان کي ڪيڏڻ جي ڪوشش ڪئي ته پاڻ انهن کي منع ڪندا هئا ۽ اهو لاهه پاڻ وجهي ڪڍندا هئا.

پيو ته ڪڏهن ڪڏهن اهڙا ٻه ڪم ڪندا هئا جن مان سندن جسماني قوت جو ثبوت ملندو هو. مثال طور پاڻ ان واقعي جو ذڪر ڪيو آهي جنهن ۾ آيو ته فقيرن ڳوٺيون پٺي ڪنيون جو پاڻ اچي انهن کي ٽين يا چوٽين سٽيءَ تي ڳوٺيون سٽي ڏيکاريائون. وري واڍڪو ڪم جيڪو هوندو هو سو ٻه پاڻ ڪندا هئا. پاڻ پير صاحب جن جڏهن ولايت ۾ جيل ۾ هئا ته اهي ڪم شايد اتي سکيا هئائون. ان ڪري سنهيون ٿلهيون شيون جيڪي ڪين ڪپنديون هيون سي پاڻ ناهيندا هئا. سندن اهي سڀ اوزار ڪيٽيءَ ۾ رکيل هوندا هئا. پيو سنهو ٿلهو ڪم ٻه پاڻ ئي ڪندا هئا. پاڇيون پٽيون پنهنجون پاڻ پوکيندا هئا ۽ ان مان پاڻ ئي پٽي چونڊي حويليءَ تي ڪٽي ايندا هئا. ڳوٺ واري بنگلي تي ٻارن ٻچن کي وٺي اچڻ کان اڳ ڪوٽ ڇڏي پنهنجي ٻارن سميت ڪيٽيءَ جي جهنگل ۾ وڃي رهيا هئا. جتي بقول سندن مڇرن کان سواءِ ٻيو ڪجهه ڪونه هو.

انهن ڳالهين مان هڪڙي پاسي ڏسجي ته هيءَ هڪڙي بادشاهي زندگي هئي جو هزارين ماڻهو هٿ ادب جا ٻڌي هڪيا تڪيا بيٺا هوندا هئا ته حڪم ٿئي ته جان فدا ڪرڻ کان ٻه ڪين ڪيٻائين. ٻئي پاسي پاڻ هئا جو پنهنجي جماعت کي پنهنجي زندگيءَ مان سبق ٿي ڏنائون ته هٿ جي محنت ڪرڻ شرمندگيءَ جو نه بلڪ سرخروئيءَ جو سبب آهي. هٿ جي محنت ڪرڻ پيغمبرن جو شيوو آهي جو الله تعاليٰ فرمايو آهي ته "منهنجي ٻانهن ابراهيم، اسحاق، ۽ يعقوب کي ياد ڪر (جيڪي) هٿن ۽ اکين وارا هئا." (يعني هٿ سان محنت ڪندڙ هئا ۽ حق کي ڏسڻ جي صلاحيت رکندا هئا.) (واذڪر عبادنا ابراهيم و اسحق و يعقوب اولي الايدي والابصار). اهو ڪم پاڻ ڪيٽيءَ ۾ ڪندا هئا. اهي ڪم هٿ سان ڪرڻ، محنت، حرفت، مڪينڪس، سمجهو ته انهن ڳالهين جا ماهر هئا. ٻي ڳالهه ته توپچي، بندوق هلائڻ وارو، جيئن بين ماڻهن ڏٺو هو ته چوندا هئا ته مير علي مراد خان تمام ڳهڻو مشهور هو پر پير صاحب جي نشاني بابت چيو وڃي ٿو ته اهڙو نشانو هو جو شايد ئي ڪنهن جو نشانو هجي. پير صاحب جن بين ماڻهن سان ڳڏ وڃي ڪي بندوقون ڪين هنيون پر ڪڏهن ڪڏهن ڪيٽيءَ ۾ ماڻهن کي شڪار جون





دعوتون ڏيندا هئا. وري جو جيسلمير ۽ ٻاهڙ مير جي مسافريءَ تي ويا هئا ته اتي ٻه شڪار ڪيائون. پر انهن بين ماڻهن ۽ پير صاحب جي نشانن ۾ زمين آسمان جو فرق هوندو هو. وڏا توپچي هئا پنهنجي وقت جا.

## پير صاحب جي ٻيهر گرفتاري

۱۹۳۵ع جي قانون تحت سنڌ جڏهن ۱۹۳۶ع ۾ بمبئيءَ کان الڳ ٿي ته اپريل ۱۹۳۶ع ۾ ان جو پهريون گورنر سر لانسيلاٽ گراهام (Sir Lancelot Graham) ٿي آيو جيڪو هڪڙو روشن فڪر ماڻهو هو. پير صاحب جن سان سنڌس جيڪي ملاقاتون ٿيون تن ۾ ٻنهي ترين جي وچ ۾ هڪ تمام خوشگوار تعلق پيدا ٿي ويو. سر لانسيلاٽ جي زماني ۾ ٻه هينيان عملدار پنهنجي زهر اوڳارڻ ۾ مصروف رهيا. گورنر کي ڪيٽيءَ ۾ ٽينڊڙ تربيت کان ڊيڄاريندا رهيا ۽ پير صاحب جي سفرن بابت حد درجي جون منفي ڳالهيون پڌائيندا رهيا. پر سر لانسيلاٽ پنهنجي عقل کان ڪم ورتو ۽ پير صاحب جن سان ملاقاتون ڪري ڪائنن سوال جواب ڪيائين. اهڙيءَ طرح پير صاحب جي طرفان هو بلڪل مطمئن ٿي ويو ۽ سندن باري ۾ اهڙيون مثبت رپورٽون مٿي بمبئيءَ ڏياري موڪليائين. پير صاحب کي جڏهن راجستان مان مريدن هٿيار ڏنا ته پير صاحب گورنر کي انهن بابت اطلاع ڏنو ۽ پڇيائينس ته انهن هٿيارن کي ڇا ڪجي. اهڙيءَ طرح پير صاحب ۽ سر لانسيلاٽ جي وچ ۾ هڪ مفاهمت واري واٽ هئي. پر اپريل ۱۹۴۱ع ۾ سر لانسيلاٽ گراهام بدلي ٿي ويو يا رٽائر ڪيائين ۽ ان جي جڳهه تي سر هيو ڊو (Sir Hugh Dow) سنڌ جو گورنر ٿي آيو.

هي نئون گورنر سر هيو ڊو ننڍي هوندي کان سنڌ ۾ رهيو هو ۽ لوڪاز جي ڏينهن ۾ لوڪاز جو ماتحت عملدار ٿي رهيو هو ۽ پير صاحب جي خاندان سان اڳيئي نفرت جي زهر ۾ ٽٻ ٽار پريل هو. پنهنجي اصلي ۽ ازلي نفرت ۽ هينين آفيسرن جي رپورٽ جي ڪري هيءُ نئون گورنر ڪجهه حد درجي کان وڌيڪ ڊنل هو. ان ڪري هينين عملدارن جي رپورٽن تي جڏهن پير صاحب سان ملاقات ڪيائين ته پير صاحب جي خلاف ٻي ته ڪا ڳالهه نڪي معلوم ڪري سگهيو نڪي چئي سگهيو، پر وائسراءِ کي موڪليل پنهنجي رپورٽ ۾ پير صاحب جي متعلق

۽ واضح شڪايتون لکيائين. هڪڙي سندن ڪپڙن بابت، ٻي سندن گفتگو ۽ ڦوڙتائي بابت.

گورنر صاحب شڪايت ڪئي ته پير صاحب هيڙي تجمل وارا ڪپڙا پائي آيو هو جنهن ۾ ايترا ته هيرا جواهر ۽ سون مين هئا جو ڪنهن وڏي دربار جي موقعي تي هندوستان جي سيني راجائن مهاراجائن ۽ شهزادن جي جسم تي ڪونه هوندا. جيڪڏهن تڏي دماغ سان ويچارجي ته محسوس ٿيندو ته پير صاحب کهڙا به ڪپڙا پائي پر ان تان گورنر کي چڙ چو اچڻ گهرجي.

گورنر صاحب ان کان سواءِ شڪايت ڪئي ته ڳالهه ٻولهه ۾ پير صاحب ڪنهن پاسي کان گورنر کي وٽ نه ڏني. بلڪ سندس رپورٽ مطابق پير صاحب اهڙو ته ڳالهائڻ جو چالاڪ هو جو ڪيس خبر هئي ته هاڻي گورنر ڇا چوڻ وارو آهي ۽ ان جو جواب وٺس هڪيو تڪيو، نه پڇ رکيو هو. اها ڳالهه به گورنر کي ڪانه وڻي.

انگريزن جي خيال مطابق اهو ڪيئن ٿي ٿي سگهيو جو حڪومت انگريز جي هجي ۽ تجمل وارو لباس ڪو ٻيو ماڻهو پائي ۽ اهو ڪيئن ٿي ٿي سگهيو جو حڪومت انگريز جي هجي ۽ قاعدي قانون سان ڳالهائڻ وارو ڪو ٻيو هجي. کهڙو حاڪم پسند ڪندو ته سندس رعيت مان ڪو اهڙو به هجي جو ڪيس ڳالهين ۾ بس ڪرائي ڇڏي.

هاڻي پير صاحب پاڳاري جن تي اهو بار وڌو ويو ته چئن روپوش حرن (وريام خاصخيلي، دودي ڪوري، امام بخش سنجراڻي ۽ محمد يوسف مهر) کي سرڪار وٽ پيش ڪري. جيستائين اهي ماڻهو پيش نه ٿيا آهن، تيستائين پير صاحب کي ڪراچيءَ ۾ گهرائي اتي ويهاري ڇڏيائون ۽ ان وقت جي سنڌ جي وڏي وزير غلام حسين هدايت الله جي هٿان کين چوائي موڪليائون ته پاڻ ڪراچيءَ کان ٻاهر نه وڃن.

پير صاحب جيڪو قاعدي قانون جو وڏو قابل ڄاڻو هو تنهن حڪومت وارن جي آڏو ٽي ڳالهيون رکيون:

اول ته حڪومت اوهان جي آهي ۽ ماڻهو به اوهان کي گهرجن. اوهان وڃو ۽ وڃي گهربل ماڻهن کي هٿ ڪيو. جيڪڏهن قانون مطابق ڪو اوهان جي ڏوهه جو ڏوهاري آهي ته ان کي سزا ڏيو. اسان کي ان تي اعتراض ڪونهي.





ٻيو پير صاحب کين چيو ته ساڻن جيڪڏهن حڪومت وارن کي ڪو ذاتي ڪم هجي يا ساڻن ڪا شڪايت هجي ته اها ڳالهه سنئين سڌي کين چئي وڃي. جيڪڏهن حڪومت وارن کي پير صاحب جي ڪنهن ذاتي ڏوهه جي خبر هجي ته اهو ڪيس ٻڌائين يا ڪورٽ ۾ مٿن ڪيس هلائين ته جيئن پاڻ قانوني چاره جوئي ڪري سگهن.

ٽيون ته جيڪڏهن ڪنهن سبب جي ڪري انگريزن کين نظربند ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هجي ته اهو کين لکت ۾ ڏين ته ان جي خلاف هو قانوني چاره جوئي ڪري.

پير صاحب جن پاڻ قاعدي قانون جا سٺا ڄاڻو هئا ۽ ڄاڻائون ٿي ته جيڪڏهن حڪومت قاعدي قانون جي راڄ (rule of law) تي هلي ته اهڙو ڪو طريقو ڪونه هو جنهن جي آڌار تي گورنر کين ڪراچيءَ ۾ سندن مرضيءَ خلاف زوريءَ رهڻ تي مجبور ڪري سگهي. پر هتي ته قانون رکپال خودئي غير قانوني ڪم ڪرڻ تي سندرو ٻڌيو بيٺا هئا. انهن چاهيو ٿي ته پير صاحب کي ڪيئن به ڪري روڪين. قانون ته هنن جو پنهنجو هو. ٻيو ڪير جو کين ان تي پابند رهڻ تي مجبور ڪري سگهي!

نواب شاهه جي ڪليڪٽر مسٽر هالفرڊ (Mr. Halford) پير صاحب سان سنجهوري ۾ راوتياڻيءَ واري انجنيري باغ ۾ ملاقات ڪئي، پر ڳالهين مان شايد ڪو خاطر خواهه نتيجو ڪونه نڪتو. حڪومت ۽ پير صاحب جي وچ ۾ اها ڏي وٺ جون ۱۹۴۱ع کان وٺي آگسٽ ۱۹۴۱ع تائين هلي.

پير صاحب پاڳاري سيد صبغت الله شاهه جن کي آگسٽ ۱۹۴۱ع ۾ ڪراچيءَ وٺي ويا ۽ اتي مير غلام علي ٽالپور جي بنگلي ۾ رکيائون. کين ڪراچيءَ کان ٻاهر وڃڻ جي منع ڪري ڇڏيائون. پير صاحب غلام حسين هدايت الله کي چيو ته جيڪڏهن کين نظربند ڪيو ويو آهي ته کين لکت ۾ اهڙو حڪمنامو ڏنو وڃي ته جيئن هو ڪورٽ ۾ وڃي ان جي خلاف ڪو قدم کڻي سگهي. اهڙي حڪمنامي ڏيڻ کان به گورنر انڪار ڪيو ۽ ڪراچي ڇڏڻ جي اجازت ڏيڻ کان به انڪار ڪيو. ڇڏڻ ته لٺ به سرڪار جي ڇٽ به سرڪار جي.

نيٺ جڏهن ڳالهه ڪنهن هڪ پاسي نه ٿي ته زمينن ڏسڻ لاءِ پير صاحب ڪراچيءَ مان روانو ٿي ويو ۽ سانگهڙ مان ٿيندو ڪيٽيءَ ڏانهن ٿي ويو ته واٽ تي

سيد فتح علي شاهه جي باغ ۾ لڪل پوليس آفيسر مسٽر جينر کين گرفتار ڪري ڪراچيءَ وٺي آيو جتان چوٿين آڪٽوبر ١٩٤١ع تي کين هندوستان جي سينٽرل پراونسز ۾ ناگپور جي پرسان سيئني Seoni جي جيل ڏانهن ڏياري موڪليائون. آگسٽ ١٩٤١ع ۾ پير صاحب جي گرفتاري ۽ آڪٽوبر جي چوٿين تاريخ تي جلاوطني ڪان وٺي جون ١٩٤٢ع واري مارشل لا جي نفاذ ۽ آگسٽ ١٩٤٢ع ۾ ڦاسيءَ جي پڪيءَ تجويز تي سنجيدگيءَ سان غور ڪرڻ تائين واري عرصي ۾ انگريزن هر هٿيار آزمايو ۽ هر ممڪن ڪوشش ڪئي ته بن مقصدن مان ڪو هڪ حاصل ٿئي. اول ته حڪومت جي دٻاءَ ڪان مجبور ٿي پير صاحب ڪنهن به طريقي سان انگريزن جي غلامي ۽ وفاداريءَ جو علي الاعلان (ڪليو ڪلايو) مظاهرو ڪري. جيڪڏهن اها ڳالهه پير صاحب نه مڃي ته حڪومت جي طرفان ٿيندڙ مسلسل دٻاءَ جي ڪري پير صاحب جا مريد انگريزن جي هٿان ۾ پير صاحب جي بيوسي ڏسي سندس چئي مان نڪري وڃن ۽ انگريزي حڪومت جي چئي ۾ اچن. پر انگريزن جي مڙني ڪوشش جي باوجود سندن هڪڙو به مقصد حاصل نه ٿيو.

هيستائين پير صاحب جي خلاف آفيسرن جون ڳالهيون ۽ خارون گهٽيون ٿي هيون پر مٿن ڪو ڪيس ڪونه هو جنهن جي ڪري کين ڪنهن ڪورٽ ۾ پيش ڪيو وڃي. نڪي ايستائين ڪو مارشل لاءِ جو قانون جاري ٿيل هو جو انڌا ڌنڌ ۾ جيڪي وڻين سو ڪري ڇڏين. انهيءَ ڪري سڄي سرڪاري مشينري لڳي وئي انهيءَ ڪم سان ته پير صاحب جي خلاف ڪو اهڙو ڪيس ناهجي جو ياته ڪيس هميشه لاءِ سنڌ ڪان ٻاهر موڪليو وڃي يا ڪيس ڦاهي ڏني وڃي. ٻاهر جلاوطنيءَ لاءِ ڀرپائين ته انڊمان جي ٻيٽن جو نالو تجويز ٿيو پر سرڪاري آفيسر جيڪي پير صاحب جي پاڇي ڪان به ڊنا ٿي سي تجويز ڏيڻ لڳا ته کين آسٽريليا جي ڏاکڻي حصي واري ٻيٽ ٽاسمانيا (Tasmania) ڏانهن موڪليو وڃي. جيئن ته سنڌ ڪان جيترو پري هجي اوترو سٺو. پئي پاسي اهو ڪم ڏنائون جو پير صاحب جي خلاف ڪو ثبوت هٿ ڪرڻ لاءِ آڪٽوبر ١٩٤١ع ۾ ڳڙنگ واري بنگلي تي حملو ڪيائون. اتي هر ڪمري جي تلاشي ورتائون// پير صاحب جي بيبيءَ ۽ شهزادن کي گرفتار ڪري ڪراچيءَ وٺي آيا. بنگلي تي تلاشيءَ مان هڪڙو ڪتاب مليو جنهن ۾ مريدن کي ڪي هدايتون ڏنل هيون. هيءَ ڪتاب نوابشاهه جي شاهنواز پيرزادي ڪان ترجمو ڪرايائون ۽ ڪيس گهٽوئي ورسايائون انهيءَ آسري ۾ ته ڪا اهڙي ڳالهه





ترجمي ڪندي لڪي وڃهي جنهن کي پير صاحب جي خلاف استعمال ڪري سگهجي، پر ان مان حڪومت کي ڪجهه به حاصل نه ٿيو. ان ڪان پوءِ پير صاحب جي وڏن وڏن مريدن، خليفن ۽ غازين کي گرفتار ڪيائون ۽ ڪانئن پڇيائون ٿي ته ٻڌايو ته اوهان کي پير صاحب ڪهڙا حڪم ڏنا هئا.

هن پيري حڪومت وارن اهڙي ڪا ڳالهه ڳجهي رکي جو حرن کي چڱيءَ طرح معلوم نه ٿي سگهيو ته پير صاحب کي ڪيڏانهن وٺي ويا آهن، حالانڪ هندوستان جي مڙني جڳهن تي مريد ماڻهن کي چتاءُ ڏنو ويو ته جيئن ڪا ڪڙڪ پوي ته پير صاحب جي وڏن فقيرن کي اطلاع موڪلين.

جڏهن پير صاحب کي گرفتار ڪري هندوستان موڪلي ڇڏيائون ته پويان پير صاحب جي غازين انگريزن جي حڪومت سان پنهنجي وت، طاقت ۽ سمجهه آهر مقابلي جا قدم کنيا. ست مهينا حڪومت هر طريقي سان انهيءَ تحريڪ کي دٻائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر حالتون پوليس جي وس ڪان نڪري ويون. ۽ حڪومت کي سنڌ ۾ حر تحريڪ کي چيڀڻ لاءِ ١٨٩٣-١٨٩٨ع واري مارشل لاءِ ڪان پوءِ هاڻي اها ٻي مارشل لاءِ ڀرين جون ١٩٤٢ع تي لڳائڻي پئي.

مائي ساره انصاريءَ جي ڪتاب مان پتو پوي ٿو ته پير صاحب کي گرفتار ڪرڻ ڪان اڳ بمبئيءَ ۾ گورنر وٽ گڏجاڻين دوران جيڪي آفيسر پير صاحب جي خلاف هئا تن تمام سخت مؤقف اختيار ڪيو هو. وڏيون وڏيون ڳالهيون ڪيائون ٿي ته پير صاحب وڏي فوج پيو تيار ڪري جنهن کي حڪومت جي خلاف اهڙي وقت استعمال ڪندو جنهن وقت پاڻ ڪنهن مشڪل ۾ ڦاٿل هوندي. اهي حڪومت وارن پاڻ افواهه پکيڙيا هئا، پر مائي ساره انصاري لکي ٿي ته اهڙن گمبير الزامن هٿڻ جي باوجود وٽن افواهن ڪان سواءِ ڪو نوس ثبوت ڪونه هو (جنهن جي آڌار تي پير صاحب تي ڪنهن ڪورٽ ۾ ڪو ڪيس يا مقدمو هلائي سگهن ها)، انهيءَ ڪري جو چيائين ته افواهن کي قانون جي عدالت ۾ ڪوبه وزن ڪونه هو،

Despite the gravity of these accusations, the British had no evidence save hearsay, which did not carry weight in a court of law... (p. 141)

ضلعي جي سطح تي جيڪي ديسي عملدار هئا اهي رپورٽن تي رپورٽون لکڻ ۾ رڌل هئا ته وارو ڪريو نه ته پير صاحب وڏي طاقت حاصل ڪري ويندو. پير صاحب جي گرفتاريءَ ڪان اڳ ضلعي جي سطح تي سکر جي عملدارن تجويز ٿي

کيو تہ کنگريءِ جي ڪوٽ تي، گڙنگ جي بنگلي تي، يا ڪيٽيءِ جي علائقي تي حملو ڪري اتان اهي ثبوت هٿ ڪيا وڃن جيڪي هنن جو خيال هو تہ اتي پيا آهن ۽ پير صاحب کي قانون جي گرفت ۾ آڻڻ لاءِ ڪوڙ ٿيندا. حالانک اها تڪڙپائي عملدارن جي ظن تي ٻڌل هئي. هن کان اڳ ڪا پري جي ڳالهہ تہ ڪانہ هئي جو قانوني اسلح رکڻ جي ڳالهہ غير قانوني بنائي حڪومت وارن پير صاحب کي اٺن يا ڇهن سالن لاءِ جيل موڪلي ڇڏيو هو، اهو جيل ڪمائي پير صاحب موٽي آيا هئا سو هاڻي عملدارن جي اها خام خيالي هئي تہ پير صاحب اهڙو ڪو ثبوت ڇڏيندو جنهن جو پڙ وٺي ڪيس حڪومت ڀيهر سزا ڏئي سگهندي. حڪومت وارن اهي ٽيئي ٽاڻا آزمايا پر ڪين وريو ڪجهہ بہ ڪونہ. پير صاحب جي گرفتاريءِ کان ستت ئي پوءِ آڪٽوبر ١٩٤١ع ۾ گڙنگ جي بنگلي تي حملو ڪيو ويو، اتي تلاشي ورتي وئي، ۽ بنگلي کي بمبار ڪري ختم ڪيو ويو ۽ ان جي پرسان جيڪي لانڍيون هيون انهن کي باهيون ڏئي ساڙيو ويو. پر اتان ڪابہ اهڙي شيءِ هٿ نہ آئي جنهن کي پير صاحب جي خلاف ڪورٽ ۾ استعمال ڪري سگهجي. ان واقعي کان تقريبا يارهن مهينا پوءِ، پير صاحب کي شهيد ڪرڻ کان ڇهہ مهينا اڳ، ڇهين سيپٽمبر ١٩٤٢ع تي ڪنگريءِ جي ڪوٽ کي بمبار ڪري ساڙيو ويو، اتان گهٽائي کي خزانا هٿ ڪيائون، پر اهڙي ڪا بہ شيءِ اتان بہ هٿ ڪانہ آئي جنهن سان پير صاحب جي خلاف ڪا شهادت ملي. سون هٿ آيو، چاندي هٿ آئي، روڪ پئسا هٿ آيا، ڪتابخانن مان هزارين ڪتاب هٿ آيا، زيارتين کي کارائڻ جي لاءِ رکيل اناج هٿ آيو، پر اهو اسلح هٿ نہ آيو جيڪو سرڪاري آفيسرن جي ذهنن جي اختراع جي ڪاخانن مان نهي نڪتو هو. باقي رهي ڪيٽي سو اهي بہ چار ايڪڙ جتي شايد ڪي آثار اهڙا هجن ها جن مان حڪومت کي ڪو فائدو ٿئي ها سي آگسٽ – آڪٽوبر ١٩٤١ع تي پير صاحب کي گرفتار ڪرڻ واري زماني ۾ (اڳ يا پوءِ) درياهہ پائي پاڙ سان ڪٽي ويو.

اهڙن هٿيارن جو پوءِ بہ ڪو پتو ڪونہ پيو. ليمبرڪ جو خيالي مک ڪردار بہ ان راز جو تعويذ ناهيو پيٽ ۾ لڪايو گهمندو ٿي وتيو، پر اهو راز نہ رحيم هنگوري کي هٿ آيو نہ ڪنهن ٻئي کي ئي هٿ آيو. نيٺ ليمبرڪ بہ مڃيو تہ جن هٿيارن جي هيڏي وڏي ڳالهہ هئي سي حڪومت کي ڪٿان بہ هٿ ڪونہ آيا.





To the best my knowledge the great stores of arms secretly cached by the Pir's orders just beyond the eastern frontier of Sind were never found. Only the bare fact of their existence was confirmed in the message entrusted by Sainrakhio to his cell-neighbour... (Lambrick, The Terrorist, p.241)

انگريز رڳو انهيءَ ڳالهہ جي شهادت ڳوليندا رهيا تہ حڪومت سان مقابلي ڪرڻ لاءِ جيڪو پير صاحب اسلحو گڏ ڪيو هو سو ڪٿي آهي. مورڪن کي اها خبر ڪانہ هئي تہ هيءُ مقابلو هٿيارن جو هوئي ڪونہ. هيءُ تہ مقابلو ايمان جو هو.

عملدارن مان ڪن تجويز ٿي ڪيو تہ اهڙو ڪو ڪيس ناهجي جو پير صاحب کي ١٨٢٧ع جي قانون جي قلم ٢٥ (Regulation XXV of 1827) هيٺ سنڌ کان ٻاهر ڪنهن پرانهين هنڌ ملک بدر ڪيو وڃي جيئن آهستي آهستي مريدن تان سندن اثر گهٽ ڪري سگهجي. انهيءَ سلسلي ۾ هڪڙن تجويز ٿي ڪيو تہ ڪين انڊمان جي ٻيٽن (Andman Islands) ۾ موڪليو وڃي (جنهن کي ان وقت سنڌ ۾ ڪارو يا ڪارو پاڻي چوندا هئا.) ٻين کي ٻپ ٿي ٿيو تہ پير صاحب ڪاري پاڻيءَ مان بہ مريدن جي دلين تي ۽ ذهنن تي پيو حڪومت ڪندو ان ڪري سندن رتا اها ٿي وڃيو ٻيئي تہ انڊمان جي بدران ڪين اجان بہ پرانهين علائقي، ڌرتيءَ جي ٻنهہ چيڙي تي، آسٽريليا جي ڏاکڻئي حصي، تاسمانيا (Tasmania) ۾ موڪلي ڇڏجي جتان مريدن کي پير صاحب جي بوءِ بہ نہ اچي سگهي، خبر بہ نہ پوي تہ آهي ڪٿي. حڪومت وارن وٽ اهڙن عقل جي اڪابرن جي ڪوٽ ڪانہ هئي، هنن جو دليل هو تہ "جيڪي چلهہ تي سي دل تي، جيڪي اسريا سي وسريا" جي چوڻيءَ مطابق جيڪڏهن پير صاحب جسماني طرح پري هوندو تہ ڪيس مريدن جي دلين کان پري ڪري سگهبو، پير ۽ سندس مريدن جي وچ ۾ ويڇو پيدا ڪري سگهبو. مادي دنيا جي هنن پوڄارين کي اها خبر ڪانہ هئي تہ پيري مريدي عشق جي اها منزل آهي جتي مغرب جو عقل پهچي ڪونہ سگهندو.

جڏهن پير صاحب کي نيٺ سيئني وٺي ويا تہ پير صاحب جي وارثن مان يا مريدن مان ڪنهن کي ڪا خبر ڪانہ هئي تہ ڪين ڪٿي وٺي ويا آهن. حالانک دنيا جو ڪوبہ قانون حڪومت جي ڪارندن کي اها اجازت نٿو ڏئي تہ ملزم يا قيديءَ کي اهڙي نموني لڪائي رکجي جو ڪنهن مائٽ يا وارث کي خبر نہ پوي تہ ملزم يا قيدي ڪٿي آهي. اهڙيون قانوني ڏاوڙسيون انگريزن جي ڪتاب ۾ اڳي

بہ ٻين لاءِ حرام ۽ خود لاڪن (پنهنجي لاءِ) حلال هيون ۽ اڄ بہ ائين آهي. وٽن هڪڙن لاءِ قانون هڪڙو هو ۽ ٻين لاءِ ٻيو، جيئن تہ قانون ناهڻ وارا تہ پاڻ ئي هئا، ان ڪري ڪين ڪير ئي روڪي سگهيو!

پر جڏهن اهڙن سخت قدمن مان بہ حڪومت وارن کي ڪوبہ فائدو ٿيندو ڏسڻ ۾ نہ آيو تہ حڪومت وارن پڪو ارادو ڪيو تہ ڦاهيءَ جو ڪيس ناهجي. جون ۱۹۴۲ع ۾ مارشل لاء قانون جي نفاذ حڪومت لاءِ اهو ڪم وڌيڪ سولو ڪري ڇڏيو هو. انهين آگسٽ ۱۹۴۲ع تي دهليءَ ۾ واسراءِ جي گهر حر حالتن تي هڪ ڪانفرنس ٿي جنهن ۾ اهو فيصلو ٿيو تہ پير صاحب تي ڦاهيءَ جو پڪو پختو اهڙو ڪيس ناهجي جو جيترو وٽيس اوترو ڦٿڪي پر جان نہ ڇڏائي سگهي.

In August (1942), officials talked of securing 'a really firm hanging case' against the Pir; anything else was considered to be 'quite useless'. (Proceedings of Conference on Hur Situation held at Viceroy's House on 8 August 1942, Lambrick Papers 7/4736, pp. 122-8, India Office Library, as reported in Ansari, p. 145)

جيئن تہ ان مارشل لاء جي ڪيس ۾ حڪومت جا عملدار ئي دعويٰ ڪندڙ هئا، اهي ئي شاهد هئا، ۽ اهي ئي فيصلي ڪرڻ وارا جج هئا، ان ڪري لاڪن (سندن لاءِ) پير صاحب کي ڏوهاري ثابت ڪرڻ ڪو ڏکيو ڪم ڪونہ هو. جيڪو ڪيس نيٺ مارشل لاء قانون مطابق جنوري – فيبروري ۱۹۴۳ع ۾ هلايائون. ان ۾ انگريز بادشاهہ سان بغاوت ڪرڻ، ان سان جنگ جوٽڻ، ۽ ان جي خلاف جنگ ۾ ٻين جي مدد ڪرڻ جي الزامن تي ڦاسيءَ جي سزا مقرر هئي ۽ مارشل لاء جي ڪورٽ ۾ ڪنهن ڪيس جو داخل ٿيڻ ئي ان کي ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي وچ ۾ تہ ڪابہ رڪاوٽ ڪانهي جنهن سان ثابتيءَ کي روڪي سگهجي. ضمير جي نالي جي بہ ڪا شيءِ ميڪياويلي جي سياسي مذهب ۾ حلال نہ هئي. ساره انصاري چوي ٿي:

With the introduction of martial law, the situation changed. Now it was possible to charge the Pir with treason, which carried an automatic death penalty and since the main prosecution witness would be members of the administration there would be no problem in convicting him. (Ansari, p.145)

هن تحريڪ جا مک سردار مکيءَ ۾ مرڪز بنائي ويٺا هئا. خليفي جهنڊي عبدالله جو پٽ غازي محمد يوسف مهر، بچو بادشاهہ جو پٽ وريام خاصخيلي، امام بخش سنجراڻي، دودو ڪوري ۽ ٻيا چوٽيءَ جا غازي پنهنجي ٻارن ٻچن کي





ناري جي دائري واري ٻيٽ ۾ رکيو ويٺا هئا. اهي چار غازي اهي هئا جن جي پيش ڪرڻ لاءِ پير صاحب پاڳاري سورهيہ بادشاهہ تي سندن پنهنجي گرفتاريءَ کان اڳ سرڪار طرفان بار ٻيل هئا. انهيءَ ساڳئي ٻيٽ ۾ غلام فاطمه عرف ڪرڙي بہ اچي رهي هئي جنهن سان محمد اسحاق مڪرئي ويجهڙائپ ۾ انٽرويو ڪيو هو. مکي ۾ انهن جڳهين تي رهندڙ هنن عورتن بندوقن ۽ تلوارن صفا ڪرڻ جو فن سکيو ۽ جهنگل جي هن زندگيءَ جي حساب سان ڪڏهن ڪڏهن ڪين غازين سان گڏجي معرڪن تي بہ وڃڻو پوندو هو.



سورهيه بادشاهه پير صاحب پاڳارو حضرت صبغت الله شاهه شهيد



سر لئنسلاٽ گراهام سنڌ جو گورنر سنڌ جو همدرد، پير صاحب جي شاهدي، لاءِ انگلنڊ مان آيو



# Delegation of Aligarh Students from Sindh Meet Liaquat Ali Khan And Also Sindhi Members of WAR Committee in Delhi

Dr. Baloch reported as under:

It was the end of 1942 and beginning of 1943 when Pir Sahab was being tried by the Military Court in ~~Karachi~~ [Hyderabad?] for rising and waging war against the British King George VI. It was then that there arose imminent fears that Britishers might execute Pir Sahab. Those were the times and Dr. Baloch said he was then a student at Muslim University Aligarh.

Most of the students from Sindh at the University, and even other students, were disturbed a lot at the news of Pir Sahab's trial by Military Court. I and my friends decided to go to Delhi and meet Nawabzada Liaquat Ali Khan who was Secretary General of Muslim League and also (we wanted) to meet the Sindhi members of the WAR COMMITTEE who came to attend meetings in Delhi. It was decided that I [myself], Ghulam Mutafa Shah and Ali Bakhsh Junejo would meet Nawabzada while Ghulam Mustafa Shah and I would meet the Sindhi Members of the WAR COMMITTEE.

I don't remember the exact dates, but it was either the end of 1942 or early 1943 [Pir Sahab was brought back from Seoni on the 16th of January 1943] that these meetings took place in Delhi. I could not accompany Ghulam Mustafa Shah, however, who went to Delhi and met the members. On return he told me that the members were true to the British and at least interested in doing anything for Pir Sahab. One member even said, where we will be if Pir Sahab was there. [ In Sindhi: پير هوندو ته اسان ڪٿي هونداسون-اسان جو ڪهڙو اثر رسوخ رهندو-]. These were the original words of Ghulam Mustafa Shah repeated before the Sindhi students.

The day when we were to go to Delhi to meet Nawabzada Liaquat Ali Khan, Ghulam Mustafa Shah could not join us as he was not feeling well. I and Ali Bakhsh went to Delhi and inquired about Mr. Liaquat Ali Khan's residence and reached there. He was informed that a delegation from Muslim University Aligarh had come to see him regarding Sindh affairs. Aligarh students at that time carried weight and were highly regarded. So Nawabzada sent a word that he would see us. They opened the gate and took us inside the drawing room and tea was served. First Begum Liaquat Ali Khan came to meet us. She welcomed us and told us that Nawabzada Sahab would soon come and meet us. She was very polite and kind to us.

Thereafter Mr. Liaquat Ali Khan came and met us warmly. He inquired about welfare and about Aligarh University and back at home and Sindh. When he asked us about the purpose of our visit, we told him that a great man like Pir Sahab Pagaro was being tried by the Military Court, but no effective voice had been raised for him. We told him that British government was biased against Pir Sahab Pagaro and was proceeding against him on false accusations. Long back, Jinnah Sahab had come to Sukkur to plead for him and he had noted the government's bias against Pir Sahab Pagaro. We said the Muslim League was now powerful and it should take up the just cause of Pir Sahab Pagaro. We said, "Sir, you talk to Jinnah Sahab and that he should talk to the government to set Pir Sahab free." Nawabzada listened to us and then said that All India Muslim League would take action only when the Sindh Provincial Muslim League passes a rsolution. He told us to meet the members of the Sindh Muslim League and persuade them to do so. Then he told us that unfortunately the most of the members of the Sindh Muslim League were against Pir Saghab, etc. etc. ... into Sindhi.



موجوده پير صاحب پاڳاري جي دستار بندي



حضرت شهيد بادشاهه شهادت کان پوءِ

ڪرسيءَ تي ويهاري، ڪجهه خليفن کي ديدار ڪرايو ويو ته جيئن انهن کي يقين نه اچي ته ڪو ڪين قتل ڪيو ويو آهي. انگريزن جي ظلم جي انتها اها آهي ته ڦاسي ڏيڻ ۽ جام شهادت پيئڻ کان پوءِ جسد خاڪيءَ کي کٽ يا اسٽريچر تي رکڻ جي بجاءِ ڪرسيءَ تي ويهاريو ويو آهي.



پانڌيڙا جيڪي رتناگريءَ پيادا پنڌ ويا



خانبهادر حاجي محمد حيات خان جوڻيجو



سردار محمد يعقوب، جنهن حرن لاءِ لوڙها تجويز ڪرايا ۽ ڪرمنل ٽرائيبس ايڪٽ پاس ڪرايو.



خانصاحب عطا محمد پلي



پير صاحب جو ١٩٣٠ع ۾ مريدن جي لاءِ فرمان



[illegible]

سورهيه بادشاه جو خط خانبهادر محمد ايوب کهڙي کي لکيل ته محمد علي جناح کي سنڌ وکيل ڪيو وڃي.



محمد يامين
دعوت اسلام سکر جو ايڊيٽر



# عليڱڙهه جي سنڌي شاگردن جي وفد جي لياقت علي خان ۽ وار ڪميٽيءَ جي سنڌي ميمبرن سان ملاقات

جنهن زماني ۾ اهي ڳالهيون ٿي رهيون هيون تنهن زماني ۾ عام مريدن کي ته ٿي سگهي ٿو ته پتو نه پئجي سگهيو هجي، پر لکيل پڙهيل ماڻهن کي خبر هئي ته حڪومت جا ڪهڙا ارادا آهن. پر ڪجهه ڪوبه ڪونه ٿي. هڪڙا ماڻهو ته خوش هئا ته ائين ٿئي جو سياست ۾ پير صاحب جي مداخلت نٿي چاهيائون، ٻيا ڏنا ٿي ته جيڪڏهن پير صاحب جي فائدي ۾ ڪجهه چئبو ته اها ڳالهه ماڳهين سنڌ ڳچيءَ ۾ پوندي. ڪن ڪانگريسين کي ٿورا گهڻا بيان ڏنا، پر ٻين مسلمانن کان ڪونه پڳو جو ڪجهه چون ها يا ڪن ها.

پوءِ سنڌ مان جيڪي شاگرد علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ ۾ ان وقت پڙهي رهيا هئا انهن اهو سوچيو ته انهيءَ ڳالهه کي سياسي ليول (سطح) تي اٿارڻ کپي، جنهن نموني پير صاحب کي گرفتار ڪيو ويو هو، جنهن نموني ڪيس کي حڪومت وارن کنيو هو، ۽ ان کان پوءِ جنهن نموني حر ايڪٽ پاس ڪيو ويو هو، ۽ جنهن نموني مارشل لاءِ جو قانون نافذ ڪيو ويو هو، ان مان انهن شاگردن کي اهو اچي ڏپ يا ويچار ٿيو ۽ ڏسڻ ۾ به ائين ٿي آيو ته حڪومت وارن اهو طيءِ ڪري ڇڏيو هو ته پير صاحب کي ڦاسي ڏيندا. ان ڪري انهن سوچيو ته جيڪي ڪري سگهجي سو ڪجي.

پاڻهئي ملندم هوت، پر آءٌ به اڳيري ٿيان
متان چوي بلوچ، ته ڪميٽيءَ مان ڪين ٿيو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جن ان وقت علي ڳڙهه ۾ شاگرد هئا. ڊاڪٽر صاحب ١٩٩٣ع جي ڊسمبر ۾ مون سان گفتگو ڪندي مون کي ٻڌايو ته علي ڳڙهه ۾ پاڻ، غلام مصطفيٰ شاهه، علي بخش جوڻيجو، ۽ ٻيا ان وقت شاگرد پڙهندا هئا. مون کي ۽ غلام مصطفيٰ شاهه کي هڪ طرف، ته مون کي ۽ علي بخش کي ٻئي طرف پريشاني هئي. پر سنڌ جا جيڪي شاگرد هئا سي انهيءَ ڪيس جي ڪري پريشان هئا. پوءِ پاڻ ۾ صلاح ڪيائون ته دهليءَ هلجي ۽ اتي هلي نواب

لياقت علي خان سان ملجي ۽ ڪيس چئجي تہ پاڻ بہ ڪجھ ڪري ۽ محمد علي جناح صاحب کي بہ چوي تہ هو ان سلسلي ۾ ڪجھ ڪري.

ڊاڪٽر صاحب چيو تہ مون، غلام مصطفيٰ شاھ ۽ علي بخش جوڻيجي فيصلو ڪيو تہ اسين دهليءَ ۾ لياقت علي خان سان ان سلسلي ۾ ملنداسون: ۽ غلام مصطفيٰ شاھ ۽ آءٌ ”وار ڪميٽيءَ“ جي سنڌي ميمبرن سان ملنداسون. آءٌ غلام مصطفيٰ شاھ جو ساٿ ڏئي ڪين سگهيس، جيڪو دهليءَ ۾ ”وار ڪميٽيءَ“ جي سنڌي ميمبرن سان مليو. واپسيءَ تي هن مون کي ٻڌايو تہ ميمبر انگريز سرڪار سان سچا آهن ۽ پير صاحب پاڳاري جي لاءِ ڪجھ ڪرڻ لاءِ ڪين ڪاٻہ دلچسپي ڪانهي. هڪڙي ميمبر تہ چيو تہ **”پير هوندو تہ اسان ڪٿي هونداسون. اسان جو ڪهڙو اثر رسوخ رهندو.“** اهي غلام مصطفيٰ شاھ جا اصل لفظ هئا جيڪي هن سنڌي شاگردن جي اڳيان ورجايا هئا.

نواب لياقت علي خان سان ملڻ وقت غلام مصطفيٰ شاھ، خبر ناهي تہ ٻاهر ويل هو يا بيمار هو. ٻيا دوست بہ هٽ ڪونہ آيا. باقي بہ ڄڻا، نبي بخش خان بلوچ ۽ علي بخش جوڻيجو، ان مهم تي نڪري پيا تہ دهليءَ وڃي نواب صاحب سان ملن. ڊاڪٽر صاحب چيو تہ دهليءَ پهچي نواب صاحب جي ڪوٺيءَ جي پڇا ڪيائون. اتي پهچي ٻڌايائون تہ علي ڳڙھ يونورسٽيءَ جي شاگردن جو هڪڙو وفد آيو آهي جيڪو سنڌ جي سياسي حالتن متعلق اوهان سان ڳالهائڻ چاهي ٿو. ڊاڪٽر صاحب چيو تہ ان وقت علي ڳڙھ جي شاگردن کي وڏي اهميت هوندي هئي، سندن ڳالھ کي وزن هوندو هو. ۽ سياسي ماڻهو انهن سان ملڻ کان نہ ڪيٻائيندا هئا. ان ڪري فورا جواب آيو تہ نواب صاحب اوهان سان ملندو. دروازو کوليائون ۽ وفد جي هنن ٻن ميمبرن کي اندر وٺي ويا، ڪين وڏيءَ عزت سان ويهاريائون، ۽ ڪين چانھ جي آڇ ڪئي وئي. انهيءَ وچ ۾ ليڊي (مسز) لياقت علي خان پاڻ آئي ۽ ڪين ويهڻ لاءِ چئي ڪين ٻڌايائين تہ نواب صاحب اچن ٿا.

ڊاڪٽر صاحب جن چيو تہ تمام سٺي نموني سان سندن آڌرڀاءُ ڪيائين. پاڻ اجان وينائي مس هئا تہ نواب صاحب آيو ۽ ڪائنن خبرون چارون ورتائين تہ سندن ڪيئن اچڻ ٿيو هو. وفد جي هنن رڪنن چيو تہ ”اسين اوهان وٽ انهيءَ ڪري آيا آهيون جو پيو تہ ڪوبہ ماڻهو نڪي ڪجھ ڪري ٿو نڪي ڪجھ چوي ٿو. پر اها ڪهڙي ڳالھ آهي جو پير صاحب پاڳارو هيڏي وڏي هستي آهي ۽ ان تي حڪومت





وارا ههڙا ڪوڙا ڪيس ٺيا هلائين. انگريز سڀ ڪجھ ڪري پيو. جيڪڏهن ان جي جڳھ تي ڪو هندو هجي ها تہ ڪانگريس تہ ضرور ڪجھ نہ ڪجھ ڪري ها. پر مسلمانن جي هيڏي وڏي جماعت آهي، مسلم ليگ، اها ڪجھ بہ نٿي پئي ڪري. اسين سمجهون ٿا تہ مسلم ليگ کي ڪجھ نہ ڪجھ ڪرڻ گهرجي. اوهان هيڏي وڏيءَ هستي وارا آهيو: اوهان بہ (ذاتي طور) ڪجھ نٿا ڪريو. مسلم ليگ کي ۽ اوهان کي ڪجھ نہ ڪجھ ڪرڻ گهرجي. ههڙي وڏي واقعي تي جيڪڏهن مسلم ليگ ڪجھ نہ ڪيو تہ سڀاڻي مسلم ليگ تي مسلمانن جو ڪهڙو ڀروسو رهندو. هيءُ مسلمانن جو ڪم (cause) آهي. انهيءَ ۾ مسلمانن مان ڪنهن کي ڪابہ دلچسپي ڪانهي. انهيءَ تي مسلمانن کي ڪجھ نہ ڪجھ ڪرڻ گهرجي.“

ان تي نواب لياقت علي خان وراڻيو تہ ”ائين ناهي (تہ مسلمانن کي ڪابہ دلچسپي ڪانهي)، اسان کي سڀ ڪجھ معلوم آهي (تہ حڪومت ڇا پئي ڪري.) قائد اعظم بہ پير صاحب سان همدرداڻو رويو رکن ٿا.“

ڊاڪٽر صاحب چيو تہ ”برابر، قائد اعظم تہ پير صاحب جي طرفان ڪيس بہ وڙهي چڪا آهن. ڪين سڄي خبر آهي تہ حڪومت وارا ڪيئن پير صاحب جي پويان (هٿ ڌوئي) ڪاهي پيا آهن.“

تنهن تي بالآخر نواب صاحب چيو تہ ”اهي سڀ ڳالهيون آهن، پر اسين ڇا ڪريون. اسين سياسي (پاليٽيڪل) ماڻهو آهيون. اسان جا سڀئي سلسلا جيڪي ٿيندا آهن، جيڪي تجويزون ٿينديون آهن سي اسان جي صوبائي (پراونشل) ليگ وارا تجويز ڪري اسان کي موڪليندا آهن. ڇيائين تہ هاڻي اها بدقسمتي آهي تہ سنڌ جي جيڪا مسلم ليگ آهي سا پير صاحب جي خلاف آهي.“

نواب لياقت علي خان چيو تہ ”هاڻي اوهان هيئن ڪريو جو سنڌ جي مسلم ليگ وٽ وڃو. اتي جي ميمبرن کي آماده ڪريو تہ ڪجھ پير صاحب جي متعلق چون. ڇيائين تہ ڪي ٿورا آهن جيڪي پير صاحب جي فائدي ۾ ڳالهائين ٿا، پر گهڻائي انهن ماڻهن جي آهي جيڪي سندن خلاف آهن. اوهان انهن ماڻهن وٽ وڃو. انهن کي مڃايو، آماده ڪريو، convince ڪريو، انهن کي ٻڌايو تہ اسان کي رزوليوشن ناهي موڪلين تہ جيئن اسين اڳتي ڪجھ وڃي ڪري سگهون.“

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن تہ مون سان ائين ۽ ايتري ڳالھ ڪئي، نواب لياقت علي خان صاحب جي ان چوڻ مان جيڪو انومان ڊاڪٽر صاحب جي وفد کي ڪيڻو

هوندو سو ڪڏهن پنهنجي دل ۾ رکيو هوندائون. اسان به زور ڏئي اهو ڪونه پڇين ته انهيءَ چونڊ مان نواب صاحب جو مقصد ڇا هو؟ پر پيو ڪو به ماڻهو جيڪو پاڻ اٿي جو ڪائي ٿو سو سمجهي سگهي ٿو ته هيڏي وڏي ماڻهوءَ لاءِ جيڪڏهن لياقت علي خان ڪنهن کي چونڊ چاهي ها يا اخبار ۾ بيان موڪلڻ چاهي ها ته ڪيس ڪنهن رزوليوشن جي ضرورت ڪانه پوي ها. پنهنجي مرضيءَ سان پنهنجي ايماء تي اهڙو بيان ڏئي سگهي ها. پر بالآخر ائين ڇو ڪري جو ڪيس پير صاحب سان ڪو به ذاتي غرض ڪونه هو. پير صاحب مسلمان هو ته ڇا ٿيو، مسلم ليگ جو ميمبر ته ڪونه هو. پوءِ اهو بهانو هو جيڪو غير ماڻهو پنهنجي بي دخلي يا بي تعلقي ڏيکارڻ لاءِ ڏئي سگهيو ٿي. ڳالهه در اصل ائين آهي ته انهن ماڻهن ۾ ايڏو ظرف ئي ڪونه هو جو ذاتي غرض رکڻ کان سواءِ، الله ڪارڻ ڪا شاهدي ڏين ها. جيئن ته پير صاحب مسلم ليگ ۾ شامل ڪونه ٿيو هو، ان ڪري سنڌ مسلم ليگ وارا ساٺن وير وجهي وينا هئا، ۽ مرڪزي مسلم ليگ وارن مناسب اهو ٿي سمجهيو ته ڏوهه ڏين صوبائي مسلم ليگ تي ۽ پاڻ چپ ڪري ويهي تماشو ڏسن. قائد اعظم محمد علي جناح به چپ رهيو. پر پوءِ اڳتي هلي انهيءَ ساڳئي نوابزادي انهيءَ ساڳئي قائد اعظم سان سندس مرڻ کان اڳ ڇا ڪيو ان جو تفصيل هوند اسٽينلي وولپرٽ Stanley Wolpert جي ڪتاب (Jinnah of Pakistan, 1984) ۾ پڙهجي!

ڊاڪٽر صاحب چيو ته اهو مون اوهان کي ٻڌائڻ ٿي چاهيو ته اسان ۱۹۴۳ع ۾ لياقت علي خان سان مليا هئاسون. ۱۹۴۸ع يا ۱۹۴۹ع ۾ جڏهن نوابزادو صاحب پير صاحب جي شهزادن سان لنڊن ۾ وڃي مليو ته ان ڳالهه کي ڪو گهڻو عرصو ڪونه گذريو هو جو ڪيس ڪا به ڳالهه ياد ڪانه هوندي. پر پير صاحب جن ايستائين ڪونه واپس آيا جيستائين لياقت علي خان زنده هو.

## مٽ مان اوير وارو پاڻي پيارڻ

پير حزب الله شاهه جي زماني ۾ ئي فرق وارن ٻين ماڻهن سان ڪاڻ پيڻ ڇڏي ڏنو هو. نه رڳو ٻين نامريدن يا غير مريدن سان نٽي ڪاڏائون پيتائون پر پير صاحب پاڳاري جي ٻين مريدن، سالمن سان به ڪاڻ پيڻ ڇڏي ڏنائون. انهيءَ ڳالهه جي خبر سڀجي ڏيهه کي هئي. پوءِ انگريز جي سرڪاري عملدارن کي به انهي ڳالهه





جي خبر هئي. جنهن کي مختلف وقتن تي پنهنجي مقصد لاءِ استعمال ڪندا رهندا هئا. جڏهن سنڌ ۾ ڪرمنل ٽرائبز ايڪٽ لاڳو ٿيو ۽ حر مجرم قرار ڏنا ويا ته انگريز انهن کي ڳولي ڳولي ماريندا هئا يا جيلن ۾ بند ڪندا هئا. ان زماني ۾ اها هڪڙي تصديق ڪندڙ پرک (confirmative test) هئي ته جيڪو ٻين سان گڏجي مٽ مان پاڻي نه پيئندو ته اهو حر يا فرق وارو آهي. پوءِ گهڻا عملدار حرن کي سڏائي ڪين عام مٽ مان ٻين جي استعمال ٿيل ڪنجيءَ مان پاڻي پيڻ جو چوندا هئا. اهو انهيءَ لاءِ ڪندا هئا ته جيئن حرن جي حس پيچجي ۽ ڪين هيسائجي. ٿي سگهي ٿو انهيءَ ۾ ڪي چڱا ماڻهو به هجن ۽ نيڪ نيتيءَ سان چاهيندا هجن ته حرن تان اهو ڏولاءُ لهي. پوءِ مقصد ڪهڙو به هو پر حرن کي عام ڪچهرين ۾ سڏائي ڪين مٽ مان پاڻي پيڻ لاءِ چوندا هئا. ڪين ٻڌائيندا هئا ته جيڪڏهن اوهين مٽ مان اهو پاڻي پي وجو ته اسين حڪومت کي لکي موڪليندا سون ته هي ماڻهو حر ناهن. متانئن سختيون لاٿيون وجن ۽ سندن نالا هسٽري شيٽن مان ڪڍيا وڃن.

اها ڳالهه بظاهر ماڻهن جي ڀلائيءَ جي هئي، پر انهيءَ ڳالهه ۾ اٽڪل اها هئي ته حر ماڻهو پنهنجو ايمان وڃائي اهو چون ته هو حر ناهن. حرن لاءِ حر سڏائڻ ڪو مهڻو ته ڪونه هو جو چون ته هو حر ناهن. ڪو حر هجي ۽ چوي ته هو حر ناهي، ڪو پير صاحب جو مريد هجي ۽ چوي ته هو مريد ناهي. اها ڳالهه ڪرڻ ائين آهي جيئن ڪو مسلمان هجي ۽ چوي ته هو مسلمان ناهي.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب چيو ته اهڙو ڪو هڪڙو اڌ واقعو ڪونه ٿيو جو حرن کي سڏائي مٽ مان پاڻي پياريو وڃي، اهڙا ڪيئن کي واقعا مختلف هنڌن ۽ مختلف موقعن تي ٿيا. انهن واقعن مان مقصد حرن کي هيسائڻ هو. حڪومت وارن کي خبر هئي ته حرن جون ڪمزوريون ڪهڙيون آهن. حرن جو پنهنجن سان ڪاڻ پيڻ هوندو هو ۽ ٻين سان نه ڪائيندا هئا. پوءِ انهيءَ ڳالهه کي بهانو بنايو ويو ته هنن کي چونداسون ته هيئن ڪريو پوءِ ڏسون ته ڪن ٿا يا نٿا ڪن. پوءِ جاسوسن به ڪين چيو هو ته انهن کي سڃاڻڻ سولو آهي ته اوهين پاڻيءَ جي مٽ مان ڪنجي، چل، يا وٽو ڀري ان مان پاڻيءَ جو ڍڪ ڀريو يا پئي ڪنهن کي پياريو ۽ پوءِ وري هنن حرن مان ڪنهن کي چل ڏئي چئو ته اسين به مسلمان آهيون، اوهين به مسلمان آهيو، هاڻي هن مان ڪري ڍڪ پاڻيءَ جو پريو ته اوهان جا نشان ۽ هسٽري شيٽ مان اوهان جا نالا ڪڍي ٿا ڇڏيون. ائين ڪرڻ سان پاڻهئي خبر پئجي ويندي. پوءِ

اها ڳالهه جتي ڪٿي شروع ٿي وئي. صوبيدارن به ائين ٿي ڪيو ته جيڪي ڪماني هئا، انسپيڪٽر هئا، انهن پنهنجي سطح تي، پنهنجي ليول (level) تي ائين ٿي پئي ڪيو. تنهن ڪان پوءِ مٿين عملدارن وٽ به اهڙيون ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ ڳالهيون هليون، پر گهڻو ڪري اهڙيون ڳالهيون هيٺينءَ سطح تي هليون ٿي، مٿيئن ليول تي گهٽ هيون. اهو انهيءَ ڪري جو مٿيئن ليول تي وڃڻ وارا به وڏا وڏا فقير هئا ۽ اهي ويندا به وڏن وڏن آفيسرن وٽ هئا، ۽ ڪين گهرائڻ وارا به وڏا وڏا عملدار هوندا هئا جن کي انهيءَ ڳالهه جي خبر هوندي هئي، انهيءَ ڪري اهڙيون ڳالهيون وڏن فقيرن سان ڪون ڪندا هئا. انهيءَ ڪري مٿي اهو مسئلو ڪون هو پر هيٺينءَ سطح تي اهڙيون ڳالهيون گهڻيون ٿينديون هيون.

فقيرن جو انهيءَ ڳالهه بابت ڪهڙو خيال هو؟ هنن ڏٺو ٿي ته انگريزن جا آفيسر ڪين تنگ ٿا پيا ڪن ۽ ڪنهن نه ڪنهن نموني سان هيسائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ۽ اسان کي ڏنو ڪرڻ چاهين ٿا، اِڪسپوز (expose) ڪرڻ چاهين ٿا ته اسين سندن ڳالهه ۾ اچي پنهنجي جان کي مٿو ڪيون ۽ پنهنجي ايمان کي وڃايون. ان ڪري سندن رويي ۾ به سختي ٿي آئي. اهڙن واقعن مان هڪڙو واقعو راوتياٽيءَ جي بنگلي تي سنجهوري تعلقي ۾ ٿيو. هڪ وڏي پوليس جي نفري سڏيائون. اتي سرڪاري بنگلا آهن ۽ راوتياٽي نوابشاهه ڪان سانگهڙ ڏانهن ويندي ڪامورن هڪ خاص منزل يا هالٽ (halt) هنئي ۽ ٻي حر علائقي جي وچ ۾ هنئي هئي. اتي پير صاحب جي مريدن کي سڏيائون. ان وقت عملدارن ۾ وڏو ڪماني هو، ان جي مرضي هئي ته هنن کي سمجهايون ته اوهين به مسلمان آهيو، اسين به مسلمان آهيون. ائين سمجهي ويندا.

اڳي جڏهن اهڙا جلسا ڪندا هئا ته مٿن ۾ اوبر وجهندا هئا. چل پري ان مان ڊڪ پري، بچيل پاڻي وري مٽ ۾ نائي، پوءِ فقيرن کي چوندا هئا ته هاڻي هن مان پاڻي پيئو. فقيرن جي اکين آڏو ائين ڪندا هئا. هن ڀيري انهيءَ وڏي آفيسر جي اچڻ ڪان اڳ ٻين عملدان فقيرن کي چيو ته اوهين پاڻ وڃي پنهنجي هٿن سان پاڻيءَ جو مٽ پري اچجو ۽ پاڻ ئي پنهنجي هٿن سان ڪنجي يا چل پري ان مان پئجو. سرڪاري ماڻهن مان ڪوبه ماڻهو نڪي انهيءَ مٽ کي هٿ لائيندو نڪي چل کي هٿ لائيندو، اسين نڪا ڪا ان ۾ اوبر وجهنداسون نڪي ڪا ان ۾ گرڙي ڪنداسون. ٻي ڳالهه ڪانهي ڪا، نڪو ڏوڪو نڪو فريب. هيئن اوهان کي پاڻيءَ





پري اچڻ لاءِ چونداسون ۽ اوهين پاڻ پاڻي پري اچجو ۽ اهو پاڻي اوهان پاڻ پنهنجي هٿن سان پري پئجو. اوهين ڪٽي ٿورو پاڻي پئجو. هڪڙو ڊڪ پاڻيءَ جو پئجو. ڳالهه ٿورڙي آهي. اوهان جي جان ڇٽي پوندي. ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي. هڪڙي فقير کي چيائون ته "اڙي بابا، تون وڃي مٽ پري اچ." فقير ويو سو وڃي مٽ پري آيو. پوءِ جڏهن آفيسر يا ڪماني آيو ته ان تقرير ڪئي ته "اسين سڀ مسلمان آهيون، اوهين به مسلمان آهيو. اوهان سان هي عقوبتون ٿين پيون، سي اسان کي به پسند ڪونهن. هاڻي اسين اوهان وٽ هلي آيا آهيون. ٿورڙي ڳالهه تان اوهان کي تڪليف ٿي پهچي پئي جو اوهين پاڻي نٿا پيو. بائڪاٽ ٿا ڪريو. هاڻي هي مٽ به نوان آهن، هي ڪنجون به نيون تازيون آهن. هن ڪان اڳي استعمال ٿيل ڪونهن. اوهان منجهان ئي ڪو وڃي شاخ مان يا جمڙائوءَ مان مٽ پاڻيءَ جو پري آيو آهي. هاڻي اوهان اهو پاڻي پيو. اسين اوهان جا نالا لکنداسين ته هنن هنن ماڻهن هيءُ پاڻي پيتو آهي. ۽ پوءِ جيڪا رپورٽ لکنداسون سا مٿي ويندي ۽ اهي سڀ تڪليفون اوهان تان لهي وينديون."

فقير گهڻو ڳالهائيندا ڪون هئا. ماٺ ڪيو ويٺا ٻڌندا هئا. هن آفيسر اها تقرير ڪري بس ڪئي ته هڪڙو فقير اٿيو ۽ چيائين ته "جيڪڏهن اجازت ڏيو ته آءٌ ڪجهه چوان." ڪماني صاحب هن کي اجازت ڏني ته "ها، تون ڀلي چئو."

فقير چيو ته "اسين اهو سمجهون ٿا ته اوهين مسلمان آهيو. اسان کي تمام گهڻي عزت آهي اوهان جي لاءِ. پر اوهان آهيو سرڪاري آفيسر. اها ڳالهه به برابر آهي ته هيءُ مٽ جيڪو آهي سو نئون آهي ۽ پري به اسان جو پنهنجو ماڻهو آيو آهي. پر اهو پري آيو آهي اوهان جي حڪم تي. پاڻي برابر سٺو آهي، تازو آهي ۽ وهندڙ واهه جو آهي. انهيءَ ۾ ڪا خرابي ڪانهي ڪا. نڪا ڪنهن اوبر وڌي آهي، نڪا ڪنهن گرڙي وڌي آهي. جي اسان کي پاڻيئون اڄ هجي ته اسين ڪٽي اهو پاڻي پيون به سهي. پر هيءُ آهي اوهان جو حڪم ته اهو پاڻي پيو، سرڪار جو حڪم ته پاڻي پيو. هاڻي جي اوهان کي اهو پاڻي پي ڏيکاريون ته سرڪار خوش ٿئي ٿي ته هي ماڻهو اسان جا فرمانبردار آهن. سو صاحب، اهو پاڻي ته نهيو، پر اڄ جيڪڏهن تون چوين ته هو جيڪو دم، واهه جو وهندڙ پاڻي آهي اتان پيو، ته تنهنجي چوڻ تي اهو پاڻي ڪون پيئنداسون. پر جي تون چوين ته اهو پاڻي جيڪو وهي پيو ان مان طهارت ڪريو ته اسين ان مان طهارت به نه ڪنداسون."

اهو هڪڙو ڪتو جواب (typical response) هو فقيرن جو. جنهنجو مطلب هو ته سرڪار جي حڪم جي آڏو جهڪبو ڪونه. سرڪار کي خوش ڪرڻ لاءِ ڪوبه ڪم نه ڪبو. پلي ان جي ڪرڻ مان بظاهر فائدو هجي ۽ ان جي نه ڪرڻ مان وڏو نقصان هجي.

اهي واقعا ۱۹۴۱ع کان اڳ زماني جا آهن. جڏهن اجان پير صاحب کي پيهر گرفتار ڪونه ڪيو هئائون ۽ حڪومت جي ڪن ماڻهن چاهيو ٿي ته ماڻهن تان ڪنهن نموني ڏولاوا لهي سگهن ته لاهجن. پر ۱۹۴۱ع جي پير صاحب جي گرفتاريءَ کان پوءِ اهڙو وقت به آيو جڏهن مٽ مان پاڻي پيئڻ واري ڳالهه کي هڪڙو پرک جو طريقو بنائي حرن کي ماريو ٿي ويو. ان جو ڪي قدر تفصيل محمد عثمان ڏيپلائي صاحب پنهنجي ڪتاب "سانگهڙ" صفحي ۶۰۷ کا ۶۱۰ تي ڏنو آهي.

"... مگر هاڻي وري آفيسرن سچن حرن جي پرک جا پيا رستا ايجاد ڪيا. ڪپري تعلقي ۾ هڪ هنڌ ڪافي شخص قيد ڪري ڪيمپ لڳائي وئي. هڪ پاڻيءَ جي مٽ تي چل رکي سپني قيدين کي حڪم ٿيو ته هن مان پاڻي پيو. جيئن ته هڪ شخص پيٽ بعد اها چل مٽ ۾ بوڙي ٻئي شخص تي پاڻي پيتو، ان ڪري گويا (جڻ ته) مٽ ۾ اوبارو پئي داخل ٿيو ۽ فرق وارا گڙنگ حر هر حالت ۾ غيرن جو اوبارو پيٽ حرام سمجهندا آهن، ان ڪري انهن اهو پاڻي پيٽ کان انڪار ڪيو.

آفيسرن وٽان تنبيهه ٿين ته اهو پاڻي پيو نه ته دز ڪيا ويندؤ. مگر جڏهن هنن انهن دڙڪن تي ڪوبه ڪن نه ڏنو تڏهن ڪين لائين ڪري بيهاريو ويو، ۽ جنهن به مٽ مان پاڻي پيٽ کان انڪار ڪيو، ان کي دز تي ڪيو ويو (گولي هٽي ماريو ٿي ويو). پر تڏهن به مصداق "اڳيان اڏين وٽ پوين سر سنباهيا." هڪڙا دز ٿيندا ويا ته پيا انڪار ڪري دز ٿيڻ لاءِ تيار ٿيندا ويا. آفيسر حيران ٿي هڪڙي کان پڇيو ته "آخر توهين هي آپگهات چو ٿا ڪريو؟" ته هڪڙي حر گنڀير ٿي جواب ڏنو، "جان ڏبي پر ايمان ڪونه ڇڏبو!" (ڏيپلائي صاحب ان آفيسر جو نالو ميجر نارٽن ڄاڻايو آهي ۽ مائي ساره انصاري ان واقعي کي مختصر لفظن ۾ death by ordeal ڪري ڄاڻايو آهي.)

الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ (سورت الاحزاب جي ۲۳ آيت ۾) اهڙن ماڻهن جو ذڪر ڪندي فرمايو آهي ته مؤمنن مان ڪي اهڙا مڙس به آهن جي جيڪو الله سان





وعدو ڪيو هئائون تنهن کي سچو ڪيائون، پوءِ منجهانئن ڪن (شهيد ٿي) پنهنجو ذمو پوررو ڪيو ۽ منجهانئن ڪي آهن جيڪي انتظار ۾ آهن (ته ڪڏهن ٿو سندن وارو اچي!).

من المؤمنين رجالٌ صدقوا ما عاهدوا الله عليه فمنهم من قضيٰ نحبه
ومنهم من ينتظروما بدلوا تبديلا.

اهي مثال هئا پاڻي نه پيٽ تان قتل ٿيڻ جا. پر پوئين مارشل لاءَ جي زماني ۾ ماڻهن کان پڇيو ٿي ويو ته اوهين حر آهيو ته هنن هاڪاري جواب تي انهن کي بندوق سان ختم ڪيو ٿي ويو، پر وري به ماڻهو حر سڏائڻ کان مڙيا نٿي. اهڙو مثال محمد عثمان ڏيپلائي صاحب پنهنجي ڪتاب "سانگهڙ" ۾ ڏنو آهي. هو لکي ٿو ته غازين سميت اٽڪل ٽيهارو ڪن ماڻهو گرفتار ٿي پيا جن کي شهدادپور جي ڪيمپ آندو ويو. ميجر نارٽن ان ڪيمپ تي آفيسر هو. هٿن ۾ هٿڪڙيون، پيرن ۾ بيڙيون، سخت پهري هيٺ عازي لائن ۾ بيهاريا ويا ۽ ميجر نارٽن روالور ڪڍي اچي بيٺو. "تم حر هي؟" (هر ڪنهن ماڻهوءَ کان هن پڇيو ٿي.) "هان صاحب هي." (هن جواب ٿي ڏنو.) ان تي نارٽن صاحب دز ٿي ڪيو، ۽ حر رکيو آهي يعني شهيد ٿي ٿيو. ڏيپلائي صاحب لکي ٿو ته اهڙيءَ طرح دز دز ۾ ڪيترائي حر ڪسجي ويا، تان جو پوئين لائين مان جيئندي خاصخيليءَ نالي هڪ حر اوچتو بيءَ لائين مان بجليءَ جي ڦڙتيءَ سان وڌيو ۽ صاحب جي اردليءَ جي رائفل ڪسي ڪڍي جو نارٽن کي دز ڪرايائين ته نارٽن صاحب پورو ٿي ويو.

سردار محمد يعقوب جيڪو خط ڪمشنر کي ۱۸۹۸ع ۾ لکيو هو انهيءَ ۾ صاف ٻڌايو هئائين ته "حرن کي سالمن کان سڃاڻن جو ڪم تمام سولو آهي. جا ڪبو جو تر جي ڪنهن به ماڻهوءَ کان پڇبو، پوءِ پلي اهو حر پاڻ هجي، پلي سالم هجي، پلي مريد هجي، پلي نامريد هجي، ڪنهن کان به پڇبو ته هن تر ۾ حر ڪهڙا آهن، فرق وارا ڪهڙا آهن، سالم ڪهڙا آهن ته سڀ ماڻهو ٻڌائيندا. ڪير به ڪوڙ ڪونه ڳالهائيندو، ڪير به لڪ ڪونه ڪندو. نڪي ٻئي جي متعلق ڪوڙ ڳالهائيندو، نڪي پنهنجي متعلق ڪوڙ ڳالهائيندو." اها ڳالهه سنڌين کي مهانگي ته گهڻن ئي وقتن تي پئي آهي، پر سنڌ جي ماڻهوءَ جي سٽيءَ ۾ ناهي ته پنهنجي اصليت کان انڪاري ٿئي. محمد يعقوب ماڻهن وٽ عملدار موڪلي ڪانئن پڇرايو

تہ کھڙا حر آهن کھڙا ناهن. ان پڇا ڳاڇا جي آثار تي لسٽون نهرايائين ۽ پوءِ انهن لسٽن جي آڌار تي لوڙها وجهرايائين.

هندوستان جي اهڙن مسلمان عملدارن انگريزن جي مفاد کي تقويت ڏيڻ لاءِ پنهنجي ڏيهي پرڏيهي مسلمان ڀائرن سان اهڙيون عقوبتون ڪرايون. وقت گذري ويو پر زخم رهجي ويا. جن انگريزن کي خوش ڪرڻ لاءِ ماڻهن سان اهڙيون عقوبتون ڪرايائون، اهي هن ڌرتيءَ تان هميشه لاءِ ويا هليا. رهيا پاڻ بہ ڪونہ. رهيو نالو الله جو. پر جيڪڏهن حر ۽ جهڙن ٻيا اهي ماڻهو نہ هجن ها جيڪي ايتريون سختيون برداشت ڪري انگريز جي مخالفت ڪندا رهيا ۽ جيڪڏهن هن ڌرتيءَ تي رڳو سردار محمد يعقوب جهڙا ماڻهو هجن ها جيڪي انگريزن سان وفاداريءَ جون صدائون هڻڻ ڪان ٿڪجن نہ ها تہ انهيءَ ڪان ڪا ڳالهہ پري ڪانہ هئي تہ انگريز اڄ بہ اسان جا آقا هجن ها ۽ اسين اڄ بہ سندن غلاميءَ جو طوق ڳچيءَ ۾ پايو گھمندا وتون ها. جيڪو اٿنديئي غلاميءَ جو طوق پائڻ لاءِ تيار ٿي ويو، تنهن کي ڪهڙي خبر تہ حريت ۽ آزادي ڪهڙي بلا جو نالو آهي ۽ ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ انسان کي ڇا ڇا برداشت ڪرڻو پوي ٿو.

## پير صاحب جن کي حيدرآباد جيل ۾ واپس آڻڻ

جنوري ١٩٤٣ع ۾ سورهيہ بادشاهہ، پير صاحب پاڳاري سيد صبغت الله شاهہ کي هندوستان جي سينٽرل پراونسز (سي. پي) مان واپس حيدرآباد وٺي آيا.

پير صاحب کي ١٩٤٣ع ۾ اهڙي طريقي سان واپس آڻڻ مان انگريزن جا ٻہ مقصد حل ٿيا. پير صاحب کي حيدرآباد واپس آڻڻ مان انگريزن جو مقصد اهو هو تہ پير صاحب تي ڪيس هلائي ڪيس ڦاسيءَ جي سزا ڏني وڃي. پر ٻئي طرف پير صاحب جي فقيرن ان مان اهو سمجھيو تہ انگريز پير صاحب کي حيدرآباد ۾ انهيءَ مقصد لاءِ آندو آهي تہ ڪيس آزاد ڪن: انهيءَ ڪري سڄي جماعت ۾ اهو پيغام عام ڏنو ويو تہ غازي سيئي چپ ڪري ويهن، انهيءَ ڪري جو، سندن اڳواڻن جي سوچ ويچار مطابق ممڪن نہ پر پڪ هئي تہ پير صاحب کي آندو ئي انهيءَ لاءِ ويو آهي تہ کين آزاد ڪيو وڃي. ان ڪري غازين اهو مشهور ڪرايو (يا انگريزن پاڻ ئي اهو مشهور ڪرايو) تہ هن وقت سرڪار خلاف حرن جو جيڪو بہ قدم هوندو





سو پير صاحب جي رهائيءَ ۾ مانع يا رڪاوٽ ٿيندو. بظاهر ڪيس يا مقدمو هلڻ شروع ٿي ويو هو ۽ فقيرن کي خود فريبيءَ جي حد تائين اها پڪ هئي تہ جيئن تہ ان مقدمي ۾ پير صاحب جي خلاف ڪابہ ڳالهہ ثابت نہ هئي، ان ڪري انگريز نيٺ انصاف ڪندو ۽ پير صاحب کي باعزت آزاد ڪري ڇڏيندو. انهيءَ خوش فهميءَ ۾ رهي سيني اڳواڻن پير صاحب جي غازين کي ماٺ ڪري ويهڻ جو چورائي موڪليو. اهو بہ ٿي سگھي ٿو تہ اهڙو خيال پکيڙڻ جي ڪوشش انگريز خود ڪئي هجي تہ جيئن ويسلائي ڏک هٿجي. بهرحال ان پروپيگنڊا جو نتيجو اهو نڪتو جو سيني حرن غازين جون ڪار روايون بند ٿي ويون. ڇيائون تہ وريام فقير يا محبت فقير جا پيغام اهڙائي پهتل هئا. ان ڪري امام بخش، الهبچائي، رحيم هگوري جهڙا ماڻهو جيڪي اڳي حڪومت خلاف ڪارروائن کي لڳا پيا هئا ۽ انگريز کي جنگ ۾ مصروف رکيو وينا هئا سي چپ ڪري ويهي رهيا ۽ فعال مان ڦري غير فعال ٿي پيا. سيئي ماڻهو مقدمي جي فيصلي جو انتظار ڪرڻ لڳا. انهيءَ ڪان اڳ جيڪي ماڻهو جيسلمير ڏانهن نڪري ويل هئا، سي انهيءَ زماني ۾ پير صاحب جي رهائيءَ جي امڪان واريون ڳالهيون ٻڌي سنڌ ۾ موٽي آيا. ڪي وڏا فقير انهيءَ افراتفريءَ يا ڪنفيوين ۾ پڪڙجي پيا يا پاڻ ئي پڪڙارايائون تہ جيئن مرشد تي ڪيس ۾ سختي نہ ٿئي.

انهن مان وريام فقير مال جي واپاريءَ جو ويس ڪيو جيسلمير پئي ويو تہ واٽ تي يا اتي پهچڻ ڪان پوءِ پڪڙجي پيو. ڪيس حيدرآباد وٺي آيا تہ پير صاحب جي خلاف شاهدي ڏئي تہ ماڻهن کي پير صاحب بغاوت جو حڪم ڏنو هو. محبت فقير ٻڌڻ جيڪو ڪنهن مست ملنگ فقير جو روپ ڌاريو گجرات ۾ ويٺو هو سو بہ ڪن جوٽتن جي جوٽيءَ ڪٽڻ تي، ليمبرڪ ۽ محمد وصال جهڙن هوشيارن جي هوشياريءَ جي ڪري سنڌ ڪان ٻاهر ئي پڪڙجي پيو هو. ڪيس سکر ۾ آڻي، ڪيس هلائي، ڦاسي ڏئي ڇڏيائون.

جيڪي غازي باقي رهيا هئا انهن پير صاحب جي موٽي اچڻ واريءَ خبر ڪان پوءِ سنڌ ڪان ٻاهر رهڻ سنو نہ ڄاتو جو ڄيائون تہ اهو ڪيئن ٿو ٿي سگھي جو مرشد سنڌ ۾ هجي ۽ اسين جيسلمير ۾ هجون. هنن سوچيو تہ ائين نہ ٿئي جو جڏهن مرشد آزاد ٿي درگاهہ تي اچي تڏهن اسين اهڙي هنڌ هجون جو وڃي ڪيس ملي بہ نہ سگھون. انهيءَ سوچ ويچار جي ڪري اهي سڀ غازي جيڪي جيسلمير

۽ راجستان ڏانهن هجرت ڪري ويا هئا يا پڇي ويا هئا، سي موٽي آيا ۽ ڪنڌ پاسو وٺي ويهي رهيا انهيءَ آسري ۾ ته ڪڏهن ته اهو سج اڀري جڏهن پير صاحب آزاد ٿي پنهنجي درگاهه ڏي ٿو موٽي اچي. انهيءَ آسري ۾ گهڻا ماڻهو جن پاڻ کي بلڪل بي ڏوهي ٿي سمجهيو سي اچي سرڪار وٽ پيش پيا ۽ ٻيا پنهنجي ڪارروائين کي بند ڪري ويهي فيصلي جو انتظار ڪرڻ لڳا.

غازين جي انهيءَ خوش فهمي، خود فريبي، يا غفلت جو فائدو وٺي انگريزن جي حڪومت وارن وري پنهنجون ڪارروايون ڳجهه ڳوهه ۾ تيز ڪري ڇڏيون ۽ پنهنجي چاڙتن جي معرفت غافل غازين کي گرفتار ڪرڻ ۽ مارڻ جي ڪم سان لڳي ويا. اهڙيءَ طرح نوري وساڻ کي ميرپور خاص جي هڪڙي زميندار جي مخبريءَ تي جمعي جي ڏينهن ٢٢ جنوري ١٩٤٣ع تي گرفتار ڪيائون. (نورو وساڻ خانبهادر غلام محمد وساڻ وارن وٽ پيش پيو هو. جنهن جي معرفت حڪومت جي آڏو پيش ڪيو ويو. پر هيءَ وقت اهڙو هو جو ڪير به ڪنهن کي بچائي نٿي سگهيو.)

جيسلمير ۽ راجستان مان موٽي اچڻ وارن مان مائي ڪرڙي جي ساٿ وارا وڏا غازي محمد يوسف مهر، امام بخش سنجراڻي ۽ دودو ڪوري ۽ ٻيا به هئا. انهن غازين مان گهڻ ۾ گهڻ ست غازي مير پور خاص جي ڏکڻ طرف شادي پلي جي پر ۾ لڪا وينا هئا. اهڙيءَ طرح، سرڪاري رپورٽ مطابق آڇر جي ڏينهن ستين فبروري ١٩٤٣ع تي ميرپور خاص جي هڪ ٻئي وڏي زميندار (علي محمد مهر) جي مخبريءَ تي محمد يوسف مهر ۽ سندس ساٿين جي لڪ واري جاءِ تي حملو ٿيو. رپورٽ ۾ چاٿايل آٿارن مان پتو پوي ٿو ته اهي ٻئي وڏا زميندار جوٽيجا هئا. مائي ڪرڙيءَ نالا محمد اسحاق کي ٻڌايا آهن پر ڪيس لکڻ کان منع ڪئي اٿس. ليمبرڪ چوي ٿو ته خليفو مهر علي پڪڙجي پيو هو جيڪو جيل جون صعوبتون سهي نه سگهيو ۽ سرڪار کي ٻڌايائين ته محمد يوسف مهر ۽ دودو ڪوري وغيره ڪٿي لڪا وينا آهن. جيئن ته ليمبرڪ به ڪڏهن ڪڏهن نالن جي لڪ ڪئي آهي ان ڪري پهريائين ته اسان کي اهو پتو نٿو پوي ته اهو مهر علي خليفو کهڙو ماڻهو هو پر سندس ڪتاب ۾ اڳتي چاٿايل آٿارن مان پتو پوي ٿو ته خليفي محمد مهر کي مهر علي ٿو سڏي. اهو طريقو ٿيو ڳالهه کي ٽيڏ ڏيڻ جو، جيئن اصل ماڻهو نظر ۾ نه اچي سگهي. بهرحال ليمبرڪ مطابق ميرپورخاص جو





پوليس ڪيپٽن (دراصل ٿرپار ڪر جو ڊي. ايس. پي.) پوليس جي هڪڙي جٿي کي فرنٽير ڪانسٽبلريءَ جي جٿي سان گڏي وٺي آيو ۽ غازين تي اچي حملو ڪيائين. ان حملي ۾ محمد يوسف مهر، دود و ڪوري، ۽ به ٻيا غازي شهيد ٿي ويا ۽ امام بخش سنجراڻي سخت زخمي ٿي گرفتار ٿي پيو ۽ ان سان گڏ به ٻيا غازي به گرفتار ٿيا. (هن واقعي جا تفصيل هاڻي فقيرن جي زباني معلوم ٿيا آهن. ۽ اطلاع ڏيڻ واري جو نالو علي محمد مهر پڪ سان معلوم ٿئي ٿو.)

پير صاحب جن جنهن تي اعتماد ڪندا هئا تنهن کي تمام سنو ڪري ڄاڻندا هئا. سنڌ جي جن ماڻهن تي سندن اعتماد هو پير صاحب جن انهن کي مارشل لاءِ واري ڪيس جي زماني ۾ چوائي موڪليو ته اوهين اسان کي سڃاڻو، ٿا ۽ اسان جي ڳالهه کان واقف آهيو. جيڪڏهن اوهان سمجهو ٿا ته هيءَ سچي ڳالهه جيڪا آهي سا زبردستي پئي ٿئي ته اوهان هتي (حيدرآباد) اچو ۽ اسان جي پاران اچي شاهدي ڏيو. پوءِ ڪهڙا ماڻهو هئا جن کي اهي پيغام آيا (اهو ته چئي نٿو سگهجي) پر گهٽ ماڻهن کي اهڙا خط آيا.

پر ٽي چار ماڻهو اهڙا هئا جن سان ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن ملي سگهيا ۽ ڪانئن انهن واقعن بابت تحقيق ڪيائون. ڊاڪٽر صاحب چيو ته مونکي خبر پئي ته اهي ماڻهو هئا جن کي پير صاحب جي طرفان پيغام پهتا هئا ته آءٌ انهن سان وڃي مليس ۽ ڪانئن پڇا ڪيم. انهن ڊاڪٽر صاحب کي ٻڌايو ته ڪيئن ڪين انگريزن شاهدي وارڻ کان روڪيو. انهن کي هر طريقي سان روڪيائون ته پير صاحب جي فائدي ۾ ڪو به شاهدي نه ڏئي. انصاف جنهن کي چئجي، جسٽس (justice) سو ته هوئي ڪونه ڪو. انصاف جو ته سوال ئي ڪونه هو. ڊاڪٽر صاحب چيو ته اهي سڀ لائق ماڻهو هئا، جن کان مون پڇيو هو.

انهن مان هڪڙو خانبهادر محمد ايوب کهڙو مرحوم هو، ٻيو سيد وڏل شاهه سنهڙي وارو (لڳ ميرپور خاص)، ۽ ٽيون سردار خدابخش خان پتافي (تعلقو ميرپور ماٿيلو). انهن ٽن کي خط مليا ۽ انهن قصد ڪيو هو ته بچاءَ جي شاهدي ڏيڻ لاءِ وڃن. پر انهن ٽن مان خانبهادر کهڙو ئي هڪڙو ماڻهو هو جنهن پير صاحب جي بچاءَ ۾ اچي شاهدي ڏني، جيڪو شاهديءَ تي پهچي سگهيو، باقي ٻين کي حڪومت وارن اچڻ ئي نه ڏنو. باوجود انگريزن جي زور دٻاءَ جي کهڙو صاحب آيو. (ڊاڪٽر صاحب چيو ته) کهڙي صاحب مونکي ٻڌايو ته اسان کي حڪومت

وارن باقاعدي چتاءُ ڏنو، warn ڪيو ته اوهان شاهدي ڏيڻ نه وڃو. چيائين ته مونکي گورنر گهرايو ۽ پاڻ وٽ روبرو گهرائي مونکي چيائين ته "اوهان مارشل لا جي ڪورٽ ۾) نه وڃو ۽ پير صاحب جي طرفان شاهدي نه ڏيو." پر "مون اها ڳالهه نه مڃي ۽ چيم ته جيڪا سچي شاهدي آهي سا آءٌ ڏيندس." پوءِ جيڪا به شاهدي ڏيٺي هيس سا کهڙي صاحب ڏني. پر پوءِ مٿس ڪيس ڪيائون. ۽ وڏن وڏن ڪيسن ۾ ڦاسائي ڪيس وڏيون تڪليفون ڏنائون.

جيئن پير صاحب جو اهو پيغام کهڙي صاحب تائين پهتو تيئن هين تائين به پهتو، پر ڊاڪٽر بلوچ صاحب چيو ته کهڙو صاحب لکيل پڙهيل، اثر رسوخ وارو ۽ سياسي شعور رکندڙ هو، ان ڪري ڪيس زبردستي روڪي نه سگهيا. ان جي مقابلي ۾ ٻيا شاهد جيڪي ڀهراڙين ڪان اچڻا هئا، لکيل پڙهيل، اثر رسوخ ۽ ايڏي پٽ ۽ (status) وارا نه هئا، تن ڪي اتي ئي ڪليڪٽرن ڀتو، ساڻن زبردستيون ڪيائون ۽ ڪين روڪيائون، ۽ ڪين وڃڻ ڪين ڏنائون.

خانبهادر کهڙي صاحب ڪان سواءِ ڊاڪٽر صاحب جن سان انٽرويو ڪيو هو تن مان هڪڙو هو سيد وڏل شاهه سنهڙي وارو. ميرپور خاص جي پرسان سنهڙي جا سيد شاهه پوتا، ڪافي اثر رسوخ وارا آهن. اجان تائين وڏن اثرن رسوخن وارا آهن. انهن سيدن مان سيد خادم علي شاهه پيپلز پارٽيءَ ۾ آهي ۽ هن ڪان اڳي علي قطب شاهه ۽ علي نواز شاهه مرڪزي اسيمبلين يا صوبائي اسيمبلين جا ميمبر چونڊيا هئا. پوءِ وري قطب علي شاهه چونڊيو ويو صوبائي اسيمبليءَ ۾ ۽ علي نواز شاهه چونڊيو هو نيشنل اسيمبليءَ ۾. اهي سيد وڏل شاهه جي خاندان جا آهن.

ڊاڪٽر صاحب چيو ته سائين وڏل شاهه مرحوم ٻڌايو ته اسان کي پير صاحب وٽان اهو پيغام آيو هو ته اسان جي پاران اچي شاهدي ڏيو. اسان چيو ته "حاضر، اسين اڪين سان شاهدي ڏينداسون." پوءِ چيائين ته "اسان ارادو ڪيو ته ويندا سون. پير صاحب جن تمام لائق ماڻهو آهن ۽ انهن تي لڳايل الزام سڀ غلط آهن، ۽ ڳالهيون جيڪي اخبارن ۾ اچن ٿيون سي ڪوڙيون آهن." چيائين ته ميرپورخاص جي ڪليڪٽر (هولٽ (Holt)) يا اهڙو ڪو ٻيو نالو) کي خبر هئي ته وڏل شاهه وٽ پير صاحب جو پيغام آيو آهي ته اسان جي پاران اچي شاهدي ڏي. پوليس هن کي ٻڌايو هوندو يا ٻئي ڪنهن ذريعي ڪيس معلوم ٿيو هوندو. پر هنن وٽ اڳواٽ ئي





اطلاع پهچي ويو هو. سرڪار وارن وٽ اهڙا اطلاع هر طرف ڪان پهچندا هئا. پوسٽ ۽ تار وارا ڪاتا به سڀني ماڻهن تي نظر رکندا هئا ۽ هر ڳالهه سرڪار تائين اچي پهچائيندا هئا. پوليس وارا ڪن ڪولي گهمندا وتندا هئا، پوءِ ماڻهن ۾ ٽيل چوٻول مان خبرون وٺي سرڪاري آفيسرن تائين پهچائيندا هئا. بهر حال، پوءِ انهيءَ ڪليڪٽر سيد وڏل شاهه صاحب کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ ڪيس شاهدي ڏيڻ ڪان منع ڪيائين. چيائينس ته "اسان کي خبر پئي آهي ته تون پير صاحب جي پاران شاهدي ٿو ڏيڻ وڃين."

وڏل شاهه چيو ته "برابر ائين آهي. آءٌ وڃان ٿو. پير صاحب اسان کي بچاءُ جو شاهد واريو آهي. سو آءٌ ويندس. حق جي ڳالهه آءٌ ڪورٽ ۾ ڪندس."

پوءِ ڪليڪٽر ڪيس منع ڪئي، چيائينس ته "تون نه وڃ. سرڪار جي پاليسي اها ڪانهي ڪا. اوهان حڪومت جي خلاف بغاوت ٿا ڪريو."

وڏل شاهه چيو ته "اهڙي ڳالهه ڪانهي ڪا. حق جي ڳالهه آهي سا اسان کي چوڻي آهي."

پر چا جو حق، چا جي ڳالهه. هنن ڪليڪٽر جي آفيس وارن دفتر اڳيئي ڪولي رکيا هئا. ڪيس اڳيئي ضلعي جي هر ماڻهوءَ تي ٿهيا پيا هوندا هئا ته جيڪڏهن ڪو سرڪار جي چئي ۾ نه اچي ته سرڪار جيل موڪليندي دير ئي نه ڪريس. هنن کي خبر هئي ته ماڻهن کي کهڙي نموني زير بار ڪبو. پوءِ وڏل شاهه تي وڏا ڪيس ڪيائون. ٻيبين جي نالن ۾ زمين جا ڪيس ڪاهيائون. وڏل شاهه تمام گهڻي تڪليف ۾ اچي ويو.

ٻيو هو ميرپور ماٿيلي تعلقي جو وڏو زميندار سردار خدا بخش خان پتافي. سردار خدا بخش خان خلافتي به هو (خلافت تحريڪ جو اهم رڪن هو) ۽ پڙهيل باهمت ماڻهو هو. هن کي انگريزن جي اهڙي پرواهه ڪانه هئي. هو قومي سردار هو ۽ پتافي پير صاحب پاڳاري جا مريد آهن. پير صاحب جن ڪوشش پئي ڪئي ته جتي جتي سندن مريد آهن اتان جا معتبر ماڻهو، عزت وارا ماڻهو، پير صاحب جي باري ۾ اچي شاهدي ڏين. سردار خدا بخش خان کي به پير صاحب جو پيغام پهتو. هو به شاهديءَ لاءِ تيار ٿيو. انهيءَ کي وري اتي سکر جي ڪليڪٽر گهرايو ۽ چيائينس ته "تون شاهدي وري ڪيئن ٿو ڏيڻ وڃين؟" سردار پتافيءَ چيو ته "شاهدي آهي حق جي ۽ آءٌ ضرور ويندس. اسان پير صاحب جن کي سچاٿون ٿا. هيءَ

زبردستي پئي ٿئي. شاهدي خدا ڪارڻ جي آهي سا اسان ڏينداسين." پوءِ هو نه مڙيو ۽ ان ڪي به ورائي ڪٽي جيل ۾ وڌائون ۽ ڪيس وڌيون تڪليفون ڏنائون.

اهڙيون گهڻيون تمام گهڻيون ڳالهيون آهن، جيڪي تحقيق ڪرڻ سان معلوم ٿين ٿيون. انگريزن جي حڪومت جو هڪ طرف "قانون جي حڪومت" (rule of law) جي ڏيکاءُ وارو هو ته اسان انصاف سان فيصلو ٿا ڪريون ۽ ٻئي طرف وري اهڙيون زبردستيءَ جي قانون واريون ڳالهيون ڪندا هئا. هو انصاف تڏهن ڪندا هئا جڏهن داعي ۽ مدعي واريون ٻئي ڌريون ڌاريون هونديون هيون ۽ انگريزن جو مفاد شامل نه هوندو هو. پر جيڪڏهن انهيءَ ڪيس ۾ انگريزن جو پنهنجو ماڻهو ديسي ماڻهوءَ جي مقابلي ۾ هوندو هو يا انگريزن جي پنهنجي حڪومت يا ان جي ڏهڪاءَ ڪي خطري جو سوال هوندو هو ته انگريز زبردستيءَ وارو قانون هلائيندو هو. ان حالت ۾ قانون به سندن هوندو هو ته حڪومت به سندن هوندي هئي. قانون جي حڪومت ڪانه هوندي هئي، (rule of law) ڪونه هوندو هو.

سيد وڏل شاهه، سردار خدابخش خان پتافي ۽ کهڙو صاحب پنهنجي وقت جا تمام وڏا ماڻهو هئا، اثر رسوخ وارا هئا. انهن سان جيڪڏهن "قانون جي حڪومت" وارن جو اهڙو رويو هو ته ٻين عام ماڻهن سان ڪهڙو ورتاءُ ڪندا هوندا!

پير صاحب ٻين ڏي به نياپا موڪليا هئا. پر ڊاڪٽر بلوچ صاحب چيو ته آءٌ انهن تائين پهچي ڪونه سگهيس. ڪي اڳيئي گذاري ويا هئا. پر اهي ٻي ماڻهو هئا جن سان ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن انٽرويو ڪيا هئا، جن جي بيانن مان اهو ثابت ٿي ٿيو ته انگريزن جيڪي ڪيو پئي سو بظاهر هڪڙو ڏيکاءُ وارو نمونو هو، پر اندران سندن تدبيرون ٻيون هيون. جنهن قوم وٽ انصاف نه هوندو الله تعاليٰ ان قوم کي گهڻو وقت حاڪم ڪري نه رکندو.

انهن سيني ڳالهين مان جيڪا ڳالهه ثابت ٿئي ٿي سا اها ته اهو سڄو سلسلو زور زبردستيءَ سان حڪومت ڪرڻ جو هو جيڪو نيٺ هلي نه سگهيو ۽ پورو ٿيو.

## آخري معرڪي ۾ حصو وٺندڙ فقير





اهي غازي فقير جن انگريزن جي حڪومت جي خلاف آخري معرڪن ۾ حصو ورتو، سي هونئن ته گهڻائي هئا، پر انهن مان ڪن ٿورن جوئي اسان کي علم آهي. انهن مان هڪڙا اهي هئا جن ميدان ۾ انگريزي فوجن جا مقابلا ڪيا. ٻيا اهي هئا جيڪي علم وارا هئا، جن ذهني سطح تي جماعت کي متحد رکيو ۽ پير صاحب جي غير موجودگيءَ ۾ لاڪن هڪ لائحہ عمل تجويز ڪيو. انهن مان ڪي مولوي هئا، ٻيا خليفا هئا. اهڙن ماڻهن جو ذڪر ڪندي ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن چيو ته مقابلي جي صورت ۾ زبان جو به مقابلو ٿي سگهي ٿو، منهن موڙڻ جو به مقابلو ٿي سگهي ٿو، ۽ دوبدو ميدان ۾ لڙڻ جو، وڙهڻ جو به مقابلو ٿي سگهي ٿو.

جن فقيرن وڏا مقابلا ڪيا انهن مان گهڻائي شهيد ٿي ويا. جيڪي مقابلا ٿيا وڏا وڏا بهادر ماڻهو هئا. غلام علي چانگ وڏو بهادر ڪمانڊر هو. جن فقيرن ڪينواريءَ جي بنگلي تي جمڙائوءَ تي غلام رسول شاهه خيرپور جي ناظر کي ماريو هو. غلام علي چانگ انهن جو اڳواڻ هو. ناظر معنيٰ ته سپرنٽنڊنٽ پوليس يا حد جو وڏو پوليس آفيسر.

اهي مقابلا ٿيا. انهن کان سواءِ سانوڻ خان نظاماڻي سانگهڙ جي پاسي جو وڏو زميندار هو جيئن زماني جا وڏا زميندار ٿيندا آهن، انهيءَ قسم جو زميندار هو. سمجهو ته هن جي پنج ست سؤ يا هزار ايڪڙ يا الائي ڪيتري پنهنجي زمين هئي. چڱيءَ وڏي عزت وارو زميندار هو، پر هو پير صاحب جو مريد هو. انهيءَ ڪري انگريزن مٿس وڏيون سختيون ڪيون. پوءِ انهن جيڪي سختيون ڪيون، سي هن سٺيون، برداشت ڪيون. جيل ۾ وڌائونس ته ان تي به صبر ڪيائين. فيض گنج تعلقي (خيرپور رياست ۾) وڏيرو جلال الدين ٻانيڻ وڏو زميندار هو. پير صاحب جو مريد ڪونه هو پر وڏي همت حوصلي وارو هو ۽ پير صاحب خلاف شاهدي ڪانه ڏنائين ۽ حڪومت جو دٻاءُ قبول ڪونه ڪيائين. ڪيس جيل ۾ وڌائون ۽ جيل ۾ ئي وفات ڪيائين. ان کان سواءِ محمد حيات جوڻيجو وڏو زميندار هو، جنهن تي به جيڪي سختيون ڪيائون، سي هن به سٺيون. اهي ته مال ملڪيت وارا زميندار هئا.

ٻئي پاسي علم وارا ماڻهو هئا. جيئن مولوي محمد صالح مهر هو. وڏو عالم هو. سمجهو ته جيئن عالم چئجن ٿيئن. پوءِ هن تي انگريزن جو عتاب ته "تون پير صاحب جو مريد آهين." تنهن تي چيائين ته "ها، آءٌ مريد آهيان. انڪار ته

ڪونهي ڪو. آءٌ تہ ڪونہ ٿو چوان تہ آءٌ مريد ڪونہ آهيان. مريد تہ آهيان." پوءِ هن ڪي بہ جيستائين انگريز هئا تيستائين ميرپور ماٿيلي واري لوڙهي، ڪنسنٽريشن ڪيمپس (concentration camps) ۾ رکيائون.

محبت فقير بهڻ پوئين مارشل لاءِ واري انهيءَ زماني ۾ هو. محبت فقير بهڻ انهن فقيرن مان هو جن تي الله بخش سومري کي قتل ڪرائڻ جي سازش جي تهمت رکي وئي هئي. چيائون تہ هن ماڻهن کي آياريو هو يا همٿايو هو، instigate ڪيو هو. يعني هن ماڻهو موڪليا هئا خيرپور مان جن درياءُ ٽپي وڃي سومري کي شڪارپور ۾ ماريو هو. اهي ماڻهو جيڪي هتان خيرپور مان يا ٻئي ڪنهن پاسي کان درياءَ جي ڪاڇي پاسي کان اوپرئين پاسي کان شڪارپور ڏانهن ويا هوندا سي هنن چيو تہ ضرور درياءُ ٽپي ويا هوندا ۽ ضرور اوهان جي ڪيٽيءَ ۾ رات ٽڪيا هوندا. محبت فقير چيو تہ ڪيٽي تہ هيڏي ساري وڏي آهي. ماڻهو ڏينهن رات اچن وڃن پيا. اسين رات جو اتي هر هنڌ ستا تہ ڪونہ پيا آهيون، نڪي اتي بيٺا پهرو ڏيون. نڪي اسان ڪنهن کي اچڻ وڃڻ کان جهل ڪيون ٿا. واٽ آهي سا وهي پئي، اها واٽ ڏئي ڪو لنگهيو هوندو تہ انهيءَ ۾ اسين ڏوهاري تہ ڪين ٿي پياسين. چيائون تہ نہ اهي جيڪي ماڻهو ويا هئا سي اوهان جي چوڻ تي ويا هئا. بهرحال حڪومت کي تہ پنهنجي ڳالهہ مٿي ڪرڻي هئي، ان ڪري محبت فقير کي وڏيون تڪليفون ڏنائون. نيٺ آخر ۾ ڦاسي ڏئي ڇڏيائونس. جيڪڏهن الله بخش سومري جو قتل نہ بہ ٿئي ها تہ بہ محبت فقير کي حڪومت وارا ڪنهن ٻئي ڏوهہ جي آڙ ۾ ڦاسي ڏين ها، اهو انهيءَ ڪري جو محبت فقير وڏن فقيرن مان هو. پوءِ انهيءَ ساڳئي الله بخش سومري جي قتل جي ڏوهہ جي آڙ ۾ وري خانبهادر کهڙي کي بہ اڙايائون، چاڪاڻ تہ هن پير صاحب جي خلاف شاهدي نہ ڏني هئي، بلڪ حڪومت جي چوڻ جي برخلافي ڪري بچاءَ ۾ وڃي شاهدي واري آيو هو.

وريام فقير، بچو بادشاهہ جو پٽ بہ تڏهن زندهہ هو، پر جيڪا ٻي مارشل لاءِ ٿي تنهن ۾ پير مرد (پوڙهو) ٿي ويو هو. ان وقت وڙهڻ جهڙو ڪونہ هو. پير صاحب جن کي جڏهن فقيرن چيو تہ هيءَ حڪومت وارا اسان کي هڙي نموني حاضرين جي بهاني تنگ ٿا ڪن، تڏهن پير صاحب جن فقيرن کي چيو تہ جيڪڏهن اوهان کي تنگ ڪن تہ اوهين حاضري نہ ڏيو. پوءِ وريام فقير پهريون ماڻهو هو جنهن حاضري نہ ڏني يا انهن ٻـ ـن ماڻهن مان هو جن حاضري نہ ڏني. پوءِ





جيسلمير جي پاسي ڪٿي پڪڙجي ويو. پوءِ هتي حيدرآباد ۾ آندائونس چيائونس تہ پير صاحب جي خلاف شاهدي ڏي تہ توکي ڇڏي ڏينداسون. پوءِ ڪورٽ ۾ چيائين تہ "اهو پردو پري ڪيو تہ آءٌ پير کي منهن تي ٿو چوان. آءٌ ڪو پير کان ٻجان ٿو ڇا؟" پوءِ جڏهن پردو پري ڪيائون، پير صاحب سامهون نظر آيو تہ ٻوڙي وڃي پير صاحب جي پيرن تي ڪريو، چيائين تہ "آءٌ قربان وڃان پنهنجي مرشد تان. ڇا جون شاهديون ڇا جون ڳالهيون. هاڻي مونکي ڦاسي ڏيڻي اٿو تہ اچو اچي ڏئي ڇڏيو." پوءِ هن کي بہ ڦاسي ڏئي ڇڏيائون.

مائي سعدان وريام فقير جي ماءُ هئي، محبت فقير جي پيڻ ۽ بچو بادشاهہ جي گهر واري. اها بہ اجلن جيئري هئي ۽ پنهنجي پٽ وريام فقير جو لاش پنهنجي هٿن سان ڪٽائي وئي. پر اڳئين مارشل لاءِ (١٨٩٣ع- ١٨٩٨ع) جي زماني ۾ بچوءِ تي جماعت جي طرفان تهمت هئي يا ميار هئي تہ جڏهن پير صاحب علي گوهر محافي ڏٽيءَ جي طرفان حڪم ٿيو هو تہ وڃي سر ڏيو تہ انهيءَ موقعي تي اتي نہ پهتو هو. پوءِ ويو هو وري ٻيهر شاهہ مردان شاهہ صاحب جي حڪم تي، پر پهرئين حڪم تي ڪونہ ويو هو. چو نہ پهتو؟ اها خبر اسان کي ڪانهي ڪا. چئجي تہ هو ارادي طور نہ آيو يا ڪنهن عذر جي ڪري نہ پهتو. پر پوءِ عاشق جيڪي هئا انهن جي ڪتاب ۾ ڪاٽيارو ٿي پيو. چيائون تہ اهو بچو بادشاهہ تہ ٿيو پر عاشقن جي قطار ۾ ڪونهي ڪو. اهو فيصلو آهي عاشقن جو. انهيءَ وريام فقير جو جيڪو ڏاڏو هو، بچل فقير جو پيءُ، ان جي همت جي ڳالهہ پاڻ حزب الله شاهہ صاحب جي زماني جي ڳالهين ۾ ڪئي تہ ڪيئن شاهپور جي ڪرڙي جي وچ ۾ بيابان ۾ دعوت جو بندوبست ڪيائين. انهيءَ وريام فقير جي همت ايتري هئي جو اها ڳالهہ هڪ مثال، هڪ ليجنڊ (legend) بنجي ويو آهي. پر بچوءِ کان وري اها ڪوتاهي ٿي جو مرشد جي حڪم تي ڪونہ پهتو. اها ساڳي ڪوتاهي وري رحيم هگوري کان هن پوئين مارشل لاءِ کان پوءِ ٿي جو پاڪستان بنجي وڃڻ کان پوءِ جڏهن پير سائين سڪندر شاهہ "شاهہ مردان شاهہ ثانيءَ" جي نالي سان تخت تي ويٺا ۽ برسرپيڪار مريدن کي هن نئين مسلمان حڪومت جي آڏو پيش پوڻ جو حڪم ڪيائون تہ رحيم هگورو پيش نہ پيو.

رحيم هگوري جو ذڪر ڪندي ڊاڪٽر بلوچ صاحب چيو تہ رحيم هگورو جڏهن حيدرآباد جي سينٽرل جيل ۾ هو تڏهن ڊاڪٽر صاحب پاڻ ساڻس مليو هو ۽

لاڪس بچاءِ جي وڪيل جو بندوبست ڪيو ويو هو. پر بدقسمتيءَ سان رحيم جيل ۾ ڪيس هلڻ تائين صبر ڪري نہ سگهيو ۽ جيل مان ڀڄي نڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين جنهن ۾ پڪڙجي پيو ۽ جلدئي ڪيس ڦاسي ڏئي ڇڏيائون.

ڊاڪٽر صاحب وڏيڪ چيو تہ اهو پڇاڙيءَ ڪان پڇاڙيءَ جو ميدان ۾ آيو هو. چيائون تہ جيڪي وڏا فقير هئا جن انگريزن سان ايڏا وڏا مقابلا ڪيا سي بنيادي طور اشراف، حق حلال جو پورهيو ڪندڙ هئا، محنت ڪري گذران ڪندڙ ماڻهو هئا. انهن انگريزن سان وڏا مقابلا ڪيا. هنن جي دل ۾ وڏي طاقت هئي ۽ اهي جيڪي ٻيا چڱا مريد هئا سي پهريائين (اوائلي دؤر ۾) ٿي ويا. رحيم هگورو پڇاڙيءَ ۾ ٿيو ۽ پڇاڙيءَ جو اٿيو ۽ فقيرن جي هلندڙ هلچل ۾ گهڙي پيو. ۽ رحيم هگوري جي ٽولي ۾ جيڪي ماڻهو هئا سي فقير ڪونہ هئا ٻيا هئا. هيءَ هڪ رواجي قسم جو مريد هو. يعني وڏن فقيرن مان ڪونہ هو. مريد سڏائيندو هو، پر جڏهن پيش ٿيڻ لاءِ پير صاحب جو حڪم ٿيو تڏهن پيش ڪونہ پيو. يعني هو مرشد جي چوڻ تي نہ هليو، حالانڪ مرشد جڏهن حڪم ڪيو تہ اها مريدن لاءِ هڪڙي وڏي ڳالھ هئي. مريد ماڻهوءَ لاءِ تہ سڀ ڪجھ هيوئي مرشد جو چوڻ. پوءِ جيڪڏهن مرشد جي چوڻ تي ڪونہ هليو تہ باقي مريد ڇاجو ٿيو!

مريدن ڪان سواءِ ٻيا ڪي اهڙا بہ هئا جيڪي مريد تہ ڪونہ هئا، پر پير صاحب جن سان عقيدت واري واٽ رکندا هئا، دوستي رکندا هئا. مثال سردار خدا بخش پتافي هو، جنهن جو ذڪر اڳي ڪيو سين. يا شاهہ صاحب شاهپوٽو وڏل شاهہ. اهي بہ وڏا زميندار هئا پنهنجي وقت جا. عزت آبروءَ وارا ماڻهو هئا. اهي پير صاحب جا مريد ڪونہ هئا. پر عقيدت هين. اهي بہ پير صاحب سان تعلق هئڻ ڪري تڪليف ۾ اچي ويا.

ٻيا ماڻهو وري لکيل پڙهيل، شهري هئا، جيڪي نيشنلسٽ (قوميت پرست) خيالن وارا هئا. نيشنلسٽ معنيٰ تہ اهي خلافت تحريڪ ۾ هئا ۽ ان ڪان پوءِ وارين تحريڪن ۾ هئا. اهڙا ماڻهو تمام گهٽا هئا. انهن جو بہ پير صاحب سان ڪو پيري مريديءَ وارو رستو ڪونہ هو، پر ساڻن تعلق ۾ هئا. اهي ماڻهو انهيءَ سطح جا هئا جو انگريز کي ڏاريو ڪري سمجهندا هئا. انهن جو پير صاحب جي پاسي لاڙو هو. مثلاً مير الله بخش خان ٽالپور جهول وارو انهن مان هڪڙو هو. الوحيد اخبار جو ايڊيٽر بہ ٿي رهيو هو. زميندار ماڻهو بہ هو. غلام محمد خان پرڳڙي انهن ڪان





اڳ ٿي گذريو. مير علي احمد خان هو، غلام مصطفيٰ خان پرڳڙي هو، غلام رسول خان پرڳڙي. اهڙا ماڻهو تمام گهٽا هئا جيڪي پير صاحب جا خيرخواهہ ثنا خوان هئا.

پر ساڳئي وقت سنڌ ۾ گهڻائي انهن جي هئي جيڪي انگريز پرست هئا ۽ انگريزن جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ سڀ ڪجھ ڪرڻ لاءِ تيار هوندا هئا ۽ سڀ ڪجھ ڪيائون بہ پئي. انهيءَ وقت آزاد خيال ۽ قوم پرست، نيشلسٽ (Nationalist) ماڻهو بہ هئا، پر انگريز پرست ماڻهن جي مقابلي ۾ اهڙا ماڻهو تمام ٿورا هئا.

ماڻهو چون ٿا تہ پير صاحب پاڳارا انگريزن سان نهيل هئا. پر اها ڳالھ بلڪل غلط آهي. پير صاحب پاڳارن جي خاندان مان هڪڙو بہ اهڙو ڪونہ هو جيڪو انگريزن سان نهيل هجي. شمس العلماءُ ڪوٽ واري صاحب جو ڪمشنر سان جيڪو مقابلو ٿيو ان جو ذڪر پاڻ ڪري آيا آهيون. جنهن زوريءَ صحيح ٿي ورتي. شمس العلماءُ لقب سببان انگريزن هن کي مجبور ڪيو ٿي ڪيو. پوءِ انهيءَ ڳالھ تان پاڻ ڪمشنر تي ڪيس ڪيائون. پوءِ اهو ڪيس هليو.

مائي ساره انصاري هونئن تہ هڪ انگريز نياڻيءَ جي حيثيت سان پنهنجي وڏن جي ڪارنامن کي انگريزن جي نقطهٔ نظر سان لکيو آهي (جيڪو ڪيس حق آهي آخر وياءَ انهن جو هئي ۽ پگهار بہ تہ انهن جو ٿي کاڌائين) پر حق جي نظر سان انهن ٻن ڌرين جي تصادم کي ڏسڻ سندس نصيب ۾ ڪونہ هو. حالانڪ اڄ ڪلھ انگريزن جي اولاد مان گهڻائي اهڙا ساماڻا آهن جن پنهنجي وڏن جي ظلمن جي ڪارنامن کي پنهنجي ڪتابن ۾ ننديو آهي ۽ پڌرو ڪيو آهي. مائي ساره جا وڏا جن سنڌ تي حڪومت ڪئي سيئي فرشتا صفت ڪونہ هئا. ڪي انهن مان مؤمن بہ هئا، پر گهڻائي فاسدن ۽ ظالمن جي هئي. جيئن الله تعاليٰ اهل ڪتاب جي متعلق فرمايو آهي تہ "منهم المؤمنون و اڪثرهم الفاسقون." پر مائي ساره پنهنجي وڏن جي نطفي جو حق ادا ڪيو آهي ۽ حرن سان ٿيندڙ ظلمن جي پچار ڪرڻ جي بدران اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس تہ هتي جا سڀ پير فقير انگريز جا نمڪخوار ۽ چاڙتا هئا ۽ جڏهن بہ جنهن ماڻهوءَ نمڪحرامي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ انگريز حاڪم سختيءَ ڪان ڪم وٺي هن کي راهہ هدايت تي هلڻ تي مجبور ٿي ڪيو. ان ڪري مائي ساره انصاريءَ جي نقطهٔ نظر ڪان حرن ۽ سندن پيرن سان جيڪي ٿيو سو چڱ تہ سٺو ٿيو ۽ هو اهڙيءَ هلت جا مستحق هئا. مائي

ساره انصاري کي جيڪڏهن ڏٺي وارو (chance) ڏئي ته وري ڌرتيء جي هن حصي جو حاڪم مقرر ڪري موڪلي ته رهيل کهيل ڪسرون به هوند ماڻهن مان ڪڍي ۽ اهڙن مٿي ڦريل ماڻهن سان اهڙو ڪم ڪري جو سندس پيش رو ليمبرڪ چواڻي مطابق حرن جو جڙ ٻچو ناس ڪري ڇڏي. اسين اميد ٿا ڪريون ته الله سائين اهڙو ڏينهن وري ڪونه آڻيندو جو مائي ساره انصاريء جا مائٽ وري اسان تي حاڪم ٿيندا. (حالانڪ اسان جي لڇڻن کي ڏسي پڪ ته انهيء ڳالهه جي به ڪانه ٿي بيهي. پر وري به آسرو رب ۾ رکبو ته ڌرتي ڪو پٽ ڄڻيندي جو انهيء خطري جو مقابلو ڪندو.)

بهرحال مائي ساره انصاري جتي اسان جي وڏن کي ڪولابوريٽر (collaborator) سڏي گاريون ڏنيون آهن، اتي اسان تي اهو به احسان ڪيو اٿس جو پنهنجي ڪتاب ۾ Sufi Saints and State Power: The Pirs of Sind, 1843-1947 (Vanguard, Pakistan, 1992) اسان اٻوجهن کي اهو ڏيکاريو اٿس ته حرن بابت جيڪي لکون پڙهون انهيء زماني ۾ ٿينديون هيون سي ڪيئن انڊيا آفيس جي لنڊن واريء لائبريريء ۾ ۽ ڪراچيء جي ڪمشنر جي آفيس ۾ اڄان محفوظ پيون آهن. انهيء ڪتاب ۾ ساره انصاري انهيء ڪانفرنس جي روئداد جو حوالو به ڏنو آهي جيڪا اڻين آگسٽ ۱۹۴۲ع تي دهليء ۾ وائسراءِ جي گهر ۾ حر حالتن تي بحث ڪرڻ لاءِ ٿي. مائي انصاري ٻڌائي ٿي ته ان ڪانفرنس ۾ ڪن آفيسرن ان ڳالهه تي زور ڏنو ته پير صاحب جي خلاف هڪ پڪو ڦاسيء وارو ڪيس 'a really firm hanging case' ٺاهيو وڃي ۽ انهن ماڻهن جو اصرار هو ته ڦاسيء کان سواءِ ٻي ڪابه ڳالهه بلڪل غير مؤثر بيڪار 'quite useless' هوندي. هيء انهيء قوم جي ڄائي آهي جيڪا بظاهر چوي ٿي ته ملزم بي ڏوهي آهي جيستائين سندس ڏوهه ثابت نه ڪيو وڃي. حالانڪ انهيء ساڳيء ڪانفرنس ۾ هڪ پاسي اهڙا ماڻهو به هئا جن مارشل لاء جي ڪارنامن کي ننديندي چيو ٿي ته مارشل لا ڪنهن قوم کي هيسائڻ يا دٻائڻ جو بڇڙو وحشتناڪ هٿيار 'terrible organ of repression' هو. پر انگريزن ڪيو ائين جو جيئن سندن دل کي وڻيو. حدون لنگهي ۽ لتاڙي ائين ڇو ڪيائون، ان جو سبب اهو آهي ته بنيادي طور هوء وڏي هڪڙي وهم پرست قوم آهي ۽ سنڌ ۾ ان وقت جيڪي پيش گويون عام جام هليون پئي انهن کان هو گهڻو ڊنل ۽ خائف هئا. دراصل انگريز پاڻ کي ڪيترو به سڌريل ۽ روشن دماغ سمجهي، پر هوء دراصل





توهم پرست قوم آهي superstition کي مڃڻ واري. هڪڙي پاسي ڪين عملي نموني سان اڪين سان ڏسڻ ۾ پئي آيو ته ڌرتيء تي راڄ ڪرڻ جو اختيار ڪائنن کسجي رهيو هو. ٻئي طرف جن روايتن کي هي ڪوڙو ثابت ڪرڻ جون ڪوششون ڪري رهيا هئا، تن کان اندروني طور ڊنا به ٿي.

مشهور روايت آهي ته صديق فقير انگريزن کي سؤ روپئي ۾ سنڌ وڪڻي ڏني هئي، جو چيو هئاين ته:

پورا اچي پيـل، ساري سنـڌ صديق چوي
درياهه مٿان ريل، اچي ٽوپيء وارا ٽپائجان.

پر صديق فقير انگريز کي چتاء به ڏنو هو ته:

پـورا اٿي پـڃ، سـؤ ورهيـــ ڪان پـوءِ
مٿان ڪرنديئي وڃ، سڙي مرندين صديق چئي.

آخري سٽ جي ٻي پڙهڻي آهي ته:

مٿان ڪرئي وڃ، پوءِ سڙين مرين صديق چئي.

ان کان سواءِ عبدالرحيم گرهوڙي صاحب جون پيشگويون انگريزن کي اهڙيون ڏکيون لڳنديون هيون جو انهن تي باقاعدي بندش وڌائون ۽ عالمن کان چورايائون ته اهي پيش گويون هٿراڌو آهن، ڪوڙيون آهن، انهن جو گرهوڙي صاحب سان ڪو تعلق ڪونهي. پوءِ گرهوڙي صاحب جو ڪلام اهڙي نموني ڇپرايائون جو ان نسخي ۾ پيشگويون ڪونه هيون. (ڏسو ڊاڪٽر دائودپوٽي وارو نسخو).

۱۹۴۱ع ۾ جيڪي ٿي رهيو هو، ان ۾ پير صاحب پاڳاري وٽان به ڪنهن قسم جي ڪا غير قانوني ڳالهه ڪانه ٿي هئي ۽ انگريزن کي ڪو سبب ڪونه هو جو پير صاحب کي گرفتار ڪري اهڙي بيهوده نموني جو ڪيس هلائي ڪيس ڦاسي ڏين. دراصل انگريز هڪ وهم پرست قوم هئي ۽ انهن پيشگوين کي پڙهي ۽ ٻڌي اهو سمجهيو هئائون ته پير صاحب صبغت الله شاهه هڪڙو ماڻهو هو جيڪو گرهوڙي صاحب جي پيش گوئيء تي پورو ٿي آيو. جنگ جي ڪري سندن حواس هونئن ئي خطا هئا. ان ڪري هنن پورن پورڙن پولڙن اهو ٿي پانيو ته جيڪڏهن هن پير کي ڦاسي ڏئي ڇڏينداسون ته گرهوڙي صاحب جي پيش گوئي ڪوڙي ثابت

ٿي پوندي ۽ هندوستان جي حڪومت اسان جي هٿن مان نہ ويندي ۽ اسين قيامت تائين پيا اتي حڪومت ڪنداسون.

اها پيش گوئي ڪيئن ڀورن جي حواسن تي سوار هئي ان جو ثبوت ليمبرڪ جي ناول ٽيررسٽ (Terrorist) مان ملي ٿو جو گرهوڙي صاحب جي پيش گوئيء جي آڌار تي پير صاحب پاڳاري کي سنڌ جي حاڪم ٿيڻ جي دعويٰ ڪندي ڏيکاريو آهي. حالانڪ پير صاحب جي مريدن ۾ انهيءَ پيش گوئيءَ ڏانهن اهڙي ڪا رغبت اسان کي ڪانہ ڏسڻ ۾ يا ٻڌڻ ۾ آئي آهي.

سؤ سالن جو هيءُ مقابلو انهيءَ اصول تي ٻڌل ئي ڪونہ هو تہ ڪو فلاڻي ماڻهوءَ چيو آهي تہ اسين سنڌ جا حاڪم ٿيندا سون تنهن ڪري لوڙهن ۽ جيلن کي پرڻ اسان منظور ڪيو آهي.

سؤ سالن جو هيءُ تصادم انهيءَ اصول تي ٻڌل هو تہ حرن چيو ٿي تہ انگريز پنهنجي ڪارندن هٿان اسان جي ماڻهن ۽ اسان جي مرشد جي بيعزتي ڪرڻ چاهي ٿو جيڪا اسين برداشت نہ ڪنداسون.

مثلاً حرن چيو ٿي تہ اسان اهو برداشت نہ ڪنداسون تہ اسان جي مرشد کي اسان وٽ اچڻ کان روڪيو وڃي يا اسان کي درگاهہ تي وڃڻ کان روڪيو وڃي.

حرن چيو ٿي تہ اسين اهو برداشت نہ ڪنداسون تہ جنهن شيءِ کي اسين حرام سمجهندا هجون سا اسان کي زبردستيءَ استعمال ڪرڻ لاءِ چيو وڃي. تماڪ نوشي ڪرڻ ۽ عاج جون چوڙين تي انگريزن جي وڏي واپار جو دارومدار هو. اهي ٻئي شيون پير صاحب چيو تہ حرام آهن. عاج انهيءَ ڪري حرام آهي جو حرام جانور جي هڏي مان ٺهي ٿو، تماڪ انهيءَ ڪري حرام آهي جو نشو ڪري ٿو. پر انهن شين کي حرام قرار ڏيڻ انگريزن جي واپار لاءِ ڪاپاري ڌڪ هو. ان ڪري پير صاحب جو مريدن کي اهڙو حڪم ڪرڻ انگريز جي مطلق العناني ۽ حاڪميت کي للڪارڻ جي برابر هو.

انگريز کي اها ڳالهہ ان وقت هندوستان ۽ سنڌ ۾ رهي سمجهہ ۾ ڪانہ ٿي آئي، پر اڄ اسان کي خبر آهي تہ اهو بين الاقوامي قانون آهي تہ ڪوبہ مذهبي گروهہ يا فرقو اختيار رکي ٿو تہ جن شين کي هو حرام سمجهي تنهن کي استعمال نہ ڪري ۽ پنهنجي هم مذهب ماڻهن کي انهيءَ شيءِ جي خرابي ۽ خامين کان آگاهہ ڪري ۽ اها شيءِ سندن مذهب مطابق حرام آهي تہ ائين ماڻهن کي ٻڌائي. دنيا ۾





اڄ ڪوبہ قانون اهڙو ڪونهي جنهن مطابق اهو جرم هجي تہ شراب، ڀنگ يا ٻيڙي سگريٽ کي حرام چوڻ وارو جيل موڪليو وڃي. چوڻ جي اها آزادي اسان کي ان وقت ڪانہ هئي ڇو جو اسين هڪ محڪوم قوم هئاسون. پر اهو تصادم انگريز ڄاڻي واڻي ڪيو هو تہ جيئن قوم کي محڪوم رکي سگهجي.

# موجوده پير صاحب پاڳارو
# سڪندر شاهه - شاهه مردان شاهه ثاني

ڊاڪٽر بلوچ صاحب چيو ته بيون ته گهٽيون ئي ڳالهيون آهن سي پيا ڪنداسون، پر هيءَ هڪڙي ڳالهه آهي ڪرڻ جهڙي جو ڪجي. اها ڳالهه اها آهي ته موجوده پير صاحب پاڳارو سائين سڪندر شاهه وڏن ڳڻن وارو ماڻهو آهي، پنهنجي وقت جو تمام وڏو ماڻهو آهي. پئسن وارو وڏو ماڻهو يا طاقت وارو وڏو ماڻهو ڪونه ٿو چوان، سائن جيڪا محبت ۽ عقيدت آهي ان ڪي چڏي، اها ڳالهه ٿو ڪريان ته وڏن ڳڻن وارو ماڻهو آهي، سڄي پاڪستان ۾ ڳڻ ۽ ڳالهه وارو آهي. جيڪڏهن رڳو سنڌ جي سطح تي ڳڻيون ته به هن جون وڏيون خوبيون آهن. بيون خوبيون ته گهٽيون ئي ڪي اٿن، پر هڪ انتظامي خوبي اهڙي جيڪا ڪمال واري آهي. پير صاحب جي جماعت ۾ سالمن سان گڏ سرڪش ماڻهو به هئا. اهي اڳئين زماني کان وني ويندي پير صاحب سورهيه بادشاهه جي زماني تائين ڪڏهن ڪنهن جي آڏو نه جهڪيا. فرق وارن حرن پنهنجا اصول رکيا ۽ ڪن ڳالهين ۾ پير صاحب جي ڳالهه به نه مڃيائون جنهن جو مثال پير سائين حزب الله شاهه ۽ شهيد بادشاهه جو ڏئي آيا آهيون جو پير صاحب جن شهيد ٿي ويا، ۽ هزارين ماڻهو ڦاسين ۽ مقابلن ۾ شهيد ٿي ويا، پر آڻ نه مڃيائون. اها اجتماعي (cumulative) طاقت هئي جيڪا انگريز جي وڃڻ تائين قائم رهي ۽ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ به برقرار رهي. اهي ساڳيا فقير هئا، اها ساڳي گادي ۽ ساڳيو پيري مريديءَ جو سلسلو جاري رهيو. پر جڏهن انگريز ويا ۽ پاڪستان ٿيو ۽ اها اجتماعي طاقت جڏهن موجوده پير صاحب جن جي ورثي ۾ ملي، سندن اختيار ۾ آئي ته پنهنجي دانائيءَ سان، پنهنجي قرب سان، وڏيءَ نظر سان، هڪڙي وڏي حڪمت عمليءَ سان ان طاقت کي اهڙي نموني استعمال ڪيائون جو جڻ شينهن جي ڳچين ۾ رسڙا وجهي ٻڌي ڇڏيائون. اهي شينهن جيڪي جهنگ جهنگ ۾ گهمندا هئا ۽ جن جي سڀ ڪنهن کي خبر هئي ته شينهن آهن، تن کي جڏهن حڪم ڪيائون ته سڀ مقابلا ڇڏي اچي پيش پيا.

جيڪڏهن ڏسجي ته اهو ڪم ڏاڍو ڏکيو هو جو اهڙي طاقت کي سنڀالي سگهجي، باهر نڪتل جن کي وري بوتل ۾ بند ڪري سگهجي. جيڪڏهن ڪنهن گروهه ۾ ڪا اهڙي طاقت هجي ته اهو ڪٿي ٿو وٽ ۾ اچي. هتي رڳو هڪڙو گروهه ته ڪونه هو جو چئجي ته پنج ست ماڻهو هئا سي چپ ڪري ويهي رهيا. هتي ته هزارين ماڻهو هئا. جيڪڏهن حساب ٻڌجي ته ميرپور ماٿيلي کان وني ٺٽي باگي تائين. پوءِ انهن سمورن ماڻهن تي اهڙيءَ حڪمت عمليءَ سان هڪڙي واٽ کان ورائي ٻي واٽ وٺائڻ موجوده پير صاحب پاڳاري ڪيو. جن ماڻهن جي نالي کان اڳي حڪومت وارن جون دليون ڌلهبيون هيون، انهن ماڻهن ۾ مڪمل طور تي امن امان پيدا ڪري ڇڏيائون. اها ليڊرشپ ۽ رهنمائيءَ واري وڏي خوبي آهي. ۽ ان سان گڏ وڏي خدمت سڄي ملڪ جي ۽ سنڌ جي به، بلڪ انسان ذات جي. اهڙو مشڪل ڪم حڪمت عملي ۽





حڪمت سان حل ٿيو. يا چئجي ته الله تعاليٰ ڪانئن اهو ڪم ورتو. سندن رهبري هيٺ جماعت تان لوڙهن وارو ڏولائو لٿو. حيراني آهي ته انگريز ويا ۽ سندن چيلن، ڪامورن، ۽ ٻين پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ به لوڙها (concentration camps) قائم رکيا.

هندوستان سان ٻن جنگين دوران پير صاحب جي رهنمائيءَ هيٺ هزارن حرن مريدن پنهنجي وطن جو دفاع ڪيو. انهن ٻنهي جنگين دوران جيڪي ڪيائون سو جنگي ۽ ملٽري تربيت کان سواءِ ڪيائون. جيڪي ڪارناما انجام ڏنائون اهي سر ۽ ڌڙ جي بازي لڳائي، ايمان ۽ اخلاق جي زور تي ڪيائون. حالانڪ ملڪ جو دفاع ڪرڻ انهن ماڻهن جو ڪم آهي جيڪي انهيءَ ڪم لاءِ تربيت حاصل ڪن ٿا، ۽ انهيءَ ڪم جي عيوض حڪومت کان هيترون ساريون سهوليتون حاصل ڪن ٿا. هي حر ملڪ جي دفاع جو ڪم پورو ڪري وري وڃي پنهنجي ٻني ٻاري جي ڪم سان لڳا. جيڪي ڪيائون سو ڪنهن لالچ لوڀ کان سواءِ ڪيائون. اهو انهيءَ ڪري ڪيائون جو ڪين مرشد جو حڪم هو، پر اهو ڪارنامو سندن حريت جي هڪ سؤ ساله داستان جو جڻ ته تتمو هو، آخري باب هو، تمت باالخير وارو باب هو، جيڪو جڻ ته سندن مٿي تي تاج ٿي ٿو سونهي. اهو حريت جو ڪارنامو موجوده پير صاحب پاڳاري جي رهبريءَ هيٺ عمل ۾ آيو. نه ته پاڪستان ۾ هيترين قومون ۽ قبيلا آهن پر ٻئي ڪنهن جي نصيب ۾ اهو شرف نه آيو جو خانگي شهري (بلڪ ديهاتي چئجي) ماڻهو ملڪ جو دفاع ڪن. اهو هڪڙو فطري نتيجو هو سؤ سالن جي تربيت ۽ آزاديءَ جي جذبي جو جيڪو پير صاحب پاڳارن انگريز خلاف جماعت ۾ پيدا ڪيو.

انهيءَ ڳالهه تي پيو ته ٿهيو پر سندن سيني کان وڏي دشمن ليمبرڪ به سنڌس ڪتاب ٽيررسٽ (Terrorist) جي آخر ۾ هڪڙو ضميمو ڏئي سندن ساراهه ڪئي آهي. ڊاڪٽر صاحب جيڪو نقطو بيان ڪيو ان مان وري انهيءَ ڳالهه ڏانهن توجه ڇڪجي ٿو ته پير صاحب پاڳارن جي تاريخ جو جيڪو دؤر آهي ان مان هڪڙي ڳالهه ثابت ٿئي ٿي ته پير صاحب ۽ سندن مريد جيڪو مزاحمت ۽ مدافعت واري حالات ۾ رهيا سو خاص طور انگريز جو زمانو آهي. انگريزن جي ناپاڪ پيرن رکڻ سان پير صاحبن ۽ سندن مريدن جي ويڙهه شروع ٿئي ٿي ۽ انگريزن جي نڪري وڃڻ سان اها ختم ٿئي ٿي. انگريزن کان اڳئين وقت ۾، نه ميرن جي وقت جي حڪومت سان ۽ نه ٻين پيرن جي مريدن سان سندن ڪو جهيڙو هو. انگريز جي دؤر کان اڳ ۾ ڪڏهن ٻڌڻ ۾ ڪونه آيو ته پير صاحب پاڳارن جي ماڻهن عوام کي يا حڪومت وارن کي ستايو يا ڪنهن کي قتل ڪيو. وقت جي حاڪمن سان سندن هميشه عزت وارا تعلقات هوندا هئا. وري پاڪستان جڏهن ٿيو ۽ موجوده پير سائين شاهه مردان شاهه (ثاني) پڳدار ٿيا ۽ حرن کي پيش پوڻ جو حڪم ڪيائون ته وري امن ٿي ويو، سک ٿي ويو. هاڻي ڪوبه ماڻهو ڪونهي جيڪو حڪومت يا عوام سان تصادم ۾ هجي. اهو جيڪو تصادم هو سو هوئي انگريز جي زماني ۾. جيئن ئي انگريز آيا ته تصادم شروع ٿيو ۽ سڄو سؤ سالن جو دؤر تصادم ۾ گذريو. يعني ١٨٤٣ع کان جو شروع ٿيو آهي ته ١٩٤٧ع ۾ پاڪستان ٺهڻ تائين ۽ آزاد ٿيڻ

تائين رهيو. البت افسوس جو پنهنجن حڪمرانن ڪان جناب پير صاحب توڙي جماعت کي آزاديءَ جي نعمت فوري طور تي نصيب نہ ٿي. موجوده سائين سڪندر شاهہ کي ١٩٥٢ع ۾ گادي ملي.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب چيو تہ انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي تہ اها هڪ سؤ سالن جي جنگ (war) هئي انگريزن جي سامراجيت جي خلاف، ۽ پير سائين صبغت الله شاهہ ثانيءَ وارو دؤر ۽ انگريزن سان سندن جيڪو مقابلو رهيو اهو ڇڱ آخري معرڪو هو، آخري ويڙهہ هئي، (battle) هئي. چيائون تہ جنگ (war) وڏي آهي، ويڙهہ (battle) ننڍي آهي. هڪڙي وڏي جنگ ۾ ويڙهيون گهڻيون ٿي سگهن ٿيون. انهيءَ ڪري سڄي سؤ سالن جي ڪهاڻيءَ کي پاڻ چونداسون:

"انگريز سامراجيت جي خلاف هڪ سؤ ساله جنگ."

One Hundred Year War Against the British Imperialism

۽ آخري ويڙهہ جيڪا سورهيہ شهيد صبغت الله شاهہ صاحب جن جي زماني ۾ ٿي، تنهن کي پاڻ چونداسون:

"انگريز سامراجيت خلاف آخري معرڪو"

The Last Battle Against the British Imperialism.

**محمد عمر چنڊ** هيئڊرتيوزيلنڊ ۾ مقيم آهي. هو ضلع سانگهڙ تعلقي ڄام نواز علي خان (اڳوڻي سنجهوري) جي ٽنڊون آباد ڳوٺ ۾ ٢١ سيپٽمبر ١٩٤٤ع تي ڄائو. ابتدائي تعليم ٽنڊون آباد ۽ کنڊياري ۾ ورتائين. ميٽرڪ جو امتحان ٽنڊي ڄام جي هاءِ اسڪول مان سال ١٩٦١ع ۾ پاس ڪيائين. ٻه چار سال تعليم جا ميدان ڇڏائيندي، سروري اسلاميه ڪاليج هالا مان انٽر آرٽس ١٩٦٦ع ۾ ٻهرين پوزيشن سان پاس ڪيائين. بي اي سال ١٩٦٨ع ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ ڪيائين. انٽر ونگ ايڪسچينج (اوڀر ۽ اولهه پاڪستان جي پروگرام ۾ ڏي وٺ) جي رٿا هيٺ ١٩٦٨ع ۾ ڍاڪا يونيورسٽيءَ ۾ انگريزي ڊپارٽمينٽ ۾ داخل ٿيو، جتان ١٩٧٠ع ۾ ايم. اي. انگريزي ادب ۾ پوزيشن سان ڪيائين. سال ١٩٧١ع ۾ ٻهريائين سروري اسلاميه ڪاليج هالا ۾، پوءِ ڪجهه وقت گورنمنٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ انگريزي پڙهايائين. ٻهرئين جنوري ١٩٧٢ع کان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي آڇ تي سنڌ يونيورسٽيءَ جي انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن ۾ پڙهائڻ لڳو. ١٩٧٣ع ۾ آمريڪا جي اليناءِ يونيورسٽيءَ (Illinois University) ويو، جتان ايم. اي. ٽيچنگ آف انگلش ايز اي سيڪنڊ لينگوج (Teaching of English As a Second Language) ۾ ڪرڻ کان پوءِ پي. ايڇ. ڊي. جو ڪورس شروع ڪيائين، پر مالي پريشانيءَ جي ڪري، اُن کي اڌورو ڇڏي، ايران ۾ رائيل ايئر فورس ۾ ١٩٧٥ع کان ١٩٧٩ع تائين انگريزي پڙهايائين. ڪجهه وقت وطن ۾ رهڻ کان پوءِ وري ١٩٨٠ع ۾ عراق ۾ موصل يونيورسٽيءَ ۾ پڙهايائين. ١٩٨٢ع ۾ واپس وطن اچي سنڌ يونيورسٽي ۽ سنڌ انگريڪلچر يونيورسٽي ٽنڊي ڄام ۾ پڙهايائين. سال ١٩٨٥ع کان ١٩٩٨ع تائين يروناءِ دارالسلام ۾ پڙهايائين.

هن کان اڳ "لسانياتي جاگرافي ۽ ٻوليءَ جون آراڏايون"، "Using Question-Answer Techniques" ۽ "Counting the Blessings of Allah"، "Don't Spread Violence on the Earth" ڪتاب ۾ فساد تي انگريزيءَ ۾ ڪتاب "Fasts As Ordained Before you" جنهن جو ملئي زبان ۾ ترجمو پڻ ٿيو، "حلال ۽ حرام" تي ڪتاب "Halal & Haram" روزن تي ڪتاب ۽ ٻارن تي ٿيندڙ ظلم تي ڪتاب "Child Abuse" ڇپجي چڪا آهن، جن کي دنيا ۾ ساراهيو ويو آهي.

محمد عمر چنڊ موڪلن دوران ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن سان تفصيلي انٽرويو وٺي حرن جي تحريڪ تي انگريزي ۽ سنڌيءَ ۾ گهڻو ڪجهه لکيو. جنهن جو ڪجهه حصو هن ڪتاب جي شڪل ۾ پڙهندڙن جي آڏو آهي. انشاءَ الله باقي رهيل ڳالهيون، جن ۾ لوڙهن جا تفصيل ۽ سورهيه بادشاهه جي آخري ڪيس جا تفصيل آهن، ايندڙ ڪتاب ۾ ڏينديون.

هن ڪتاب کان سواءِ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جن جي زندگيءَ تي سندن لکيل ڪتاب پڻ ڇاپي هيٺ آهي.

# حر تحريڪ

انگريز سامراجيت خلاف
حرن جي سؤ ساله جنگ



محمد عمر چنڊ